# مقصود العارفين

## ”رسالو شيخ مغل ڀِٽن“

(فارسيءَ جو سنڌي ترجمو)

مخدوم عاري

ترجمو ۽ ترتيب

نياز همايوني




انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
يونيورسٽي آف سنڌ
ڄام شورو
1989ع

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر 146

پهريون ايڊيشن: صفر 1410ھ/سيپٽمبر 1989ع



عبدالقادر جوڻيجي، ڊائريڪٽر، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، يونيورسٽي آف سنڌ، ڄامشوري، ضلعي دادو، سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

سهڻي پرنٽرس، الهندي ڪڇي، حيدرآباد ۾ ڇپيو.

100/00

ملهه: [redacted] رپيا



ISBN 669-405-031-6

MUQSOOD - UL - AARFEEN
"RASALO SHAIKH MUGHAL BHEEN"
(Sayings and Biography of Shaikh Mughal Bheen)
By
MUKHDUM AARI
Translation from Persian into Sindhi By
NIAZ HOMAYUNI

Publishers
Institute of Sindhology, University of Sindh, Jamshoro,
District Dadu, Sindh, Pakistan.

Printers
Sohni Printers, West Kacha, Hyderabad, Sindh.
First Edition: September 1989.

100/00

Price per copy Rs. [redacted]

# فهرست

عنوان صفحو

# پبلشرس طرفان

سنڌ جو علمي ۽ ادبي ذخيرو گهڻي ڀاڱي ڀين ٻولين ۾ قلمبند ٿيل آهي، جنهن اڃا تائين ڇپائيءَ جو منهن به نه ڏٺو آهي. انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجيءَ جي هميشه اها ڪوشش پئي رهي آهي ته سنڌ جي باري ۾ جيڪا به معلومات ڀين ٻولين ۾ قلمبند ٿيل آهي، اُها سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائي ڇپائي. انهيءَ سلسلي ۾ هن اداري، هن کان اڳ، ڀين ڪتابن کان سواءِ، ادراڪي جو فارسي ڪتاب 'بيگلار نامو' ڇپائي وقت جي دز چڙهيل تاريخ جي هڪ باب کي نروار ڪيو آهي. هي ڪتاب مقصود العارفين "رسالو شيخ مغل ڀين" به انهيءَ سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. اهو ڪتاب اصل ۾ شيخ سلامت (شيخ مغل ڀين) جي هڪ خليفي مخدوم عاري (سنه1224 هجري برابر 1809ع) فارسيءَ ۾ قلمبند ڪيو هو، جنهن جو سنڌي زبان جي اوچ ڪوٽيءَ جي شاعر ۽ فارسي زبان جي ڄاڻو محترم نياز همايوني صاحب نه رڳو سنڌي ترجمو ڪيو آهي پر اصل مواد جي تحقيق ڪري، تعليقات لکي، تصحيح پڻ ڪئي اٿس. سڀ کان وڏي ڳالهه اها آهي ته همايوني صاحب اهو سمورو پيار جو پورهيو ڪيو آهي، جنهن جو هن صاحب، سنڌ الاجيءَ کي قومي ادارو سمجهي ڪانئس ڪو اجورو به نه ورتو آهي. ان وڙ لاءِ ادارو سندس بي حد ٿورائتو آهي ۽ کيس داد ٿو ڏئي.

اُميد آهي ته اِن موضوع ۾ دلچسپي رکندڙ سڄڻن لاءِ هي ڪتاب ڪارائتو ثابت ٿيندو.

ڄام شورو سنڌ.
12 جولاءِ 1989ع

ب ٿ ر ڀڪڙ

## شيخ مغل پيڻ

اکين ڏٺين ڪرامتن جو ڏٺي ء هاڪارو بزرگ هو. دنيا جي اڌ کڻي آبادي سندس مريد هئي. هن ڀلاري جي مزار ديري واري علائقي کان سٺن، اٺن ڪوهن جي پنڌ تي، ايرندي پاسي هندن ماڳين مشهور آهي.

"تحفة الڪرام"
مير علي شير قانع
1181 ھ

## مهاڳ

سنڌ جو علمي ادبي ذخيرو گهڻي ڀاڱي عربي، فارسي ۽ انگريزي ٻولين ۾ قلمبند ٿيل آهي، جنهن مان ڪيترا شاهڪار سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي وڏي مقبوليت حاصل ڪري چڪا آهن. پر اڃا به سنڌي علم ادب جي واڌاري لاءِ ضروري آهي ته سنڌ بابت هر موضوع تي لکيل ڌارين ٻولين جا جيڪي به ڪتاب اسان وٽ انفرادي توڙي اجتماعي طور موجود آهن تن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيڻ کپي ته خاص ڪري فارسيءَ جا ڪتاب جيڪي سوين سال اڳ جا لکيل آهن تن جو سنڌي ترجمو ان ڪري لازمي سمجهيو وڃي جو اڄ اها فارسي ڪانه رهي آهي جيڪا صديون اڳ هئي يا خود ايران، افغانستان ۾ لکي پڙهي ويندي هئي. ان ڪان سواءِ اهي ماڻهو جيڪي پراڻي دور جي فارسي کان واقف آهن تن جي به هوريان ڏاڍيان پڄاڻي ٿيندي پئي وڃي. خدا باقين کي حياتي ڏي، ليڪن جڏهن ميدان خالي ٿيو ته اهو سڄو علمي، ادبي ذخيرو به اڻين نابود ٿي ويندو.

مون کي حقيقت ۾ هن ڪتاب جي موضوع سان ڪا دلچسپي ڪانه هئي، تڏهن به مٿي چاڙهيل ڪارڻ جي ڪري اهو بار سرتي کنيم. هونءَ به تصوف آڳاٽي زماني کان اسان جي ڏيهه ۾ هڪ مسلڪ جي انداز سان رائج رهندو ٿو اچي ۽ اسان کنهن نه کنهن نموني ان سان لاڳاپو رکون ٿا.

اسان ان جي گهٽ وڌائڻ سان اتفاق يا اختلاف رکندي انهيءَ موجب هن جي تائيد يا ترديد ڪري سگهون ٿا ۽ ائين سدائين ٿيندو به رهيو آهي، تڏهن به ان جو احترام واجبي تصور ٿا ڪريون، جو ته مخدوم بلال ۽ شاهه لطيف وغيره به انهيءَ مسلڪ جا هئا. ٻئي پاسي انهيءَ قسم جي ڪابه ڳالهه اسان لاءِ تڏهن عيب جوڳي ليکي سگهجي ٿي جڏهن اسان اڪيون ٻوٽي ڪنهن اهڙي مسلڪ جي اشاعت ڪرڻ لڳون جنهن سان اختلاف يا ترديد جو ڪو سوال ئي پيدا نه ٿيندو هجي ۽ ان جا پوئلڳ پئسي جي زور تي سياڻن سچن ڪان پنهنجي تبليغ جو ڪم وٺندا رهن!

شيخ مغل پيڻءَ جو هي رسالو جنهن عجيب ۽ ڏند ڪٿائي انداز ۾ قلمبند ٿيل آهي، تنهن ڪي پڙهندي افسوس ۽ حيرت کان سواءِ رهي نٿو سگهجي ته هيترين صديون اڳ جو لکيل هي رسالو جيڪو ڪيترين غلطين سان ڀريو پيو آهي تنهن جي هيل تائين چو ڪين ڪا سار سنڀال لڌي وئي، جنهن جي آڌار تي آن جي چند ڇاڻ ڪري، منجهانئس غلط روايتن ڪي ريٽي، صحيح حقيقتن بحال رکڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ها ته جيڪر رسالي جو سچو ڀرم رهجي اچي ها. مگر ائين پيو محسوس ٿئي ته هي رسالو عام ڏند ڪٿائن ۽ روايتن جي بنياد تي ترتيب ڏئي شيخ مغل پيڻءَ جي نالي منسوب ڪيو ويو آهي.

هن رسالي ۾ پيش ڪيل روايتون ڪٿي اهڙو رخ اختيار ڪن ٿيون جو هڪ روايت ٻن هنڌن تي ٻن بزرگن جي نالي آيل ٿي ڏسجي. مون جڏهن جو ٿئين هن رسالي جو ترجمو ترتيب ڏئي پنهنجي سر تان بار لاٿو آهي. منهنجي ذميداري به ايستائين ٿي هئي. مون کي ايتري فرصت نه ملي سگهي تنهن ڪري پنهنجي محنت صرف مختصر تعليمات تائين محدود رکٽي پيم. حقيقت ۾ ٺيڪ ائين ڪپندو هو ته هن رسالي ۾ آيل سيني

نقلن، نظيرن، ساں گڏ ماڻهن توڙي ماڳن جي پوري تحقيقات ڪري انهن جو سچو بيان تفصيل سان هتي پيش ڪيو وڃي ها. پر ائين ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو ڇو ته ان سان ڪتاب جي ضخامت ايتري قدر وڌي وڃڻ جو انديشو هو جو اصل مواد ئي مفقود ٿيڻ جهڙو محسوس ٿئي ها. انهيءَ مصلحت ڏي ايتري تائين اڪتفا ڪرڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

رسالي جا پويان پنج باب جيڪي شريعت جي بيان کان شروع ٿي شيخ مغل پيرءَ جي وطن واپس ورڻ جي احوال تي ختم ٿين ٿا، مواد ۽ مضمون جي لحاظ کان چڱي اهميت وارا آهن. ايتري تائين جو انهن کي پڙهندي ائين پيو سمجهڻ ۾ اچي ٿو اهيئي پنج باب (شيخ مغل پيرءَ جي واپسي واري احوال جي گهٽ وڌائي کان سواءِ) خود شيخ مغل پيرءَ جا ترتيب ڏنل آهن. باقي جيڪي ڪجهه آهي سو ڪنهن ٻي پلاري جو پال تي سگهي ٿو.

مٿي ڄاڻايل پنجن بابن مان خاص ڪري چئن بابن ۾ شريعت ۽ طريقت، حقيقت ۽ معرفت بابت جيڪي ڪجهه لکيو ويو آهي سو بيشڪ تصوف جي فضيلت تي دلالت ڪري ٿو. ان جي سنئين سڌي افاديت، هدايت ۽ رهنمائي سان تعلق رکي ٿي.

تاريخ جي مطالعي موجب تصوف هڪ عظيم مسلڪ آهي جنهن پنهنجي تحريڪ وسيلي انسان ذات جون عظيم خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. خاص ڪري جڏهن مذهبي ماحول ۾ ظاهر پرست عالمن جو بيجا دخل ۽ اثر رسوخ زندگي ۽ معاشري جي هر معاملي ۽ مسئلي تي حاوي ٿيڻ لڳو، ته هن تصوف جي تحريڪ انسان ذات جي ٻڏندڙ ٻيڙي وڃي ڪناري تائين رسائي ڇڏي.

اهو عالم ڏسي وقت جي آمر ۽ جابر هستين ذاتي اختيار ۽ اقتدار جي بقاءُ ۽ بچاءُ خاطر ظاهر پرست عالمن جي

سرفرازي ڪرڻ سان گڏ ڪن موقعي پرست صوفين جي سرپرستي پڻ شروع ڪري ڏني، جنهن جي نتيجي ۾ صوفي تحريڪ نه بي جان ٿي چڪي پر خود صوفي مسلڪ به صحيح سلامت نه رهي سگهيو. دنيا ۾ سياست واقعي چڱي شيءِ آهي، ان جي ڇانوَ مان ئي انسان سڃاڻ ٿئي ٿو. پر بدقسمتي سان اها سياست جڏهن ڪوڙ تي ڪمر ڪشي ٿي بيهي ته سچ سوريءَ تي ٿو چڙهي ۽ پوءِ ڪيئي ڪلور ٿيڻ لڳا، جن مان وڏي ۾ وڏو ڪلور ماڻهن جي هڪ ٻي کان فراريت يعني ڀاڄ آهي. اها ڀاڄ هر ڪنهن کي چاڪيءَ جي ڏاند وانگر پنهنجي چڪر تائين محدود رکي هر چڱائي کان پراهون ڪري ٿي ڇڏي.

چڱائي کان پري ٿيڻ ڪري بڇڙائي زور وٺي ٿي جنهن جي آري ۾ اچي انسانن کي اخلاقي تباهين جو منهن ڏسڻو پوي ٿو. آخرڪار ان مان اول معاشرتي پوءِ اقتصادي زوال جي ابتدا ٿيڻ لڳي ٿي. تصوف جي مسلڪ تو ڙي تحريڪ جو اصل اصول ۽ عقيدو اهوئي هو ته تنزل پذير معاشري ۾ مريضن واري زندگي گذارڻ واري انسان کي هدايت ۽ رهنمائي وسيلي صحتمند زندگي گذارڻ ڏي رجوع ڪجي، ڇا لاءِ ته صحيح زندگي حاصل ڪرڻ کان پوءِ ئي انسان صحيح اقدار اختيار ڪرڻ جهڙو ٿي پهريان خود شناس پوءِ خدا شناس ٿي سگهي ٿو. ان لاءِ هيٺيان وسيلا وضع ڪيا ويا:

1- سير سلوڪ، 2- شريعت، 3- طريقت، 4- حقيقت، 5- معرفت. اهي مرحلا هر ڪنهن پوئلڳ کي ترتيب وار طئه ڪري انهن خدا جي وارثن (ولين) جي صف ۾ داخل ٿيڻو پوي ٿو جن لاءِ چيو ويو آهي ته: انهن جي ذات هر ڪنهن خوف ۽ حزن کان مٿي آهي.(1) تصوف ۾ سير سلوڪ جو بنيادي

---

(1) الآ ان اولياء الله لاخوف عليهم ولاهم يحزنون. قرآن
”خدا جي ولين کي ڪوبه ڊپ ڊاءُ ۽ مونجهارو ڪونه آهي.“

مقصد حيات ۽ ڪائنات جو مشاهدو آهي، جنهن مان انسان سچ کي پرکي ڪوڙ کي پڌرو ڪري سگهي ٿو. ڇو ته ڪوڙ سڀني خرابين ۽ ڪوتاهين جي پاڙ آهي.

شريعت: فطري قانون جي پيروي جو نالو آهي. جيستائين فرد ڪنهن قانون جو (جيڪو سندس ئي ڀلائي لاءِ بڻايو ويو هجي) پابند نه آهي تيستائين هو اجتماعي زندگي جي خوبين کان بهره ور ٿي نٿو سگهي.

طريقت: ان جي ذريعي اخلاقي قدرن ۾ اعتماد رکي معاشرتي ذميدارين نڀائڻ جو حوصلو پيدا ٿئي ٿو. ان جي رهنمائي لاءِ ڪنهن نه ڪنهن رهبر جي ضرورت پوي ٿي.

حقيقت: ڪنهن رهبر جي رهبري جي نتيجي ۾ انسان حقيقت شناس ٿي هر ڳالهه کي پرکي پروڙي پاڻ کي سچار ۽ سڌير بڻائي ٿو.

معرفت: هن درجي تائين پهچڻ کان پوءِ انسان کي خود شناسيءَ واري وات سان خداشناس ٿيڻ جو شرف حاصل ٿئي ٿو.

شيخ مغل پيهنءَ جي لفظن ۾: شريعت وَڻ، طريقت ڏاري، حقيقت پن ۽ معرفت ميوي وانگر آهي- ۽ ان جي آبياري سير سلوڪ سان ٿئي ٿي.

تصوف: نفساني خواهش کان پاڪ ٿيڻ. دل جي صفائي حاصل ڪرڻ جو علم پرائڻ، نفس جي پاڪيزگي جو طريقو سکڻ، دنيا جي شين کي خدا جي صفتن جو مظاهر ڄاڻڻ ۽ غير کي ڇڏي انهي ذات حقيقي سان لنو لائڻ، جنهن جو وجود باقي رهڻو آهي.

مولانا جامي نفحات الانس ۾ مختلف صوفين جي اقوال مطابق تصوف جي تعريف هن ريت ڪري ٿو:

1- تصوف جو اصل مقصد آهي، حق جي راهه تي هلڻ، ٽڪي ٽوري ڳالهائڻ ۽ خلق جي محتاجي کان پاسي رهڻ. پوئين نڪتي بابت خواجه محمد زمان چوي ٿو:

جڳ تنين جي جاءِ، جنين ڇڏئو جڳ کي،
سپني تو سهداءِ، جي تو سهو نہ تن سين.

2ـ تصوف دوست جي در تي ديرو دمائي ويهڻ، تڪليفون سر تي سٺهڻ ۽ آزمائش ۾ پورو ٿي ڏيکارڻ جو نالو آهي. جنهن سنڌ جو هڪ صوفي چئي ويو آهي:

سدا سک نہ هون، گوندر وچن گذري
اوکايون عاقل چئي، پرکا کارڻ پئون
چڱا ائين چون، تہ در نہ مٽجي دوست جو

3ـ تصوف سچائي تي اعتماد، نيڪيءَ تي اعتقاد جي معنيٰ ۾ تصور ڪيو وڃي. سچار ۽ نيڪوڪار سڀ ڪنهن وٽ عزت ۽ مان لهن ٿا. قرآن ۾ آيل آهي، ان اڪرمڪم عند الله اتقاڪم: خدا وٽ پرهيزگارن جي پذيرائي ٿئي ٿي.

4ـ تصوف ذلت ۾ عزت، درويشي ۾ تونگري، بندگيءَ ۾ خداوندي، بک ۾ ڍئو، اگهاڙپ ۾ ڍڪ، اسيري ۾ آزادي ۽ موت ۾ زندگي آهي. جهڙيءَ ريت شاهه سائين ٿو فرمائي:

اي گت غواصن، جيئن سمنڊ سوجهياؤن
پيهي منجهه پاتار، موتي ميڙياؤن
آڻي ڏناؤن، هيرا لال هٽن سين.

ابتدائي دور ۾ تصوف جي مقبوليت ۽ ڪاميابيءَ جو دارومدار انهيءَ حقيقت تي هو تہ صوفي لوڪ خدا ۽ خلق سان سچا هئا ۽ هر مسلڪ يا تحريڪ جنهن جو بنياد سچائي تي رکيل آهي تنهن کي يقيني طور ڪاميابي حاصل ٿئي ٿي.

اڳيان صوفي جيڪي چوندا هئا تنهن تي عمل ڪندا ٿي رهيا. اهي جيئن قول جا پڪا هئا تيئن فعل جا بہ سچا ثابت ٿيندا پئي رهيا. هنن پاڻ کي درگذر ڪري خدا جي راضپي ۽ خلق جي ڀلائيءَ لاءِ پئي جتن ڪيا. جيئن مولانا رومي چوي ٿو:

تــو بـــراي وصـــل كــردن آمــدي
نـــي بـــراي فـصـل كــردن آمـدي

تون ماڻهن کي ملائي هڪ ڪرڻ لاءِ آيو آهين، نه انهن کي هڪ ٻئي کان وڇوڙڻ واسطي! اهو ئي وحدت الوجود جو نظريو هو، جنهن تي عمل پيرا رهي صوفين انسان ذات کي تلقين ڪئي ته سڀئي پنهنجا ويڇا وساري انساني برادري ۽ برابري واري اصول تي متفق ٿيو ته حيات ۽ ڪائنات جو چرخو چڱيءَ طرح هلندو رهي. اوهان ٻئي جو ڏک پنهنجو ڏک ۽ پنهنجو سک ٻي جو سک ڪري ڄاڻيو. ڪنهن جي به ايذائڻ جي ڪا سگهه ۽ سڌ نه ڌاريو.
شاهه لطيف چوائي:

ڀائي ڪـان ڪمان ۾، ميان مـار مَ مـون
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي!

صوفي مسلڪ توڙي تحريڪ موجب هر قوم جي تهذيب ۽ تمدن کي احترام جي نگاهه سان ڏسندي ان جي وڌڻ ويجهڻ ۾ ڪابه رڪاوٽ گوارا نه ٿي ڪئي وئي. جيئن مولانا رومي چوي ٿو:

سنڌ يـان را اصـطـلاح سنڌ مدح
هند يـان را اصـطـلاح هند مدح

سنڌين لاءِ سنڌي آداب اطوار ۽ رسم رواج يا سنڌن پيا اخلاقي اقدام سونهن ٿا، ته هندين کي به انهن جون اهي خصوصيتون ٺيون زيب ڏين. پر بين الاقوامي واسطن وسيلن ۽ زماني جي معاملن ۾ سڀني کي گڏجي امن، انصاف ۽ اطمينان لاءِ اتحاد ڪري هر قسم جي فساد ۽ فتني کي پنهنجي سرَ

پنهنجي ملڪ ٻلڪ سڄي دنيا تائين تارڻ هڪ اهم انساني فرض آهي جنهن جي ادائگي لاءِ هر قوم، هر مذهب، هر مسلڪ هر رنگ ۽ نسل وارن کي گڏجي جان مال توڙي ٻي ڪنهن متاع جي ايتري حد تائين قرباني ڪرڻ گهرجي جيئن سڀڪنهن درحق: لال به ليي ۽ پٽ به رهجي اچي واري چوٽي پوري ٿي سگهي. اهو ئي حق پرست ۽ انسان دوست صوفين، سالڪن، خود شناس ۽ خدا شناس عارفن، عاشقن ۽ درويشن جو پيغام هو، جنهن تي هو عمل پيرا ٿي پاڻ کي سچار ۽ صادق ثابت ڪري ويا.

سارِي رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
تن جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، آڳهه اچيو آن جي.

هن کان پوءِ موضوع جي مناسبت سان شيخ مغل پيرن جي دور جو سياسي ۽ تاريخي جائزو اختصار سان پيش ڪجي ٿو.

سنڌ ۾ هي طوائف الملوڪي (باد شاهه گردي) وارو دور هو محمود غزنوي 401هه (1011ع) ۾ غورين کي شڪست ڏئي ملتان تي چڙهائي ڪري سوڀارو ٿيو. ان کان پوءِ 416هه (1026ع) ڌاري منصوره جي اسماعيلين کي سيکت ڏيڻ لاءِ سنڌ ڏانهن وريو. تنهن زماني ۾ هتي خفيف نالي هڪ سومري جي حڪومت هئي جنهن جنگ کان پڇي وڃي جهنگ ۾ پناهه ورتي.

محمود غزنوي سنڌ تي ڌاڪ ڄمائڻ سان گڏ هڪ پاسي عربي سمنڊ کان هماليه جبل تائين ته ٻئي طرف اوڀر ۾ قنوج کان غزني تائين سمورو ملڪ پنهنجي قبضي هيٺ آندو.

محمود جي وفات کان پوءِ سندس پٽ مسعود جو وارو آيو جنهن کي 421هه (1040ع) ۾ پنهنجي ئي لشڪر قتل

ڪري ڇڏيو. ان ڪان پوءِ سندس پٽ مودود تخت تي ويٺو. هن پنجاب، سنڌ ۽ ملتان تي پنهنجا نائب مقرر ڪيا. آخرڪار خسرو ملڪ آيو جنهن ستاويهه سال حڪومت هلائي.(1)

هاڻ وري غورين جو وارو وريو. 583 هه (1187ع) ۾ سلطان شهاب الدين غوري پنهنجي فوجي عملدار قطب الدين ايبڪ کي سنڌ روانو ڪيو جنهن ٽن مهنن تائين هٽي ماري سنڌ فتح ڪئي. ان ڪان اڳ سلطان محمد غوري، خسرو ملڪ کی لاهور ۾ شڪست ڏئي غزنوي خاندان جي حڪمراني ختم ڪري چڪو هو(2).

سلطان شهاب الدين غوري، قطب الدين ايبڪ کي دهليءَ ۾ پنهنجو جانشين ثاقي خراسان تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ ويو، جتي خراسان سان گڏ ايران، افغانستان فتح ڪري خوارزمين سان جنگ ڪرڻ لاءِ وڌيو ته پنيان 601 هه (1204ع) ۾ بغاوتن منهن ڪڍيو. هو جلد واپس آيو ۽ جيئن هتي پهتو ته پنهنجي لشڪر هٿان قتل ٿي ويو. هن جي قتل ٿيڻ تائين سنڌ ۽ گجرات کان وٺي بينگال ۽ آسام تائين مسلمان قابض ٿي چڪا هئا.

شهاب الدين غوري کان پوءِ قطب الدين ايبڪ تخت جو وارث ٿيو، جنهن 602 هه (1607ع) جنهن تي چار سال حڪومت هلائي. سندس وفات کان پوءِ ناصر الدين قباچه 602 هه کان 625 هه تائين اُچ ۽ ملتان سان گڏ ديبل ۽ سنڌ جي ٻين شهرن توڙي ڳوٺن ۽ قلعن تي پنهنجو ڌاڪو ڄمايو، جنهن کي شمس الدين ايلتمش جي هڪ وزير 265 هه (1228ع) ۾ ٻوڙائي ڪڍيو ۽ هي سنڌو نديءَ ۾ ٽپي، ٻڏي مئو. تڏهن

(1) تاريخ سنڌ، قدوسي ياڳو پهريون، ص 324- کان 737.
(2) طبقات ناصري، ص 431 کان 799.

ديبل ۾ سنڌ جو حڪمران سنان الدين چنيسر هو، جنهن شمس الدين التمش جي آڏ مڃي ۽ ان سان شامل ٿيو (1).

هي ته هو سنڌ تي ٻاهرين غاصبن جي لاڳيتن حملن جو جائزو. شيخ مغل پيرءَ جي رسالي جي پڇاڙيءَ توڙي اڳياڙي واري حصي جو مطالعو ڪندي معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ اندروني خانن ۾ به گهٽائي وڌوڙ متل هئا. هتي جيڪي قبيلا زور ۾ هئا تن ڪمزورن جو ويهڻ وهڻ ڪري ڇڏيو هو. پر خود پنهنجي برادريءَ وارا به پاڻ ۾ ڪوڙ تي ٿيا ۽ هڪ ٻئي جي ننڍ حرام ڪندا ٿي رهيا. هيڏانهن راڄ وارن جو اهو حال هو ته هوڏانهن راڄن جا رڄ چڱا مڙس هڪ ٻئي جي ڏاڙهي پٽڻ ۾ پورا هئا. جيئن رسالي ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي:

ٿهيمن جو چڱو مڙس ويرو ولد چڱو جنهن جي برادريءَ جا سيئي سردار تمام وڏي برادريءَ وارا هئا ۽ راڄ پاڻ توڙي لشڪر ۾ به هنن جي گهٽائي هئي، پنهنجي ارهه زورائي جي ڪري لشڪر چاڙهي ٻين جا مال هٽندا ۽ مڏيون ڪٽندا ٿي رهيا. ايتري قدر جو مڙساڻو اکر وساري ناتي نالي هڪ مڱڻهار جي ڌيءَ جا ڏور ڏڪا به ڪاهي ويا. اڳتي لکيل آهي:

انهن وانگي تڏهن سومرن جي قوم به موجود هئي جيڪا پڻ سدائين ارڏايون ڪندي ٿي رهي. شيخ مغل پيرءَ جو پاءُ عمر سلطان جيڪو اڳ ۾ ٿهيمن سان منهن ڏئي چڪو هو تنهن سومرن کي سيکت ڏيڻ لاءِ اوچتي مٿن چڙهائي ڪئي ته سومرن جون واڻيون بتال ٿي ويون. نيٺ سلطان عمر کي اتي به مهت مليو.

انهيءَ کان سواءِ هڪ پاڙيسري (هالا جي حاڪم) راءِ ڪنوچ جي حملي جو پڻ ذڪر آيل آهي جنهن ۾ خود شيخ مغل پيرءَ ۽ سندس خاندان جو قتل عام ٿئي ٿو.

---

(1) آب ڪوثر، شيخ محمد اڪرام، ص 74.

خانہ جنگي دراصل خانہ خرابي جي نتيجي ۾ شروع ٿيندي آهي. هيڏانهن راڄن جا راڄ خانہ جنگي ۾ مصروف رهي خانہ خرابيءَ جا ڪارڻ پيدا ڪندا ٿي رهيا، تہ هوڏانهن سنڌ جي اوائلي حڪمران طبقي سومرن جي پوين جو اهو حال ۽ زوال وڃي رهيو جو مٿي ذڪر ڪيل لکت موجب خفيف نالي هڪ سومرو حڪمران سلطان محمود غزنوي جي حملي کان هيسجي شهر ڇڏي جانورن وانگي وڃي جهنگ ۾ پناهي ٿو ٿئي!

وري جڏهن غزنوي خاندان جي تباهي کان پوءِ غورين جو وارو ٿو وري تہ قباچي جهڙو ڪم ظرف حڪمران پورا ٽيويهہ سال ديبل سميت سنڌ جي شهرن، ڳوٺن ۽ قلعن تي لُڏ ڙي وانگي ليٽڙيون پائيندو حڪومت هلائيندو ٿو رهي، جنهن کي شمس الدين التمش شڪست ڏئي پنهنجي ڏاڪ ٿو ڇمائي، تڏهن وري سنڌ تي هڪ ٻيو مهانڊو سومرو حاڪم سنان الدين (دين جو ڪات) چنيسر ٻجهي ٿو جنهن شمس الدين التمش جي آڏ مڃي ۽ ان سان شامل ٿيو. عام چوائي:

دودو ڏوڙ چنيسر ڇائي،
ادو مٺو، ادي ڇائي....

سنڌ تي جڏهن بہ ڌارين ڏاڪ ڇمائڻ جا سانباها پٿي ڪيا آهن تہ اسان جا ماڻهو ڪنهن نہ ڪنهن ڪوڙي سچي ناتي سان انهن کي پنهنجو ڇڏي پاسيرا ٿيندا رهيا آهن. اهي آثار هن رسالي ۾ بہ نظر پيا اچن تہ محمود غزنوي بہ ٿهيمن مان هو. اهو ان لاءِ تہ جيئن ماڻهن کي خبر پوي تہ محمود غزنوي مسلمان تہ هڪ پاسي پر ٻئي طرف ”ٿهيم“ بہ هو! سبحان الله! تنهن جي معنيٰ تہ هو پنهنجو ئي هو ۽ پنهنجي سان مهاڏو ڏيڻ يا محاذ آرائي ڪرڻ هر حالت ۾ روا ناهي، پوءِ ڀلي تہ اهو پنهنجو سڄو ملڪ ڀينگ ڪري ماڻهن کي ٻڪ

ماري سنڌ ن ناس پٽو پوڙي ڪين دائمي غلاميءَ ۾ اڙائي ڇڏي!

ڏٺ ڏارڻ، ڏار رهڻ، ايءَ نہ سنگهارن سٽ،
ڪاهي ايندا ڪڏهين، مٿي وانڍ وَهٽ،
جي هائو هونئي مٽ، تہ بہ اوڙو لاهہ نہ ان جو.

نياز همايوني

مرڪزي اردو بورڊ، حيدرآباد.
12 جنوري 1987ع

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمد لله رب العالمين و العاقبة للمتقين و الصلواة
و السلام علیٰ رسوله و آله و اصحابه اجمعين o

روايت آهي تہ:

روحاني علوم جي سر چشمي، سبحاني فيوض جي مجسمي مخدوم عاري (1) ولد راڏي ڪلال پنهنجي مرشد ڪامل، اڪمل العارفين، خليفة الواصلين، سلطان الموحدين، ناسوت ملڪوت جي سچار، لاهوت، جبروت واري ميدان جي شهسوار شيخ سلامت مغل پيرءِ عليه الرحمت جي خدمت ۾ هي سنڌ ن زبان مبارڪ مان بيان ڪيل سير سلوڪ، شريعت، طريقت، حقيقت، معرفت، خدا جي وحدانيت، حديث شريف ۽ قرآن حڪيم جي آيتن ۽ روايتن بابت جيڪي ڳالهيون پڌيون، اهي سنڌ ن ئي روبرو لکي هٿيڪيون ڪري ڇڏيائين تہ جيئن حق جا طالب انهن جي مطالعي مان راهہ يقين حاصل ڪري ان مطابق الاهي معرفت ڏانهن گامزن ٿين. هن رسالي جا ڪل ست باب آهن. اهي باب شيخ مغل پيرءِ جي احوال کان پوءِ سلسلي موجب شروع ٿين ٿا.

(1) مخدوم عاريءِ بابت ڏسو تعليمات ڪتاب جي پڇاڙيءِ ۾.

# شيخ مغل پيرءَ جـو احوال

حضرت شيخ مغل پير ۽ سندس سڳو ڀاءُ عمر، ٻئي ننڍن ولد نيباهو جا فرزند هئا. هنن جي والده جو نالو بيبي راڻي هو جيڪا پينهر سومري جي ڌيءَ هئي.

شيخ مغل پيرءَ جي ڏاڏي نيباهو کي پائل قوم جي ماڻهن پنهنجي دشمني پاڙڻ لاءِ پينهر سومري جي سازش سان شهيد ڪري درياهه ۾ اڇلايو هو، وڌيڪ خدا کي علم آهي. هن وقت نيباهو جي قبر جو آملاڻي ڳوٺ ۾ ڏس ملي ٿو، جتي پائل قوم جا ماڻهو رهن ٿا. انهن پائلن جي لڇ اڪبري ٿيمن سان لڳي ٿي. جيتوڻيڪ اهي ماڻهو سومرن کان گهٽي قدر ڏنل ۽ هوسيل هئا، تڏهين به موقعي ملڻ تي انهن جا ست بازو (چٽا) نيباهو پٽ عمر جو، ڪبير محمد، خير محمد، حيدر، عباس، تاج محمد ۽ پير غلام، انهن پائلن ماري دفن ڪري ڇڏيا.

نيباهو جو پٽ ننڍن جيڪو ڪرراهو راهمي جي نڪ مان هو، تنهن جي ماءُ بيبي راڻي جيڪا پيٽ سان هئي، ڪيس چٽڻ کان اڳ (پنهنجي مڙس نيباهوءَ جي مارجي وڃڻ ڪري) پيءُ جي گهر هلي آئي، جتي ننڍن پيدا ٿيو. اهو ننڍن جڏهن وڏو ٿيو ته دشمنن کان پنهنجي وڏن جو وير ورتائين ۽ پوءِ پينهر سومري جي نياڻي بيبي راڄيءَ سان پرڻيو جنهن مان شيخ مغل پير ۽ سندس ڀاءُ عمر پيدا ٿيا.

عمر کي ساماٺجڻ کان پوءِ پنهنجي ناني پينپر سومري تي رکي رکي خار ايندي هئي. ان کري هن ڪيترا دفعا پنهنجي پاءُ شيخ مغل پين کي چتاءُ پئي ڏنو ته پينپر سومرو جيتوڻيڪ اسان جو نانو آهي پر چالاڪ ته هن جي ئي سازش سان اسان جا وڏا قتل ٿيا هئا، سو مونکي موڪل ڏي ته آءٌ چري ڪٽي انهيءَ جو پيٽ ڦاڙي ڇڏيان! ليڪن شيخ مغل پين هر دفعي کيس منع ڪندي سڏهه پريندو هو ته پاءُ اهڙيون ڳالهيون زبان تي نه آڻ، جو ته خدا جي مرضي اها هئي، هونءَ به گذريءَ کي ياد نه ڪرڻ گهرجي. آخر اهي ڳالهيون جڏهن پينپر سومري جي ڪن تائين پهتيون ته (انهيءَ رڳڙي کي لٽي مٽي ڪرڻ لاءِ) پنهنجي نياٽي ٻيبي راڃيءَ کي سڏائي، کيس انهي ايراضيءَ لڳ جتي پائلن جي قوم وارن نيباهو ۽ پين کي ماري دفن ڪري ڇڏيو هو، پنهنجي جاگيرن مان ٽي-چار پرڳڻا ڏئي ڇڏيائين، انهي ميراث ملڻ کان پوءِ ٻيبي راڃي پنهنجي اهل عيال سميت لڏي اچي اتي رهڻ لڳي تان جو شيخ نبن فوت ٿي ويو.

پنهنجي پيءُ شيخ نبن جي وفات کان پوءِ عمر، زماني سازي کان ڪم وٺي تن پروري ۽ لشڪر ميڙڻ ۾ لڳي ويو. شيخ سلامت (شيخ مغل پين) هن جو اهو حال ڏسي برادريءَ کي گڏ ڪري اُن جي موجودگيءَ ۾ عمر کي پنهنجي هٿن سان پڳ ٻڌرائي کيس سرداريءَ جي گاديءَ تي ويهاريو. ان کان پوءِ سندس بعيت ڪري ساڻس ملڪيت ورهايائين ۽ پنهنجو حصو وٺي خدا رسول جي نالي عزيزن، قريبن، مسڪينن، محتاجن ۽ بيواهن ۾ ونڊي ورهائي ڇڏيائين. ان مان کيس ڪاري پائي به نصيب ڪانه ٿي سواءِ پراڻن ڪپڙن جي جيڪي سندس بدن تي هئا.

انهيءَ دنياداريءَ جي خفي کان فارغ ٿي شيخ سلامت پاڻ مسجد جي پرسان هڪ حجرو تيار ڪري ان ۾ ويهي خدا

کي ياد ڪرڻ لڳو، شام جو ڪشڪول کڻي شهر مان گدا ڪري ٿي آيو. جيڪي ملپس پئي سو غريبن، مسڪينن کي کارائي پوءِ گدائي لاءِ ٿي ويو ۽ وري به جيڪي ڪجهه هٿ پئي آيس، خدا ڪارڻ ڏئي ٿي ڇڏيائين. رات جو سومهاڻي جي نماز پڙهي پوءِ پهرين پهر ۾ مسجد جا مٽ ٿي پريائين، باقي سڄي رات قرآن پڙهندي يا مسجد ۾ آيل مسافرن کي زور ڏيندي صبح ٿي ڪيائين. مسافرن مان جيڪي وڏيڪ ٿڪل يا بيمار هوندا هئا تن جي تيل مالش به ڪندو هو. هر رات پنج سيپارا پڙهي ڇهين ڏينهن قرآن ختم ٿي ڪيائين، ان جو ثواب رسول مقبول صلعم ۽ ان جي اصحابن کي پهچائيندو ٿي رهيو.

اهڙيءَ ريت سڄي رات انهيءَ شغل ۾ گذاري صبح ٿيڻ تي حجري جو در بند ڪري ايتري قدر خدا جي ذڪر فڪر ۾ محو ٿي ويندو هو جو چؤ ته، لا يعلم الاهو. خدا کان سواءِ ڪنهن کي پتو ئي ڪونه ٿي پيو. انهيءَ سان گڏ پنجئي وقت نماز پڙهڻ جو شغل به برابر جاري رکندو ٿي آيو.

چون ٿا ته شيخ سلامت (شيخ مغل پين) جڏهن اڃا ننڍي ڄمار ۾ هو ته سندس صورت شهزادن جهڙي سهڻي ۽ وڻندڙ هئي. هن جي ماءُ پيءُ توڙي سندس ناني پينپر سومري کي سموري سڌ هئي ته هي نينگر ڇڻ ڪنهن ملڪ جو بادشاهه پيو لڳي. اها سربس نه رڳو انهن کي پر ڪڇ ۽ ڪيچ مڪران وارن کي به هئي ته هي امير ابن امير، ڪرسي به ڪرسي انصار ۽ مهاجرن جي نانڪ کان وٺي اميرالمؤمنين حضرت عمر ابن الخطاب ۽ امير المؤمنين حضرت المرتضيٰ رضه، ٻنهي جي پٽ مان اصيل، نجيب، پاڪ ذات ۽ يگانو جوهر آهي، جيڪو سڀني وصفن ۾ بي نظير ۽ اندر ٻاهر نسورو نور نظر اچي ٿو. هن جي سخاوت رياض ۽ مجاهدي جو اهو ڪمال آهي جو پاڻ ٻالجتيءَ کان ئي راتيون جاڳي مسافرن ۽ مسڪينن جي سار سنڀال لهندو ٿي آيو. خوراڪ، پوشاڪ، نفساني لذت جي

هوس جسماني عيش توڙي دنيا جي ٺٺ ٺانگر کي ترڪ ڪري انهن کان پري رهندو هو.

هڪ رات جي ڳالهه آهي ته: ڪي مسافر جيڪي ڪشمير، ڪابل ملتان ۽ لاهور کان صبح جي سانباهي هلي اچي شهر جي ٻاهران درياهه جي ڪپ تي ٽوليون ٺاهي ويٺا، ته شيخ سلامت کي سندن خبر پونديءَ جيئن چاڪريءَ جي اچي اڻ تڻ لڳي. سندس ٻاءُ عمر جيڪو هن جو فرمانبردار ۽ تابع هو انهي سمي شيخ سلامت کي ڏاڍي پريشاني ٿي ته هاڻ هيترن ماڻهن جي مهماني ڪيئن ڪري سگهبي، جن جو تعداد لڳ ڀڳ ڪيترن سون تائين هو. ايتري ۾ چا ٿيو جو چار مؤڪل شيخ سلامت جي بند ٿيل هجري مان نڪري آيا ۽ کيس سلام ڪري، هٿ ٻڌي چوڻ لڳا: شيخ سلامت! اوهان هنن مسافرن جي مهمانيءَ جو ڪو به الڪو نه ڪريو ۽ نه وري اهو سوچيو ته هيترن ڄڻن جي چيٽ چاڪري ڪيئن ٿيندي. اسان چارئي مؤڪل اوهان جي حڪم جي پوئواري لاءِ هتي اچي حاضر ٿيا آهيون، اسان مان هر هڪ سان ٻارهن هزار خدمتگار موجود آهن. اوهان اسان کي پنهنجو تابعدار ڪري ڇانيو، جو اسان خدا جي حڪم تي اوهان جي خدمت ۾ آيا آهيون. توهان دلجاءِ ڪريو اسان سڄو سوڌو پاڻ تي کڻي هنن مسافرن مان هر هڪ جي اڳيان قسمين قسمين طعامن جا خونچا پري رکندا سين جيئن صبح کان شام تائين ڪائي خوش ٿيندا رهن. اسان هر هڪ مسافر جي چيٽ چاڪريءَ لاءِ پنج خدمتگار مقرر ڪري ڇڏيندا سين. هو ائين سمجهندا ته ڪنهن سردار يا شاهه، سندن مهماني جهلي آهي.

شيخ سلامت مؤڪلن جون ڳالهيون ٻڌي پڪ ٿيڻ جي حد تائين پهچي وري ٻڌ تر ۾ پئجي ٿي ويو ته متان ڪٿي اها به ڪا شيطاني حرڪت نه هجي (جيئن اهڙن موقعن تي اڪثر

خدا وارن سان ٿيندو رهيو آهي). آخر پاڻ مراقبي ۾ هليو ويو. جڏهن پوري پڪ ٿيس ته خوش ٿي اٿيو ۽ مؤڪلن سان گڏجي مسافرن وٽ ويو ۽ سندن اڳواڻ کي چيائين ته اڄ اوهان کي دعوت ڏيڻ آيو آهيان. توهان جون پلائيون پائيندس جيڪڏهن منهنجي جائي جواري جو ڳپو قبول ڪندا.

اهو ٻڌي ٻهريان ته اڌهن مسافرن کي ڏاڍي اچرج لڳي، چئي: هي غريب هيترن مسافرن جي ڪيئن پورت ڪري سگهندو؟ پر جڏهن شيخ سلامت جي نوراني شڪل ڏانهن نهاريائون ته ڪين پڪ ٿي ۽ هنن ڪٺي سندس دعوت قبول ڪئي. واپسيءَ تي مؤڪلن شيخ سلامت کي چيو ته سائين! اوهان گهڙي پلڪ هتي ترسي تماشو ڏسو ته اسين ڪيئن‌ءَ ٿا پنهنجو ڪم سر انجام ڪريون. شيخ صاحب سائن هائوڪار ڪري جهٽ پلڪ مسافرن سان ويهي ڪچهري ڪرڻ لڳو. انهي وچ ۾ چارئي مؤڪل اتان غائب ٿي ويا ۽ ويرم نه گذري ته هزارين خدمتگار پاڻ سان وٺي واپس آيا جيڪي گاهه جي گڏن ۽ ڪاٺين جي پڙين سان گڏ مٺي پاڻي جا مٽ ۽ ڪاڏي پيتي جا ٿانو ٺپا ڪٺي اچي حاضر ٿيا.

شام جو مانيءَ جي مهل ٿي ته وڙ وڙ جا طعام خونچن ۾ پري هر هڪ مسافر جي اڳيان آڻي رکيائون. هو جڏهن ڪائي پي پيٽ پري چڪا ته خدمتگار سهماڻي ڪان صبح تائين سندن چيٽ چاڪريءَ ۾ رڌل هئا. وري سڄ ايرڻي ڪان پوءِ سڀني مسافرن کي ڪارائي پياري رڄ ڪرائي ڇڏيائون.

شيخ سلامت وري پنهنجي دستور مطابق شام ٿيڻ تي ڪشڪول ڪڇ ۾ ڪٺي شهر مان گدائي ڪري ٿي آيو، جيڪي مليس ٿي سو غريبن، محتاجن ۾ ورهائي، مسجد جا مٿ پري آئي وٺي جي ڏهل ڏڪور ڪندو رهيو.

صبح جي نماز پڙهي شيخ سلامت چئني مؤڪلن سان گڏجي مسافرن وٽ آيو، ڪين چڱي تعظيم ڏيئي سندن خير

عافيت دريافت ڪيائين. جيڪا مهمانداريءَ جي دستور موجب هئي. مسافر به ادب وچان اتي هٿ ٻڌي بيهي رهيا ۽ سندس ٿورا مڃيندي ڪيس عرض ڪيائون ته اوهان وٽ جيڪي خدا جي ڏنل مان موجود آهي تنهن مان ڪجهه اسان کي به ڏياريو!

شيخ صاحب کين جواب ڏنو ته: آءٌ پاڻ ڪنهن خدا واري جي ڳولا ۾ آهيان. جيڪڏهن اوهان منهنجي ڪا رهنمائي ڪندا ته لکين ڀال ڀائيندس. ان تي مسافرن ڪٺي ماٺ ڪئي.

ٿوري دير کان پوءِ سيئي مسافر موڪلائي پنهنجي منزل ڏانهن روانا ٿيا. گهڙي نه گذري ته چارئي مؤڪل پڻ شيخ سلامت کان اجازت وٺي پنهنجي ماڳ هليا ويا. شيخ سلامت پنهنجي حجري تي واپس اچي اڳ وانگي خدا جي عبادت ۾ مشغول ٿي ويو. ان ڏينهن کان پوءِ ويتر وڌيڪ زهد ۽ مجاهدي سان گڏ خدا جي خلق جي خدمت ڪرڻ لڳو. خدا پڻ قرآن ۾ ائين فرمايو آهي ته ”جيڪو جيڪا پوک پوکيندو اُهي هلي آهو اهائي لڻندو.“ جڏهن به شيخ سلامت کي ڪا ضرورت درپيش ايندي هئي ته اهي چارئي مؤڪل هڪيا ٽڪيا اچي سندس حضور ۾ حاضر ٿيندا هئا. جيڪي گهربو هوس سو کيس اک ڇنڀ ۾ آڻي ٿي ڏنائون. سچ چيو اٿن ته ”جيڪو خدا سان آهي خدا به انهيءَ سان شامل حال آهي.“

نقل آهي ته: شيخ سلامت ننڍي وهيءَ ۾ قرآن پڙهڻ لاءِ جڏهن مڪتب ۾ ويندو هو، ته ذهن اهڙو ذڪي هوندو هوس. جو هر روز ڦرهي لکي سبق ياد ڪري ڇڏيندو ٿي رهيو. ائين به ٿي گهمرا ڏئي هڪڙو سبق ياد ڪري، وري ٻيو سبق پڻي ورتائين تان جو روزانو به ٽي ڦرهيون لکي سبق ياد ڪندو ٿي ويو. جمعي ڏينهن مڪتب جي ريت موجب صبح مردان سان قرآن جو ٿورو دور ڪري سيئي خطابين سان گڏ جي جهنگ جي سير سواد ٿي ويندو هو، اتي پهچي جڏهن ٻارائي اوتسا ۾ ٿيندو آهي، مڙئي راند روند يا ڪنهن روندشي تماشي ۾

لڳي ويندا هئا. آخر شام ڏاري سيٺي جي واپسي ٿيندي هئي. هڪ ڏهاڙي شيخ سلامت جمعي جي صبح ٿي جئن پنهنجي خطابين سان جهنگ ۾ پهتو ته هميش وانگي سڀ هڪ وڻ جي ڇانوَ ۾ راند ڪرڻ لڳا. اتفاق سان اتي ٻاهرائڙيءَ جو هڪ اُٺ سوار اچي نڪتو جيڪو ٿورو پرڀرو هڪ وڻ هيٺان اُٺ کي هُشائي ڪا گهڙي گرميءَ کان بچڻ ۽ ٿڪ ڀڃڻ سانگي اُٺ جي پر ۾ ليٽي پيو. ڪن گهڙين کان پوءِ ننڊ مان اُٿي آرس ڀڃي وري اُٺ تي چڙهي شهر هليو ويو.

شيخ سلامت ۽ ٻيا خطابي اچا اتيئي پنهنجي دل وندرائڻ ۾ لڳا پيا هئا، ته اهو اوٺي موٽي اچي ساڳي هنڌ تي مند فڪريءَ ۾ ويهي رهيو. پريشانيءَ ۾ ڪيس ڪا ڳالهه ڏي نه پئي وٺي سو مڙئي آنڌ مانڌ ۾ ٿي اُٿليو پٿليو. شيخ سلامت پنهنجي سوچ مان اندازو لڳايو ته هي غريب ماڻهو، جيڪو ڪا گهڙي اڳ هتان اٿي شهر هليو ويو. الاجي ڪهڙي ماجرا جي ڪري ٻيهر واپس ٿي ائين آتاوليءَ مان پيو پٽ کوهه ڪري، مڙئي ڳالهه ۾ ڪجهه هوندو. نيٺ ان جي ويجهو وڃي ڪائنس پڇا ڪيائين ته ڀائو! توسان آهي ته خير! سوير ته هتان سرهائيءَ مان اُٺ تي چڙهي شهر اسهيو هئين، ايتري ۾ توکي ڇا ٿي ويو جو ڏاڍي ڪنهن ارڄڻ ۾ آيل پيو ڏسجين؟ جيڪا ڳالهه هجي سا ڪولي ٻڌاءِ، ٿي سگهي ٿو ته اسين پنهنجي سر ان جو ڪو اُپاءُ ڪريان يا توکي ڪا صلاح ڏيان. اٺ واري شخص نهايت نراسائيءَ مان وراڻيو: بابا! تون اڃا ٻار آهين، منهنجي ڀلا ڪهڙي مدد ڪري سگهندين؟ ڇڱو ڇاڻين ته منهنجي ڀچر ڇڏي وڃي پنهنجي ڪرت کي لڳ! ڇونڊا ناهن ته هڪ خسارو تنهن جي متان وري ٻاڙيسريءَ جو ڪاپارو، ڇڏ ته اسين ڀلي پنهنجي ليکي پنهنجي مند فڪريءَ ۾ مران ڳران!.

شيخ سلامت وري به ڏيرج ڏياريندي کيس چوڻ لڳو: ادا، جيڪڏهن پنهنجي مشڪل جو ايڏو مونجهارو آهي ته

مولا جي مدد سان ان جو ڪو حل به نڪري ايندو، تون ڪجهه ڪچ ته سهي! نيٺ اهو شخص چوڻ لڳو: آءٌ هڪ اهڙي شاهوڪار جو غلام ۽ ڪنيزڪ (ٻانهيءَ) زادو آهيان جنهن جي بخيلائپ ۽ طبع جي تيزي هندين ماڳين مشهور آهي. ڳالهه چاهي ته هڪ هفتي کان پوءِ آن جي پٽ ۽ ڌيءَ جي شادي ٿيڻ واري آهي، جنهن لاءِ هن مونکي پئسا ڏئي اماڻيو هو ته شهر مان وڃي کنڊ جون ٻوريون خريد ڪري اچان. آئون جيئن ان ڪم سانگي هتي اچي ساهي پٽي وري وڃي شهر ۾ دڪاندار وٽ رسيس، ڏٺم ته پئسن جي ٿيلهي مون وٽ هئي ڪانه، اچي ڊپ لڳم هيڏي ساري ٿيلهي الاجي ڪيڏانهن وئي هلي، هتي شاديءَ جا سانباها پيا ٿين، هتي هيءَ ويڌن! سياڻي جيڪڏهن هتين خالي وريس ۽ اتي کنڊ جي گهُر ٿي ته ڪهڙو منهن ڪٽي کين جواب ڏيندس. هاڻ ته ادا، انهيءَ اورا ڪورا ۾ پيو پاڻ پتوڙيان، ائين پيو سمجهم ڇڻ روح قالب مان نڪري زمين آسمان جي وچ تي پيو ڪلتيون کائي. پلا پڌائينم ته هن حال ۾ تون هڪڙو خطابي ٿي ڪري منهنجي ڇا مدد ڪري سگهندين؟

شيخ سلامت، ان شخص جي سچي ماجرا کان واقف ٿي کيس چوڻ لڳو: ايتري ۾ خير، تون ڪا ڳڻتي نه ڪر، رب سائين ڪندو ته تنهنجي مشڪل آسان ٿي ويندي. هاڻ سيگهه ڪري اُت ۽ بسم الله چئي، اهي خالي ٻوريون جيڪي کنڊ لاءِ آنديون هئي، واريءَ سان پري اُت تي رکي واهو ٿيءُ ته تنهنجو واهي پاڙهين، وحده لا شريڪ لهٗ ٿيندو. پر ٻوريون انهيءَ ٿي واريءَ مان پري ڪنجانءِ جيڪا اسان راند کيڏن لاءِ هتي ڳڌائي رکي آهي. جيترو بار تنهنجو اُٺ کڻي سگهي اوترو کڻي روانو ٿيءُ خدا ڪندو مڙئي چڱي ٿيندي.

اهو پڌي پهريان ته هو شخص ٿيءَ ۾ پئجي ويو ته هي ٺينگر چوي ڇا پيو؟ هتان واريءَ جون ٻوريون پري اُت

تي ڪٺي اتي ته وڃان، پر ويندي شرط مون سان جيڪا جٺ ٿيندي سا ته ڏيهه ڏسندو. اهو ويچاري شيخ سلامت کي چيائين: خدا جا بندا، اول اها خواري ٿي جو رقم جي ٿيلهي گم ڪري وينس، ويتر وري اهي ڏس پيو ڏئين ته واريءَ جون ٻوريون پري ڪٺي وڃان! واه جو چڱي صلاح پيو ڏينم! شيخ سلامت وري به کيس زور پريو ته تون ڪيئن به ڪري سندم چيو مڃ. خدا پاڻهين تنهنجو ڍڪ ڍڪيندو ۽ سڀ سٺائي ڪندو. نيٺ هن شخص پنهنجي دل ۾ ڳڻ ڪئي ته جيڪڏهن هتان خالي ٻوريون ڪٺي اتي ويندس ته پهرينديئي فساد ۾ منهن پوندم، پر جي منهندان ئي جهيڙي ٽارڻ لاءِ اهو تب ڪري ويندس ته مڙئي پت رهجي ايندي ۽ پڙ چڙي پچڻ ۾ به سولائي ٿيندي. حال ته واريءَ جون ڪٺي اتي وڃي اڳڻ ۾ اڇلائيجن، صبح ڪان پوءِ جيڪا خواري ٿي تنهن کي منهن ڏنو ويندو. تي سگهي ٿو ته هن نينگر جي ڳالهه ۾ به ڪا سچائي هجي. آخر انهيءَ پڏتر ڪان پوءِ هو دل ٻڌي، واريءَ سان ٻوريون پري ڪٺي ڳوٺ روانو ٿيو. بس اتي پهچندي ٻوريون مالڪ جي جاءِ جي اڳڻ ۾ چڙي اٿ ڪاهي وڃي گهر آرامي ٿيو. سڄي رات ننڊ ڪانه آيس ته ايندڙ صبح تي الاجي ڪهڙو حشر ٿيندو.

هوڏانهن فجر ٿي ته اُمالڪ سندس مالڪ ماڻهن پٺيان ماڻهو هن ڏانهن موڪلڻ شروع ڪيا. چئي، ٻيئي ڪڙي اچي پهچ! هن جو اها تڪڙي ٿاهوت ڏني ته سندس واديون بتال ٿيڻ لڳيون. چئي، آئي گهوڙا، اجهو ٿو ڦاهو ڳچيءَ ۾ پوي، پر کيس ڪهڙي ڪل ته شيخ سلامت جي ڪرامت سان اڳ ۾ ئي سندس سٺائي ٿي چڪي هئي.

انت ڇا ٿيو جو هو نياپڻ پٺتان نياپا ٻڌي ڏڪندو ڪنبندو وڃي منهن پيلو ڪري مالڪ تائين رسيو. ڏسي ته سبحان الله! اڳڻ ۾ ڪڻڪ جا انبار لڳا پيا آهن ۽ مالڪ خوشيءَ مان ڪپڙن ۾ نه پيو ماپي- هن کي جيئن ڏٺائين تيئن کيس

پاڪر ۾ جهلي آفرينون ڏيڻ لڳو ته اهڙي آڇي ۽ هيتري ساري ڪنڊ تو ڪٿان آڻي ڪڍي. شاباس آهي تو جهڙي سياڻپ کي جنهن اهو وهنوار ڪري منهنجا پاڳ بيٺا ڪري ڇڏيا آهن. پوءِ ته ڏاڍي راضپي سان ان شخص کي، پنهنجي مالڪ پوشاڪون پهرائي انعام اڪرام ڏئي خوش ڪري ڇڏيو.

شيخ سلامت، چوڻ ستي ئي هن کي تاڪيد ڪري ڇڏيو هو ته اهو راز رکيو پاڻ تائين رکجان ۽ ان ڪري اها ڳالهه اتيئي رهي ۽ شيخ سلامت جو نالو نشان ظاهر نه ٿيو.

اهڙي نموني شيخ سلامت، سڀ ڪنهن سان نيڪي ۽ خدا ترسيءَ وارو رويو روا رکندو ٿي آيو! نه ته پڇاڙيءَ تائين ڪيس ڪابه آڙ اوڙ اندر سان اٿوڙئدي هئي. بيشڪ، پاڪ آهي ڏڻيءَ جي ذات جيڪا پنهنجن نيڪ ٻانهن کي ايڏي سگهه ۽ ساک عطا ڪري ٿي ۽ ڪين محويت جو عالم بخشي پاڻ تائين رسائي ٿي ڇڏي ۽ پوءِ هو جيڪي چاهين تا سو ئي ٿي ٿو پوي.

مٿي ذڪر ڪيل دور ۾ شيخ سلامت جي چمار ست ورهيه هئي جو ڪيس قرآن مجيد پڙهائڻ لاءِ مڪتب ۾ ويهاريو ويو. پاڻ اصل کان خدا جي خلق جي دلجوئي ۽ خاطرتواضع سان دلي شوق رکندو ٿي آيو. ان مان سندس خدا رسول جي محبت جو جذبو ظاهر پئي ٿيو، جنهن ۾ ڪنهن به هيٺ مٿائي جو ڪو دخل ڪونه هو.

# شيخ مغل پيڻ جو خانداني شجرو

اول حضرت آدم عليہ السلام ان جو پٽ حضرت شيث ان جو پٽ حضرت لوط ان جو پٽ حضرت ڪينان ان جو پٽ بارز ان جو پٽ اخنوخ ان جو پٽ بنوشلخ ان جو پٽ مالڪ ان جو پٽ حضرت نوح نبي عليہ السلام.

حضرت نوح کي ٽي پٽ هئا. هڪ سام ٻيو حام ٽيون يافث. سام جو پٽ ارفخشذ ان جو پٽ غابر ان جو پٽ صالح ان جو پٽ قالع ان جو پٽ ارغو ان جو پٽ شاروخ ان جو پٽ ماخور ان جو پٽ تارخ ان جو پٽ آذر ان جو پٽ حضرت ابراهيم نبي عليہ السلام.

حضرت ابراهيم کي ٻہ پٽ هئا: هڪ حضرت اسماعيل ٻيو حضرت اسحاق. حضرت اسماعيل جو پٽ قندار ان جو پٽ حمل ان جو پٽ نبت ان جو پٽ يعرب ان جو پٽ فرانيس ان جو پٽ هميع ان جو پٽ مقوم ان جو پٽ عد ان جو پٽ عدنان ان جو پٽ معد ان جو پٽ نذار ان جو پٽ مقر ان جو پٽ الياس ان جو پٽ مدرڪہ ان جو پٽ حزيمہ ان جو پٽ ڪنانہ ان جو پٽ نضر ان جو پٽ مالڪ ان جو پٽ فهر ان جو پٽ غالب ان جو پٽ لوئي ان جو پٽ ڪعب ان کي ٻہ پٽ هئا هڪ مره ٻيو عدنان مره کي ٻہ پٽ هئا هڪ ڪلاب ٻيو غنيم، ڪلاب جو پٽ قصي ان جو پٽ عبدالمناف ان جو پٽ هاشم ان جو پٽ عبدالمطلب

ان جو پٽ عبدالله ان جو پٽ حضرت محمد رسول الله صلی الله علیہ وسلم.

ڪعب جي پٽ عدنان جو پٽ عدي ان جو پٽ رواح ان جو پٽ قرط ان جو پٽ عبدالله ان جو پٽ رياح ان جو پٽ عبدالعزيز ان جو پٽ نفيل ان جو پٽ خطاب ان جو پٽ امير المومنين حضرت عمر فاروق رضي الله عنه.

حضرت عمر جو پٽ زيد ان جو پٽ عبدالله جنهن کي ٽي پٽ هئا، ابراهيم، موسیٰ ۽ ذڪريا. حضرت ابراهيم جو پٽ علي عسڪر ان کي ٻه پٽ قاص ۽ محمد هئا. قاص جو پٽ سعد ان جو پٽ قصور ان جو پٽ عليق اسعد ان کي چار پٽ، عامر، آهن، چتو ۽ چاچڪ هئا، ان کي وري ٻه پٽ محمد ۽ رڪن الدين هئا. محمد کي ٽي پٽ عمر، عباس ۽ تاجيو هئا. عمر کي ٻه پٽ شيخ المشائخ نيباهو شهيد ٻيو عباس هئا. شيخ نيباهو جو پٽ شيخ نبو جنهن کي ٻه پٽ هئا، هڪ شيخ عمر ٻيو شيخ المشائخ شيخ سلامت شيخ (مغل) پيرءَ عليه الرحمت.

شيخ پيرءَ کي چار پٽ هيا، غوث الزمان حضرت شيخ مغل قدوة الاوليا حضرت شيخ جيئو زبدة الاصفيا شيخ قرن ۽ ندوة الاتقياء شيخ يوسف عليه الرحمت.

شيخ جيئي جو پٽ شيخ تاجيو ان جو پٽ صاحب عرفان شــاهه محمود عليه الرحمت ان کـي ٽـي پـٽ جعفر، سلطان ۽ وسايو هئا. جعفر جو پٽ عبدالله ان جو پٽ محمد ان جو پٽ پونگر ان جو پٽ اسماعيل ان جو پٽ پريو ان کي ٻه پٽ رڪن الدين ۽ عيسیٰ نالي هئا. رڪن الدين کي چار پٽ پريو، ابراهيم، لڏو ۽ محمد بري هئا. پرئي جو پٽ سايون ان کي ٻه پٽ پونگر ۽ بکر هئا. سندن ماءُ مائي راڄي نالي چام گاهي کهر جي ڌيءَ هئي. پونگر جو پٽ بادو ان جو پٽ چتو، ان کي چار پٽ هرهڪ ڍهراج، گاگن، ابوڙو ۽ گاهو هئا.

ڳاهي جو پٽ ماڪرپيو ان جو پٽ ڪريم ڏنو ان جو جو پٽ ابوڙو ان جو پٽ ماڪرپيو ان جو پٽ ميان غلام حسين ان جو پٽ ميان ڏهراج، ميان رحيم ڏنو ۽ حاجي ماڪرپيو جيڪي ٽيئي خلافت وارا هئا.

حاجي ماڪرپئي کي چار پٽ: خليفو ميان حاجي غلام محمد خلافت اجو صاحب حاجي غلام مرسل، حاجي غلام رسول ۽ حاجي عبدالرسول هئا.

خليفي حاجي غلام محمد کي وري چار پٽ هڪ ولي عهد ميان ماڪرپيو، ٻيو ميان غلام دستگير، ٽيون ميان الهڏنو ۽ چوٿون خدا بخش نالي هئا. — شجرو پورو ٿيو.

# طريقت جو شجرو

1- تيو ارشاد علي کي محمد مير ملا
تيا شـــروع ان کنان، سڀئي سلسلا

2- ڏنو امام حسين کـي علي احوالا
زينت زيـن العابدين کئي حسيني حالا

3- محمد باقر مريد تيو تنهن جو طفيلا
امام جعفر ان کنان تيو صادق ثميلا

4- موسیٰ مريد تنهن جـو کاظم اماما
ڏني علي رضا کي تنهن خلافت خيلا

5- مليو معروف ڪرخي کي تنهن کان کمالا
تابع تنهن جو تيو شيخ سري سقطي سين صفا

6- بلند بغدادي تـيو، جنيد جـاء جئا
ابابکر ان کنان شيخ شبلي تيو شيعا

7- شيخ ابو عبدالواحد يمني افضل سو آنها
آهتس پرايو عبد الله طـرطـوسي تبارکا

8- ابو الحسن هيکاري پوء موحد سو مردا
افضل ابـــو سعيد تيو، والـــي ولايتا

9- اچـــي اتهان ڪـيو، جلوو جيلانا
بـاد شـاهہ پيدا ٿـيـو سـو ظـاهر زمانا

10- ابو محمد اڪمل ٿيو، عبدالقادر اقدس سر اڪبارا
مـلائڪ مريـد ٿيا، هـلي تنهن هٿا

11- جلوو جهان تي تنهن شافع جو شعا
عارف، عاشق، معشوق، اشرف اڪرم اصفيا

12- ڪامل مڪمل اڪمل، هادي هدايا
سخي سليم سالڪ، مهدي عـلـوي غطايا

13- رسي شيخ مگر پينءَ کي تنهن کنان خاصي خلافتا
سو مريد مقبل ٿيو آن جـو انور آمورا

14- ديـوان دستگير جـو والي وزارتا
وتون جي ولين، سـي آهن دست ان داتا

15- سو والي واصل واهہ ٿيو، نرمل جي نورا
شيخ جيئو مريد تنهن جـو مقبل مهديا

16- تنهن جو مريد شيخ تاجيو، هادي هدايا
جنهن کي ٿـا چون سيئي، هو واصل ولايا

17- آخر شيخ محمود بري، مقبل ٿيو تنهن جو طفيلا
بـري بحري سـو هيو، ڪامل ڪمالا

---

نوٽ: هي شجرو ڪاغذن کي اڌ وهي لڳڻ ڪري اڻ پورو هو جنهن کي ٻئي هڪ پراڻي، قلمي ڪتاب (مولف مصنف نا معلوم) تان پيٽي مڪمل ڪيو ويو. —— مرتب.

# باب پھريون

## سير سلوڪ جي بيان ۾

○

هڪ ڏينهن جيڪو پين ڏينهن کان پهارو هو، شيخ سلامت پنپهرين جي نماز کان واندو ٿي ويٺو ته اچانڪ هڪڙو مسافر جنهن جو سڄو بدن جيتوڻيڪ مٽي (دز) سان پريل هو ته به سندس منهن جي مٺيا ۽ ميناج پري ڳالهوَ مان ائين پيو لڳائي ته پاڻ ڪو صاحب دل، عارف ۽ عالم شخص آهي. هو جيئن مسجد جو در لنگهي اندر اڱڻ ۾ آيو ۽ نهايت ادب ۽ نماز سان سلام ڪيائين ته آئون (شيخ سلامت) به اوتري تواضع سان اٿي کيس سلام جو جواب ڏئي ساڻس ڀاڪر پائي مليس، حال احوال کان پوء مون هن کي وڏي سڪ ۽ محبت سان پاڻ وٽ رهايو ۽ ٽي ڏينهن ٽي راتيون سندس هر ڪا خدمت چاڪري ڪندو رهيس، ليڪن هن چڱي مڙس منهنجي انهيءَ خاطر تواضع تي ڪو خاص توجهه نه ڏنو ۽ لاڳيتو مراقبي ۾ مشغول رهندو آيو. ٻئي پاسي ڪاڏي پيتي ڏانهن به اهڙو ڪو ڌيان ڪونه هوس، لاچار جڏهن کيس ڪجهه پيش ڪيو ٿي ويو ته ان مان ٻه چار گرهه کائي مٿان لوٽيائو پاڻي پي ٿي ڇڏيائين، وري پنهنجي دستور مطابق ساري رات مراقبي ۾ ويهي وٽ ڪائيندو ۽ هڪلون ڏيندو ٿي رهيو. مون کنهن

مهل وجهه وجهي جڏهن ڪانئس پڇيو : سائين! اوهان ڪهڙي پاسي سفر جو سانباهو پنهنجي گهر ٻار ۽ وطن کان وڇڙي اچي هت پهتا آهيو؟ ۽ هاڻ اوهان جو پلا ڪهڙو ارادو آهي؟ تنهن تـہ وراڻي ڏنائين تہ : آئون حرمين شريفين جي زيارت جو ارادو ڪري گهران نڪتو آهيان. اهو ٻڌندي مون هڪدم ڪيس چيو تہ اي پلارا! تون تہ ننڍي وهيءَ جو پيو ڏسجين، توکي تہ اڃا ڏاڙهيءَ جي ريهہ بہ مس مُنهن تي لٿي آهي، تون ڪينءَ ايڏو اهنجو ڪشالو ڪري وڃي رسندين؟ ٻڌڻ ۾ پيو اچي تہ اهو سفر جنهن لاءِ تون سنبت ڪري نڪتو آهين ڏاڍو اوکو ۽ اڻانگو آهي! منهنجي انهين چوڻ تي پاڻ ورندي ڏنائين تہ : هي ڏکيو يا اوکو نہ پر ڏاڍو سؤلو ۽ سٺائو سفر آهي، تون هرو پرو وڏاءُ ۾ نہ وڃ، پر جي سچ پچ بہ ائين هوندو جيئن تون ٿو ورجائين تہ بہ آئون ان لاءِ هيڪاري وڌيڪ آتو ٿيندس. پڪ اٿم تہ اهو سفر ماڳهين ڪٺڻ وارو ناهي تڏهن بہ دل ڪانہ لاٿي اٿم، انت اُن کي ڏوري وڃي پار پوندس.

مون (شيخ سلامت) جڏهن سندس اٽل ارادو ڏٺو تہ مونکي ڏاڍي اچرج ٿي. تنهن تي پاڻ مرڪي چوڻ لڳو : نازڪ بدن شهزادا، سلطان عمر جا پاءُ! تون جيڪو هن ملڪ جو والي وارث آهين، توکي ڪهڙي ڪل تہ سفر ڇا ٿيندو آهي، مون وراڻيو: آئون بہ تنهنجيون ڳالهيون ٻڌي ٿو سان گڏ سفر لاءِ آتو ٿيو آهيان. ان تي هن وري چيو: توکي ڪهڙي ڪٿي ڪنيو آهي جو اهي شاهي عيش عشرت ڇڏي ڏٺيءَ جي تات ۾ لڳو پيو آهين؟ آخر ڪا تہ ڳالهہ هوندي. آئون هيڏانهن ورندي جڏهن شهر جي ٻاهران اچي ماڻهن کان خبر چار وٺڻ لڳس تہ ڪنهن تنهنجي باري ۾ ٻڌايم : شهزادو امير پينءَ چريو ٿي پيو آهي، سو سڀڪجهہ ترڪ ڪري فقيري اختيار ڪئي اٿائين. تنهن چواڻي اسان بہ تو وانگي چريا ٿي سڀ ڪجهہ تيا ڳي چڪا آهيون.

مون نيٺ ڪيس زور ڀريو ته پلائي ڪري ڪي ڏينهن اسان وٽ ترسي پؤ، ته دل سان تنهنجي چيٺ چاڪري ڪجي، پر هو ايتري بحث مباحثي کان پوءِ به اتي ڪڙو ٿيو ۽ هڪدم منزل مقصود ڏانهن رُخ رکيائين.

شيخ سلامت چيو: آئون هن جي تعظيم ۽ رستي ڏيکارڻ جي بهاني سائس گڏجي شهر کان ٻاهر آيس، ڪي غلام ۽ خدمتگار جيڪي اُن وقت اتي موجود هئا، اهي به پٺيان هلڻ لڳا پر مون کين منع ڪندي ٻڌايو: آئون مهمان کي اڳيرو ڪري واپس وريو ٿو اچان، ان تي اهي اتيئي ترسي پيا.

تن ڏينهن ۾ شيخ سلامت جي چمار چوڏهن ورهيه هئي. پاڻ حج جو ارادو ڪري مسافر سان گڏجي ڏکھي سفر تي روانا ٿيا. جنهن جو نالو سلطان سرور (1) هو. اڃا پنڌ ڪندي ٿورو پريرو ويا ته شيخ سلامت ان کي چوڻ لڳو: اڄ ته اڄ ايترو ڏوڙون جو اک ڇنڀ ۾ سؤ ڪوهه کان به مٿي پنڌ هٽي وڃون!

هيڏانهن شيخ صاحب کي اها جهوري ته هوڏانهن مسافر سلطان سرور کي اچي پنهنجي سر جي لڳي. شيخ سلامت کي چوڻ لڳو: زورآور! اجهو ٿو پٺيان ڪو ممڻ مچي. هاڻ مهرباني ڪري تون هتان ئي واپس وڃ، جو تون اڃا ٻار آهين. هتان پاڻهين (عمر) تنهنجي ڪڏ ڪٽڪ چاڙهي نڪري پوي ۽ مان غريب، راهه ويندي ماريو وڃان!

شيخ سلامت چيس: دلجاءِ ڪر، هن وقت جيڪڏهن ڪو پڪي به پَر ساهي اسان جي پويان پوندو ته پهچي ڪونه سگهندو. پوءِ شيخ صاحب چوي ٿو ته اسان ٻئي پنڌ هٽندا اچي لاهري بندر، (2) تي رسياسين، جتي رات رهي، ساهي پٽي صبح

---

(1) سلطان سرور جي احوال بابت ڏسو تعليقات، ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾.

(2) لاهري بندر لاءِ ڏسو، مختصر نوٽ، تعليقات ۾.

جو جهاز ۾ چڙهي هليا سين جيڪو اڳ ئي رواني ٿيڻ لاءِ تيار بيٺو هو. جهاز ٿورو پنڌ ڇڪي وچي سمنڊ ۾ داخل ٿيو.

پوپان شيخ سلامت جي پاڻ، سلطان عمر کي جيئن سندس اچانڪ غائب ٿي وڃڻ جي خبر پئي ته تنيءَ تاءِ چوڌاري پنهنجا ماڻهو ڊوڙايائين. هنن گهڻي ئي مٿا مونا هنيا پر شيخ سلامت ۽ سندس ساٿيءَ جو ڪين ڪوبہ پتو ڪونہ پيو. نيٺ واپس هليا آيا.

شيخ سلامت جي زباني ته اسان ستاويهن ڏينهن جي سفر ڪان پوءِ جدي جي بندر تي پهچي جهاز مان لهي، مڪي پهتاسين جيئن ته حج جا ڏهاڙا ويجها هئا، ان ڪري حج پڙهي وري مديني اچي رسول مقبول صلعم جو روضي پاڪ جي زيارت ڪان مشرف ٿي ڪي ڏينهن سيد الابرار جي حضور ۾ گذاري اتان بدر جي واديءَ ۾ آياسين (1).

بدر هڪ ڪوهہ جو نالو آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته جڏهن حضور ڪريم جن مديني ۾ آيا ته پنهنجي عمر جا باقي نو سال، يارهن مهينا ۽ چوويهہ ڏينهن اتي گذاريائون. انهي عرصي ۾ ٿي عمرا ۽ هڪ حج (جنهن کي حجتہ الوداع سڏيو وڃي ٿو) ڪيائون ۽ ستاويهن غزون ۾ حصو ورتائون جن مان غزوه بدر مشهور آهي. انهن غزون (جنگين ۾ حضور جن پنهنجي سر سواري ڪئي هئي. قريش ۽ نبي ڪريم جي وچ ۾ اها پهرين چڪري هئي جيڪا انهي هنڌ لڳي. ان ۾ قريش مان ابوسفيان

(1) قلمي نسخي ۾ بدر ۽ خيبر جي سفر جو سلسلو ٽٽل هو ۽ اهي ڪاغذ غلطي وچان بئي هنڌ ٽاڪيل هئا، جن کي چڱيءَ طرح پڙهي درست ڪري هت شامل ڪيو ويو آهي جيئن سلسلو برابر قائم رهي، وڌيڪ ڏسو تعليقات ۾ بدر ۽ خيبر جو بيان. — مرتب.

عمر عاص، ۽ عمر هشام چاليهن سوارن ۽ پيادن سان شامل هئا، جيڪي شام کان واپس اينديءَ يهودين جي وسنديءَ ۾ پهتا. اها خبر جڏهن رسول ڪريم جن کي ملي ته انصار ۽ مهاجرن کي انهن جي سڌ سماءِ لهڻ لاءِ آماڻيائون. هوڏانهن ابو جهل جيئن انهيءَ صورتحال کان واقف ٿيو ته ڪعبي جي ڇت تي چڙهي دانهون ڪرڻ لڳو. چئي، قريش وارؤ! وارو ڪريو جو محمد (صلعم) انصار ۽ مهاجرن کي اسان جي ماڻهن جو پيڇو ڪرڻ لاءِ موڪليو آهي. جيڪڏهن اوهان اڄ ميدان تي مقابلو ڪرڻ نه آيا ته پوءِ پرينهن پنهنجو ڪوبه چاڙهو يا چارو نه ٿيندو.

ان کان اڳ اميرالمؤمنين حضرت عباس جي پيڻ خواب لڌو هو ته فرشتن، آسمان تان مڪي ۾ نازل ٿي قريش وارن تي پٿر وسايا آهن ۽ قريش جو ڪوبه گهر انهي الاهي آفت کان ڪونه بچي سگهيو. حضرت عباس اهو خواب بيان ڪري ابو جهل کي جهليو به هو ته جنگ لاءِ اهڙي ڪا به تڪڙ چڱي ڪانه ٿيندي، پر هن پنهنجي هٺ جي ڪري اها ڳالهه ڪا نه مڃي.

هاڻ جو هيءَ واردات ڏٺائين ته پندرهن سؤ پيادا ۽ سوار سات ڪري بدر جي ميدان ۾ لهي آيو. حضرت جبريل نبي ڪريم جن کي اچي ٻڌايو ته خدا اوهان سان ٻن ڳالهين جو وعدو فرمائي ٿو. توهان يا ته قريش جي شام کان آيل قافلي تي ڪاهيو يا خود قريش جي مٿان ڪاهه ڪريو. جيڪي بدر تي چڙهائي ڪري آيا آهن. ٻنهي صورتن ۾ سوڀ اوهان جي ٿيندي.

حضور جن جي مرضي اها ٻيئي ته قافلي کي ڇڏي ان جي بدران قريش تي ڪاهجي. ان لاءِ اصحابن سان صلاح ڪيائون ته ٻنهي مان ڪهڙي ڳالهه وڌيڪ مناسب ٿيندي؟ جنهن تي حضرت علي، حضرت عمر ۽ سعد معاض اٿي بيهي چيو ته اي رسول خدا جا!

اسان اوهان جي رضا تي راضي آهيون، جيئن اوهان کي چڱي ڏسڻ ۾ اچي تيئن ڪريو. اهو ٻڌي پاڻ قريش وارن ڏانهن منهن ورائي چيائون: ياد رکو، هن معرڪي ۾ سوڀ اسان جي ٿي ٿيندي، توهان پاڻ ڏسندؤ تہ فلاڻي هنڌ ابوجهل جو لاش پيو هوندو. فلاڻي جاءِ تي ابي حنظلہ جو مڙهہ تہ فلاڻي جڳهہ تي عمر هشام جو ميت پيو هوندو، ۽ اميہ بن خلف جو پيٽ ڦاڙيو ويندو. پاڻ انهن هر ڪنهن جي حشر بابت بيان ڪندا ويا.

اصحابن مان جيڪي اول انهيءَ ڳالهہ تي آنا هئا، تہ قريش ٻدران سندن قافلي کي لٽيو وڃي، سي سڀ جنگ لاءِ تيار ٿي بيٺا. حضور جن ٽي سؤ پندرهن پيادن ۽ سوارن سان بدر جي ميدان تي آيا، انهيءَ وچ ۾ ابو جهل کي پڪ پئجي وئي تہ قافلو ڪنڌيءَ واري پاسي کان اڪري سلامتيءَ سان اڳتي وڌي چڪو آهي، ۽ قريش وارا پوئتي موٽ کائڻ جي ڪري رهيا آهن تہ پاڻ ابو جهل وڏي واڪي کين چوڻ لڳو: قسم آهي لات (بت) جو تہ اسان ڪنهن بہ حالت ۾ پوئتي موٽڻ نٿا چاهيون. اسان کي هتي ترسي شراب پي عيش ڪرڻو آهي، جيستائين محمد (صلعم) ۽ سندس اصحاب ميدان مان نڪري هلن.

ٻي پاسي حضور جن بہ نڪري هليا ۽ جڏهن بدر کان ٽي ميل اورتي آيا تہ پاڻي کٽي ويو. لاچار تيمم سان گذارو ڪيائون. قريش وارن کي خبر پئي تہ چوڻ لڳا: جيڪو پڪي اسان جي ڪوڙڪيءَ مان بچي نڪتو هو سو وري اچي انهيءَ ۾ ڦاٿو آهي. آخر ٻئي ڌريون دو بدو ٿيون ۽ ٻنهي پاسن کان ويڙهہ شروع ٿي وئي جيڪا صبح سوڌي هلندي رهي.

ابوجهل لات ۽ عزيٰ (بتن) جو قسم کڻي چيو: آئون تيستائين ماني کونہ کائيندس جيستائين محمد (صلعم) جو سر ڌڙ کان ڌار نہ ٿيندو. پوءِ ڇا ٿيو جو ويڙهہ هلندي حضور جا

اصحاب اُج جي سختيءَ کان ھچي سمھي پيا، سندن اک لڳي تہ شيطان اچي سڀنيءَ کي احتلام ڏياريو، سواءِ نبي ڪريم، حضرت علي ۽ حضرت عمر فاروق جي ٻيو ڪوبہ اھڙو نہ ھو جنھن کي احتلام نہ آيو ھجي. رات جي پوئين پھر ۾ سڀئي پريشان ٿي حضور جن وٽ آيا، ڪين عرض ڪيائون تہ اسان ھينءَ ابليس جي آري ۾ اچي ويا آھيون، ھاڻ جنگ ڪيئن ڪنداسين. ھتي تہ ايڏي واري وچائي پئي آھي جو گوڏن پر اندر پيھي وڃڻو پوي ٿو.

اوڏي مھل پاڻ ڪريم جن ھٿ مٿي ڪئي ڏٺيءَ در دعا گھري تہ ھڪدم رحمت جو مينھن وسي پيو جنھن مان سڀني اصحابن سڳورن ڌوئي پوئي صفائي ڪئي؛ پاڻي پوڻ جي ڪري سڄي واري بہ وھجي وئي جا ڪين ڏکي لڳي رھي ھئي. پڇاڙيءَ صبح جي نماز پڙھيائون وري سج اڀريو ڏہ نئين سٽين سپ جنگ ۾ جنبي ويا.

انھيءَ وچ ۾ وري ابليس کي وارو ملي ويو جيڪو سراقہ (1) (قريش جي بُت) جي روپ ۾ ھزارين زرھ پوش ڪندانين جي لشڪر سان جھنڊو ڦڙڪائيندو ميدان ۾ لٿو ۽ قريش جي وڏن (ابو جھل ۽ ٻين) اڳيان گوڏا کوڙي نيزاريءَ سان چوڻ لڳو: آءٌ شرمسار آھيان جو اوھان جڏھن مون کي ياد ڪيو تہ محمد (صلعم) اجھو مڪو ڇڏي مديني وڃي رھيو آھي جنھن جو ٿون (ابليس) وڃي اڳ وٽ تہ جيئن ھو راھہ ۾ ٿي رڪجي پوي. مون ان مھل ڪوتاھي ڪئي ۽ اج اھا ڪاڻ پوري ڪرڻ لاءِ ھتي اچي رسيو آھيان، انھيءَ ارادي سان تہ اوھان جو پانھن ٻيلي ٿي پاڻ ملھايان. ھاڻ اوھان ڇٽا، آئون ڄاڻان منھنجو ڪم ڄاڻي. ھنن (مخالف ڌر وارن) سان اھا تعدي ڪري ٿو ڏيکاريانو جو اُڪ ملڪ ڏسي رھندا. آخر

---

(1) سراقہ لاءِ ڏسو تعليقات ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾.

قريش وارن سندس پٺين تي لڳي سراقہ (ابليس) کي پنهنجي لشڪر جي اڳيان رهوار ڪيو.

حضور اڪرم جي اصحابن جڏهن اها حالت ڏٺي، پاڻ ڪريم جن کي عرض ڪيائون: اسان ٿورائي ته آهيون، قريش جو لشڪر تمام گهڻو ٿي ويو آهي، ويتر جو سراقہ جو لشڪر اچي ان سان گڏيو آهي ته ڏاڍي اوکي ڳالهه پئي لڳي. آخر هنن سان ڪيئن مهاڏو اٽڪائي سگهبو؟

حضور جن، اصحابن کي ڳارائي ۾ ڏسي آسمان ڏانهن منهن ڪري چيو: الاهي! اڄ جيڪڏهن هي مٺ جيترا مسلمان ڪافرن جي لشڪر هٿان مارائي ڇڏيندين ته سڄائي زمين تي اهڙو ڪو به نه بچندو جيڪو تنهنجي وحدانيت تي ايمان آڻيندو.

گهڙي نه گذري ته جبريل، ميڪائيل ۽ اسرافيل سان گڏجي هزارين فرشتا جامن عمامن سان پهريل ساڻ ڪري زمين تي آيو. سيئي فرشتا ڀلن گهوڙن تي سوار هئا، اينديءَ شرط نبي ڪريم جي لشڪر ۾ شامل ٿيا. هوڏانهن ابليس جنهن سراقہ جي روپ ۾ قريش وارن جي اڳواڻي پئي ڪئي اڃا هن ڌر جي لشڪر تي حملي ڪرڻ جي سانباهي ۾ هو ته ايتري ۾ سندس نظر وڃي حضرت جبريل تي پئي جنهن نبي ڪريم جي لشڪر جي اڳواڻي تي ڪئي. ابليس اهو لقاءُ ڏسي هڪدم ميدان ڇڏي ڀڳو ۽ پوين (قريش وارن) کي هار ڪائڻي پئي. چو ته ابليس سان گڏ جيڪي ننڍا وڏا خناس گڏجي آيا هئا، اهي به ميدان مان رفوچڪر ٿي چڪا هئا.

قريش وارن جو اوچتي اها ويڌن ڏٺي ته واويلا ۾ پئجي ويا. چئي اها ڄڻ اسان سان سراقہ وارن ڪئي آهي جنهن مدد جو دلبو ڏئي اسان کي اڪيلو ڇڏي اهو ڏينهن ڏيکاريو! وري ابوجهل جو اهو هاچو ڏٺو ته آپي هٿين سراقہ کي صلواتون سڻائي چوڻ لڳو: هچارا! تو هي ڇا ڪيو، مٺ جيترن ماڻهن

کان ڪَـوَ ڪاڏي ڀڳين؟ مگر ابليس ڪا وراڻي نه ڏني، جيئن پنهنجي مُنهن ميدان ڇڏي وئي پاڇڙ ۾ پيو تيئن ئي ويندو رهيو.

سراقه جي لشڪر جي پاڇ ڪان پوءِ قريش وارن هار کاڌي، ملائڪن ۽ اصحابن گڏجي هنن تي اهي وسڪارا ڪيا جو ڪين ڏينهن جا تارا ڏسڻا پيا.

اصحابن کان روايت آهي ته: ان ڏينهن اسان اڇا ڪافرن جو پيڇو پئي ڪيو ته اڱواٽ ئي وٺ وٺان ۽ مارا ماري جون دانهون ڪوڪون پڌڻ ۾ آيون. ڪافرن جون سريون اڪ ڇنبي ۾ ڌڙن کان ڌار ٿينديون پئي ويون. هر ڪافر جي مٿان ڪونه ڪو سوار اچي ٿي ڪڙڪيو ۽ ڪن پل ۾ ڪيس ختم ڪري پئي ڇڏيائين. اهو نظارو انهن پئي لڳو جيئن ڪاڻي پڇندي ٺڪاءُ ڏيندي آهي، تيئن ڪافرن جي کپرائين مان ٺڙڪاٽ نڪري رهيا هئا. ڪيترا سوار جنگ ۾ حضور جن جي ساڄي کاٻي نگهباني لاءِ بيٺل نظر ٿي آيا، ابو جهل ۽ قريش جا پيا سردار: عمر هشام، شيبه بن ربيع، عتبه، ربيعه وليد، اميه بن خلف، عطبه ابي مُعيط، عمار وليد، حارث ۽ ستر پيا ماڻهو موجود هئا. هڪ روايت موجب سوين هزارين ماڻهو انهن جڳهن تي مُئا جن لاءِ حضور جن پاڻ پيشين گوئي ڪئي هئي.

حضور جن آخر پنهنجي ماڻهن مان ڪنهن کي حڪم ڪيو ته: وڃي ابو جهل جي ڪا خبر چار لهي اچي، مري ويو يا اڃا جيئرو آهي؟ مونکي پڪ آهي ته هو ضرور هريا (ختم) ٿي چڪو هوندو. جانچ ڪندي خبر پئجي وئي ته (عبدالله بن مسعود وٽان) ابو جهل ميدان اندر زخمن کان چور ٿي پين لاشن وچ ۾ واريءَ اندر منهن لڪايو پيو آهي.

عبدالله بن مسعود (1) سندس (ابو جهل) جي ڇاتيءَ تي

(1) عبدالله بن مسعود وفات 9 رمضان 32 هه.

لت ڏئي، ڪيس ڏاڙهيءَ کان ڇڪي مٿي ڪري سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيس. پوءِ اها ڪٽي حضور جن وٽ آيو. ائين پيو سجهي ڄڻ ڪنهن گنبذ جو نيل لاهي پٽ تي اڇلي ڦٽو ڪيو هجي.

حضور جن ابوجهل جو اهو حشر ڏٺو ته پاڻ سجدي ۾ ڪري پيا ۽ شڪرانا بجا آڻي چيائون: اڄ امت جو فرعون قتل ٿي ويو. قريش جا جيڪي پيا سردار: حضرت عباس، رسول ڪريم جن جو چاچو، حضرت اميرالمؤمنين حضرت عليءَ جو ڀاءُ ۽ ابوالعاص، رسول ڪريم جو ڄاٽو، سڀ قيد ٿي چڪا هئا. تن جي باري ۾ حضور جن اصحابن سان صلاح ڪئي ته هاڻ هنن جو ڇا ڪيو وڃي. تنهن تي حضرت عمر فاروق ۽ سعد معاص وراڻيو: اسان کي حڪم ڪريو ته انهن جون منڍيون ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيون، جن اوهان کي ڪوڙو ۽ جادوگر ڪوٺيو هو ۽ اوهان کي برادريءَ مان ڪڍي ڇڏيو هئائون. ان تي حضرت ابوبڪر چوڻ لڳو: اي رسول! اهي تو مان آهن ۽ تون انهن مان آهين، انهن کي آزاد ڪري ڇڏ! حضور جن انت انهن کي آزاد ڪري ڇڏيو.

جنگ بدر لاءِ مديني کان نڪرڻ مهل حضور جن وٽ ٽي سؤ ڀارهن پيادا هئا، پاڻ دعا گهري هئائون ته خدايا! تون هنن سڀني کي سوار ڪجانءِ. خدا جي حڪم سان بدر جي جنگ کٽڻ کان پوءِ اصحابن مان ڪو به ائين (بنا سواريءَ جي) ڪو نه رهيو. هر ڪنهن وٽ ٿلهي ليکي ڪجهه ته ٻه ٻه گهوڙا ۽ ٻه-ٽي اٺ ضرور هئا. حضور جن جڏهن حضرت عباس کي فديه (1) ادا ڪرڻ لاءِ چيو. هن وراڻيو ته: مون وٽ ڪا به شيءِ ڪانه بچي آهي. حضور جن وري ڪانئس پڇا ڪئي: ڀلا جنهن ڏينهن تون لشڪر سان گڏجي جنگ تي نڪتو هئين،

---

(1) فديه - ڏنڊ وٺي جنگي قيدي ڇڏائڻ.

ته ابوجهل کي چيو هو ته: جڏهن جنگ ۾ سوپ ٿي ته دشمن تڪليف ۾ پئجي ويندو ان لاءِ مان، يعني تون اي عباس، ٿي سؤ دينار ۽ اولاد اڳواٽ ئي تنهنجي (ابوجهل جي) حوالي ڪري ڇڏيندين.

حضرت عباس چيو، مون جڏهن ابوجهل کي دينار ڏنا ته اتي ٻيو ڪو شخص موجود ڪونه هو، اوهان کي اها خبر ڪنهن ٻڌائي؟ حضور جن جواب ڏنو ته اها خبر مون کي جبريل ٻڌائي هئي. اهو ٻڌندي حضرت عباس حضور جن تي ايمان آندو ۽ ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو.

اسان زيارت ڪان پوءِ بدر ڇڏي بيت المقدس آياسين اتان وري اسان جي خيبر جي قعلي ڏانهن روانگي ٿي. جنهن بابت مشهور آهي ته حضور جن، اصحابن جو لشڪر وٺي، اتي ويا هئا. خيبر وارن اسلام جي دعوت قبول نه ڪئي، نه وري جزيه (1) ڏيڻ تي راضي ٿيا. آخرڪار ان تان جنگ لڳي.

حضور جن ان جنگ ۾ اول جهنڊو حضرت عمر فاروق کي ڏنو. کي ڏينهن جنگ هلي، ان ڪان پوءِ جهنڊو حضرت ابوبڪر کي ڏنو ويو. هن به ڪيترا ڏهاڙا جنگ ڪئي. وري به ڪيئي ڏينهن گذري ويا پر جنگ اچا اڻکهندي وٺي ۽ فتح جي ڪابه صورت نظر ڪانه آئي. حضور جن آخر سوچڻ لڳا، ته هاڻ جهنڊو ڪنهن جي هٿ ۾ ڏنو وڃي؟ هتي اهڙو ڪو خدا جو پيارو هجي جنهن جي هٿان خيبر جو قلعو فتح ٿي سگهي! تڏهن حضرت علي اکين جي تڪليف ڪان پنهنجي گهر ۾ پيو هو، حضور جن کي ان جي ڏاڍي ڳڻتي هئي. ٻئي طرف خود حضرت عليءَ کي به اها آون لڳي پئي هئي ته حضور جن جو الائي ڇا حال ٿيو هوندو.

حضرت علي اکين تي پٽي ٻڌي انهيءَ ئي حال ۾ گهران روانو ٿيو. سڌو اچي اتي پهتو، جتي نبي ڪريم جن اصحابن سان

(1) جزيه — غير مسلمن تي مڙهيل ڍل.

گڏ نماز ۾ مشغول هئا. هي پاڻ وچي پوئين صف ۾ ويٺو، نماز کان پوءِ حضور جن سلام ورائي حضرت علي جي پڇا ڪئي. اصحابن چيو: اي رسول صلعم! علي ته اکين جي آزار کان مديني ۾ رهيو پيو آهي. حضور جن واکو ڪيو ته حضرت علي لبيڪ چئي اٿي بيهي رهيو. کيس چيائون: علي! اورتي آءُ! حضرت علي جيئن حضور جن جي ويجهو ويو ته پاڻ پنهنجو لعاب (پِڪَ) مبارڪ عليءَ جي اکين تي مليو، انهيءَ گهڙي حضرت عليءَ جون اکيون تڪليف کان آجيون ٿي ويون. پوءِ حضور جن جهنڊو کين (حضرت عليءَ کي) سونپيو.

حضرت علي جيئن جنگ جي ميدان ۾ لٿو تيئن خيبر جو بادشاهه (1) مرحب پنهنجو لشڪر وٺي سندس سامهون ٿيو. هن جي مٿي تي هڪ جنگي ٽوپ هو جنهن جي مٿان هڪ بي بها ياقوت پٿر جڙيو ان ياقوت جي ماپ ڪڪڙ آني جيتري هئي. پهرينءَ سٽ، مرحب حضرت عليءَ تي حملو ڪيو پر پاڻ ان کي گسائي ڇڏيائين يعني حضرت علي اهو وار لنوايو ۽ پنهنجي ترار ذوالفقار مٿس وهائي ڪڍيائين جيڪا مرحب جي ٽوپيءَ مٿان جڙيل ياقوت کي ٻه اڌ ڪندي سندس ڇوٽيءَ کان پيرن تائين پار ٿيندي وئي. مرحب جو بدن هڪ ئي ڌڪ سان ٻه اڌ ٿي ويو ۽ هو وڃي دوزخ داخل ٿيو.

مرحب کان پوءِ ان جو ڀاءُ ميدان تي لهي آيو جنهن جي مقابلي لاءِ زبير عامر نالي اصحابي پنهنجي لشڪر کان ٻاهر نڪتو ۽ اک ڇنڀ ۾ انهيءَ کي پورو ڪري ڇڏيائين. ايتري ۾ يهودين جو لشڪر ميڙو ڪري حضرت علي جي مٿان ڌوڪي آيو جنهن ۾ حضرت علي اچانڪ پنهنجي ڍال ڪري پوڻ سبب زخمي ٿي پيو پر هن جي پير ۾ جيڪو قلعي جي دروازي لاءِ

---

(1) هي عبارت اصل متن جي ص نمبر ۵۵ جي آهي. مرحب بابت مشهور آهي ته هو بادشاهه نه پر هڪ بهادر هو. ـــ مرتب

تيار ڪرايل دشمن ڏر جو تختو پيل هو سو ڍال طور استعمال ڪيائين. ابو رافع اصحابي بيان ٿو ڪري ته جنگ کان پوءِ جڏهن آئون پاڻ ۽ ستر ٻيا اصحابي گڏجي ان تختي کي اٿارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳاسين ته اهو تختو ايڏو ڳرو هو جو هڪ ٿِر به پنهنجي جاءِ تان نه چُريو!

جنگ ڏاڍو زور ورتو ايتري قدر جو ڪو نبيرو نه پئي ٿيو. حضرت علي ٽپ ڏئي چاليهه هٿ ڊگهي خندق (کاهي) ٽپي قلعي جي دروازي تائين وڃي پهتو ۽ ان دروازي کي پاڙون پٽي پري ڪٿي اڇلايائين. ان مان ايڏو ته ڌڏڪو پيدا ٿيو جو سڄي زمين ڏڪي وئي. جبريل هڪدم اچي حضور جن کي چيو: حضرت عليءَ هينئر جيڪو زور ڏيکاري چڪو آهي سو جيڪڏهن پيهر ڏيکاريائين ته زمين اٿلي پوندي پوءِ ڪنهن ماڻهو ۽ مرونءَ جو خير نه هوندو. خدا ٿو فرمائي ته اسان کي اڄان هن دنيا ۾ ڪي ڪارناما ڪري ڏيکارڻا آهن. اوهان حضرت علي کي چئو ته پنهنجو زور ڍرو ڪري. پوءِ ائين ڪيو ويو ۽ حضرت علي آخر آهستي خيبر جو دروازو ڪٽي خندق جي مٿان رکيو جيئن اچڻ وڃڻ ۾ پُل جو ڪم ڏئي سگهي پر خندق وڏي هئي ۽ دروازو پوريءَ طرح ان جي مٿان نه پئي آيو ڇو ته خندق چاليهه فوٽ هئي دروازو پورا ٽيهه هٿ هو.

حضرت علي جڏهن ڏٺو ته دروازو خندق تي پورو نه پيو بيهي سو اهو پُل جو ڪم به نه ڏئي سگهندو. هاڻ ڇا ڪيائون جو هيٺ خندق ۾ لهي پيو ۽ مٿان رکيل قلعي جي دروازي کي ڪلهو ڏئي بيهي رهيو ۽ لشڪر کي چيائين ته سڀ اُن جي مٿان لنگهي بي فڪريءَ سان پار هليا وڃو! حڪم ملڻ تي سمورو لشڪر اتان پار ٿيڻ لڳو. پڇاڙيءَ پاڻ نبي ڪريم جن اچي انهيءَ دروازي تي پير رکيو ته حضرت علي کان دانهن نڪري وئي. حضور جن کي چوڻ لڳو: اي نبي! جلدي لنگهي

پار ٿيءُ جو علي جا هيٺا هڏ نبوت جو بار سهي نٿا سگهن! اهو ٻڌي رسول جن جلدي اُڪري پار ٿيا. اهڙيءَ ريت ارڙهن ڏينهن جي ڄاءِ کان پوءِ اها جنگ پوري ٿي ۽ خيبر مسلمانن جي هٿ آيو. جيڪي ماڻهو مفتوح ٿيا تن سڀني کي اسلام ۾ داخل ڪيو ويو.

اُتان پيرو ڪري اسان وري بيت المقدس ۾ آيا سين، جتي هڪ لک چوويهه هزار انبياء ڪرام آرامي آهن. بيت المقدس سان گڏ اسان انهن جي مزارن جي به زيارت ڪئي. هتي مسجد اقصيٰ ۾ هر روز خدا جون هزارين رحمتون نازل ٿين ٿيون. هر شخص اُتي نماز پڙهي يا ڪا گهڙي ويهي خدا کي ياد ڪري ٿو ته اهو سندس اڳيان پويان گناهه معاف ڪري ٿو ڇڏي (1).

اُتان ٿي اسان وري دمشق پهتا ٿيا سين ۽ جامع مسجد ۾ جيڪا عمر بن عبدالله تيار ڪرائي هئي، ان مسجد جي اڏاوت تي ستر اُٺن تي پريل رقم خرچ ڪئي وئي هئي. مسجد جي چوڌاري ٻارهن هزار نبي سڳورا ستل آهن. هرهڪ جي قبر جي پرسان سنگ مرمر جو ٿنڀو آهي جنهن تي فانوس ٻاريو وڃي ٿو. مسجد جي چئني ڪُنڊن تي فوهارا لڳل آهن جن جي پر پاسي ويهي هرڪو آسائش وٺي ٿو.

اُتان ڦري خسرو ۽ شيرين جي محل ۾ تخت وٽ آيا سين (2). هتي ڪڏهن فرهاد گدائي پئي ڪئي ته اوچتو شيرين جي حسن تي نظر پئجي ويس، ويچارو دل ڦرائي فقيرن وانگي ڪيئي ورهيه اُتي ويٺو رهيو. آخر اها ڳالهه وڃي خسروءَ تائين پهتي. فرهاد کي پاڻ وٽ گهرائي هزارين حيلا هلايائين ته هو

(1) الاهي بخشش واري اها مسجد اڄڪلهه يهودين جي قبضي ۾ آهي جنهن تي هو هيڪل سليمان جي اڏاوت ڪرڻ ٿا چاهين.
(2) خسرو شيرين بابت: ڏسو تعليقات ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾.

اتان ٿري، پر فرهاد وچڻ جي ڪانه ڪئي. آخر فرهاد کي چيائين: تون جڏهن اسان کي ٽڪر ٽڪي ڏئين ته شيرين کي تنهنجي حوالي ڪيو ويندو. فرهاد هڪدم اها ڳالهه قبول ڪئي ۽ ٻي ڏينهن پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويو. جڏهن ٽڪر ٽڪي دنگ ڪيائين ته خسرو کي خبر ڏني وئي. هو بلڪل سڪتي ۾ اچي ويو ڇو ته وعدي مطابق هاڻ فرهاد کي شيرين جو بازو حوالي ڪرڻو هوس. پوءِ ڪي ڏينهن هو انهي منډ فڪريءَ ۾ هيو ته آخر ڇا ڪرڻ کپي. ايتري ۾ هڪ ڪسبياڻي وٽس ڪهي آئي جيڪا هر طرح پنهنجي هنر ۾ هشيار هئي. خسرو خوش ٿي ان کي چوڻ لڳو. خدا جي واسطي وارو ڪر جو منهنجي پت ٿي وڃي. تو کي مان دل گهريا انعام اڪرام ڏيندس.

ڪسبياڻي چوڻ لڳي: آئون اجهو ٿي تنهنجي انهي ارچڻ جو اپاءُ ڪريان رکو مون کي حلوو ۽ مٺائي تيار ڪرائي ڏي ته اڳو پوءِ فرهاد کي پورو ڪري تنهنجي هيانوَ تان بار لاهي ٿي ڇڏيان. هن اوڏيءَ مهل ڪسبياڻيءَ کي گهربل شيون ڏئي فرهاد ڏانهن آماڻيو.

هوءَ جڏهن فرهاد وٽ پهتي ته روئڻ پٽڻ ۾ لڳي وئي. فرهاد پڇيس ته چوڻ لڳي: تنهنجي شيرين تو کي اڪيلو ڇڏي هن جهان مان هلي وئي، آئون هي حلوو مٺائي کڻي آئي آهيان. ڪائي پنهنجي شيرين کي ختمو ڏئي ڇڏ! فرهاد جيئن اها خبر ٻڌي تيئن دانهن نڪري ويس تيشي کڻي جبل ڏانهن اڇلايائين. انهيءَ ئي گهڙي سندس پساهه پورا ٿي ويا.

ڪسبياڻي اتان سڌي خسرو وٽ آئي. جنهن سان اها روئداد بيان ڪيائين. خسرو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڪيس نوازي ڇڏيائين. شاهي ملازمن کي حڪم ٿيو ته فرهاد کي وهنجاري سينگاري سندس جنازو محل وٽان آڻي قبرستان دفن ڪرائڻ لاءِ نيو وڃي انهي خيال سان ته جيئن شيرين به اهو لقاءُ ڏسي.

فرهاد جو جنازو جڏهن محل وٽان لنگهيو، شيرين کي خبر پئجي وئي. هن به چيا ڪيو جو جنازو ڏسندي بيوس ٿي پئي ۽ اتي ئي دم ڏنائين. خسرو عشق جي سچائي ۽ خدا جي خوف کان پنهنجو دين ترڪ ڪري بادشاهي تان هٿ کڻي پنهنجي ڌڻيءَ جي طلب ۾ مشغول ٿي ويو.

فرهاد جي تيشي جيڪا هن جبل تي اڇلائي هئي. خدا جي حڪم سان ڏاڙهونءَ جي وڻ ۾ تبديل ٿي وئي. اسان ان جي زيارت ڪئي. پوءِ اتان اچي ڪربلا پهتاسين. امامن شريفن، امام حسين، امام قاسم، حضرت عباس ۽ ٻين جون زيارتون ڪري ڪي ڏينهن اتي گذاري خدا جو ذڪر فڪر ڪندا رهياسين. ان کان پوءِ اسان جو نجف اشرف ۾ اچڻ ٿيو: نجف جي شاهه حضرت علي جي روضي جي زيارت کان علاوه حضرت نوح نبي ۽ حضرت آدم عليه السلام جي مزارن تي چلا ڪري زيارتن کان مشرف ٿي چڪاسين.

هتي هڪ جابلو دنگ جي گهيري ۾ بهشت جهڙي جاءِ جڙيل آهي، جتي هڪ وڏي مسجد اڏيل ڏٺي وئي. ان مسجد جي اوسي پاسي حضور اڪرم (صلعم) جا ست سؤ اصحابي دفن ٿيل آهن، جيئن بهشت ۾ وڻ وڻ جا وڻ ٽڻ آهن تيئن هتي به اهڙا ئي نظارا موجود هئا. پاڻيءَ جون نديون رات ڏينهن پيون وهن. ان جڳهه جي جيڪڏهن پوري واکاڻ ڪرڻ ۾ ايندي ته هتي ڪانه ماپندي. اسان اتي به چلا پورا ڪيا.

پوءِ اتان روانا ٿي طور سينا جبل تي آياسين جنهن جي شان ۾ فرمايل آهي: ”خدا ٿو چاڻي، زمين جي جبلن مان ڪوهه طور سڀ کان وڌ ليکيو وڃي ٿو جنهن جي حوالي سان حضرت موسيٰ ماڻائتو ٿيو“.

هتي الاهي تجلين جي الچلان لڳي پئي هئي. نقل آهي ته: هڪ ڏينهن حضرت موسيٰ بيابان (برپٽ) ۾ گهميو ڦريو پئي ته ڪيس اُڃ اچي ورايو. پاڻي پيئڻ لاءِ ڪوهه تي ويو. ڏٺائين

ته دلو آهي ڪونه، پاڻي ڪيئن پيئندس؟ هو اجا انهيءَ ويچار ۾ هو ته اچانڪ هڪ هرڻ ظاهر ٿيو جنهن ڪوهه جي مٿان اچي خدا جي ساراهه ڪئي ته پاڻي ڪپرن تائين مٿي چڙهي آيو. هرڻ پاڻي پي ڏؤ ڪيو ته پنهنجي منهن ويندو رهيو. ان کان پوءِ حضرت موسيٰ پاڻيءَ ڏانهن وڌيو ته پاڻي هڪدم هيٺ هليو ويو. حضرت موسيٰ ڏاڍو حيران ٿيو، مٿان آواز آيس ته: اي موسيٰ! انهي هرڻ اسان جي حضور مان پاڻيءَ جي گهر ڪئي، اسان پاڻيءَ کي ان جي تابع ڪيو. پر تو پاڻي اسان کان گهرڻ بدران دلي جو اوسيئڙو ڪيو. هاڻ ماڙي ڪري ويهي رهه، جڏهن ڪو دلي وارو آيو ته توکي پاڻي ملندو! اتان نڪري اسان سرانديب ۾ آياسين جتي جبل ۾ هڪڙي جاءِ تي حضرت آدم عليه السلام جو قدم مبارڪ ڏسڻ ۾ آيو. عام روايت موجب جڏهن حضرت آدم بهشت مان نڪتو هو ته هن جاءِ تي اچي توبهه زاري ڪئي هئائين. هڪ روايت موجب چاليهه ورهيه ته ٻي روايت مطابق پورا سٺر سال هڪ پير تي بيهي ڏٺيءَ در پاڏائيندو رهيو. خدا جي خوف کان سندس اکين مان لڙڪن جا مينهن پئي وسيا ۽ زمين تي پئي ڪريا، جن مان هيراجواهر پيدا ٿيندا ويا جن جو ملهه ئي ڪونه هو. حضرت آدم عليه السلام جي قدم مبارڪ جو اهو نشان هڪ اهڙي پٿر تي آهي جيڪو نهايت صاف ۽ سهڻو هو. قدم جو نشان ئي هٿ شرعي ٻ گهو نظر ٿي آيو. ان جي پرسان هڪ وڏو درياهه پيو وهي جتي ڪنهن زماني ۾ ديون پرين جو واسو هو ۽ ڪنهن انسان جو پاڇو به نظر نٿي آيو. انهيءَ اوکي هند تائين آخر سڪندر ذوالقرنين وڃي رسيو، جنهن ڏاهن جي ڏس تي درياهه تي بند ٻڌايو ۽ هڪ وڏي پل تيار ڪرايائين جتان ماڻهن لنگهي وڃي سرنديب ولايت جو سير ڪيو. اسان اتان زيارتون ڪندا اڳتي وڌندا وياسين.

پوءِ اسان جو گاذرون جي شهر ۾ اچڻ ٿيو جتي

ابو اسحاق گاذروني (1) جي روضي جي زيارت ڪئي. چون ٿا ته هڪ ڏينهن شيخ ابو اسحاق مسجد ۾ ويٺو هو ۽ خدا جي عبادت ٿي ڪيائين ته اوچتو ڏيئو وسامي ويو. ابو اسحاق پنهنجي مريد کي تيل وٺي اچڻ لاءِ چيو ته جيئن ڏيئو ٻيهر ٻاريو وڃي مريد شهر ۾ تيل وٺڻ ويو پر ڪٿان به ڪونه مليو سگهيس ڇو ته واپاري سڀ دڪان بند ڪري وڃي گهر آرامي ٿيا هئا. مريد واپس اچي پنهنجي مرشد ابو اسحاق کي ٻڌايو ته قبلا ڪمهل ٿي وئي آهي، واپاري سڀ وڃي گهر سمهي پيا آهن تنهن ڪري تيل ڪونه مليم. شيخ ابو اسحاق چيو: چڱو ڀلا اهو ڏيئو اورتي ڪر ته آئون ٿو ان کي ٻاريان، خدا ڪندو ته اهو قيامت تائين ڪونه وسامندو. حڪم ملڻ تي مريد ڏيئو کڻي آيو ۽ مرشد جي اڳيان رکيائين. شيخ ابو اسحاق گاذروني ڏيئي ڏانهن نظر ڪئي ته ڏيئو ٻري پيو جنهن کي واپس پنهنجي جاءِ تي رکيو ويو. اهو ڏيئو چئن ورهين تائين رات ڏينهن ٻرندو رهيو.

ڪجهه وقت کان پوءِ هڪ شاهي ملازم اتي حاڪم ٿي آيو جنهن کي خبر پئي ته مسجد ۾ هڪ وليءَ جي ڪرامت سان چئن ورهين کان سانده هڪ ڏيئو پيو ٻري جيڪو رات ڏينهن بنا ڪنهن تيل ٽڙي جي سوجهرو ڪندو رهي ٿو. شاهي ملازم حاڪم جي حيثيت ۾ پنهنجي اٿالي سان گڏ اتي آيو. ڏٺائين ته برابر ڏيئو ٻري پيو. هڪدم ان کي ڦوڪ ڏنائين ته وسامي ويو. نتيجو اهو نڪتو جو ٽن ڏينهن کان پوءِ انهي شاهي ملازم جو بادشاهه اڳين کان انڌو ٿي پيو. ڪيس ٻڌايو ويو ته تنهنجي ملازم جيڪو تنهنجي حڪم تي گاذرون جو حاڪم مقرر ٿيو هو تنهن اتي پهچي اها حرڪت ڪئي جو شيخ اسحاق گاذروني جهڙي پهتل وليءَ جو ڏيئو وسائي ڇڏيائين

---

(1) ڏسو تعليقات

ان ڪري قدرت توکي اها سزا ڏني آهي. بادشاهه هڪدم پنهنجي ملازم (حاڪم) کي گهرائي قتل ڪرائي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت مجرم کي پنهنجي خطا جي سزا ملي وئي. اسان کو وقت اتي رهي پنهي بزرگن جي به زيارت ڪئي. جتان پوءِ عبيد جي ملڪ ۾ اچي رسياسين.

هتي نبي ڪريم جن معراج تي ويندي سلطان سيد احمد ڪبير کي پنهنجو مريد بڻايو هو. ان مان هن کي ايڏو ڪمال حاصل ٿيو جو جنهن مريد کي تلقين پئي ڪيائين ان کي حق جو مشاهدو پلئي تي پيو. ڪيترا بادشاهه وٽس اچي سندس مريد ٿيندا پئي ويا ۽ حد کان وڌيڪ سندس تعظيم تڪريم ٿي ڪيائون. هتي هر روز زالن مردين ڪيترا مريد اچي سماع جي محفل ۾ شريڪ ٿيندا رهيا ٿي، جنهن تان آس پاس جي عالمن ڏمرجي اتان جي بادشاهه کي چيو ته سلطان سيد احمد ڪبير جي محفل ۾ زالون به مردن سان گڏ سماع ۾ شريڪ ٿي وڃن جو مظاهرو ڪنديون رهن ٿيون جا ڳالهه سراسر شرع جي خلاف آهي.

بادشاهه اهو ٻڌي هڪ رات آزمودي خاطر چمڙاپوش(1) ڪري شيخ احمد ڪبير جي محفل ۾ آيو ۽ سڄو تماشو ڏسڻ لڳو. هوڏانهن شيخ احمد ڪبير کي به ڪشف جي ذريعي پتو پئجي ويو ته اڄ بادشاهه پنهنجي سِر اسان جي محفل ۾ اچي شريڪ ٿيو آهي سو اڳئي وڌي ان کي ٻانهن کان وٺي محفل جي وچ ۾ آڻي ويهاريائين، سماع ختم ٿيو ته بادشاهه چوڌاري نهاري ڏٺو. ڏاڍي حيرت لڳي ته سلطان سيد احمد ڪبير مون کي ڪشف جي زور تي سڃاڻي وچ محفل ۾ آڻي ويهاريو، اهڙو ڪارنامو ڪنهن وليءَ کان سواءِ ڪو ڪري نٿو سگهي. ٻئي ڏينهن تي سلطان سيد احمد ڪبير هڪ پيتي گهرائي جنهن

---

(1) اهو لباس جنهن جي پهرڻ سان ماڻهو سڃاڻپ ۾ نه اچي.

۾ ڪجهه وجهي ان جي مٿان پرندڙ ٽانڊا رکي پيتي بند ڪري هڪ مريد کي ڏنائين ته اها کڻي وڃي بادشاهه جي خدمت ۾ پيش ڪر! پيتي جيئن بادشاهه وٽ پهتي ته پري محفل ۾ کولائي ڏنائين. اوري پري جي سڀني عالمن اڪابرن کي گهرائي ڏيکاريائين ته هي ڏسو ڪجهه سان گڏ پرندڙ ٽانڊا پيتيءَ ۾ پيا آهن پر باهه ڪانه ٿي لڳي. ٿوري دير ڪانپوءِ اهي ڪپڙي پٽ تي رکيائون ته هڪدم باهه پڙڪا ڪاڻ لڳي. اها ڪرامت ڏسي سڀئي بادشاهه سميت گڏجيءَ ۾ گارو ڪري اگهاڙين پيرين هلي سلطان سيد احمد ڪبير وٽ پيش پيا ۽ سندس مريدي اختيار ڪري ساڳي سماع ۾ شامل ٿيا.

انهي سلطان سيد احمد ڪبير جا جتي ڪٿي ڳاڻاٽي کان ٻاهر مريد ڇپيا وڃن ٿا. هو جڏهن به آسمان ڏانهن نظر ڪندو هو ته عرش کان فرش تائين وچاڳ ۾ ڪو به پردو نه رهندو هو. چون ٿا ته انهي سلطان سيد احمد ڪبير هزارين بلائون ٻانڌ ڪري ڇڏيون هيون. اسان اتان گودڙي ڏيکي فيضياب ٿياسون. پوءِ هلندي پنڌ شيراز ۾ اچي نڪتاسون. هتي شيخ برهان الدين شيرازيءَ جي مزار آهي جنهن جا ست سؤ مريد هئا، سڀني کي واصل بالله ڪري ڇڏيو هيائين. انهيءَ جي زيارت ڪري اڪيون ٺاريونسين.

هن جي باري ۾ روايت آهي ته شيخ صدرالدين تبريزي پنهنجي بادشاهي ڇڏي سندس بيعت ڪئي هئي. هن پنهنجي سموري دولت آڻي شيخ برهان الدين جي قدمن ۾ رکي هئي، ليڪن شيخ برهان الدين اها قبول ڪانه ڪئي ۽ کيس حڪم ڏنائين ته اها سموري دولت وڃي خدا جي راهه ۾ خرچ ڪر! تنهن تي شيخ صدرالدين تبريزي سڀ ڪجهه خدا جي راهه ۾ خرچ ڪري، پاڻ گودڙي ڍڪي پنهنجي مرشد جي حضور ۾ ويهي رهيو. هڪ ڏينهن شيخ برهان الدين کيس چيو ته اي صدرالدين! تو مان اُها بادشاهيءَ جي بوءِ ڪانه وئي آهي. سو

وچي چار سال پتر گڏ ڪر ۽ پاڻي پير ته فقراء وضو ۽ غسل ڪن. ائين ڪرڻ سان ٿي تو مـان بادشـاهيءَ جي بوءِ هلي ويندي، تڏهن تنهنجي دل آئيني جئان صاف ٿي پوندي.

شيخ صدرالدين پنهنجي مرشد شيخ برهان الدين جي چوڻ موجب ائين ڪيو، ۽ نهايت عقيدتمنديءَ سان خدمتون ڏاڪرڻ لڳو. هڪ ڏينهن سندس مرشد سڳوري پاڻ ڏٺو ته، شيخ صدر الدين پترن جي ٻتارڪ (پري) سان گڏ پاڻيءَ جو مٽ فقراء جي وضو ۽ غسل لاءِ کنيو ٿـي آيو. مرشد کي هن تي رحم اچي ويو، جوش مان جيئن مٿس توجهه ڪيائين تيئن هن جي دل جا پردا لهي ويا ۽ هو خدا سان ملي هڪ ٿي ويو.

پوءِ اسان پنڌ کي هڪليندا اچي مدائن(1) جي شهر ۾ لٿاسين، جتي ڪڏهن نوشيروان عادل جي بادشاهي هوندي هئي. هن هڪ دفعي پنهنجي حياتيءَ ۾ نجومين کان پڇا ڪئي ته نبي آخر زمان حضرت محمد (صلعم) ڪڏهن پيدا ٿيندو؟ نجومين کيس ٻڌايو ته جڏهن تنهنجي ڪسريٰ جي طاق ۾ ڏار پوندا تڏهن حضرت سيد عالم جو ظهور ٿيندو. انهي نوشيروان جي ايڏي هاءِ ۽ هيبت هوندي هئي جو جڏهن به ڪٿي شيل شڪار لاءِ ويندو هو ته اتي رنگ لڳي ويندا هئا ۽ دنيا دنگ رهجي ويندي هئي. ٻارهن ڪوهن تائين رڳو شاهي ٺٽ هوندا هئا. روايت آهي ته حضرت عمر ابن الخطاب رضي الله عنه هڪ دفعي گهوڙن جي واپار سانگي مدائن شهر ۾ ويو جتي نوشيروان جي بادشاهت هئي، اوچتو نوشيروان بادشاهه جو پٽ حضرت عمر وٽ آيـو ۽ گهوڙن جي سودي تان فساد ۾ منهن وڌائين ۽ گوڙ هاڻدي ٿاوَ ۾ اچي، حضرت عمر کي چماٽ وهائي ڪڍيائين. جنهن تي حضرت عمر سڌو

(1) مدائن لاءِ ڏسو تعليقات.

نوشيروان بادشاهہ (1) وٽ ويو. اتي جڏهن سچي حقيقت بيان ڪيائين تہ نوشيروان پنهنجي پٽ اڳيان حضرت عمر کي چيو: منهنجي پٽ جيئن توکي چماٽ هڻي ڪڍي آهي تيئن بدلي ۾ تون بہ ان کي چماٽ وهائي ڪڍ! حضرت عمر جيئن نوشيروان جي پٽ کي چماٽ هڻي تہ هن جون ٻئي اکيون ڏوڏن مان نڪري وڃي پٽ تي پيون ۽ اتيئي سندس ساهہ بدن مان نڪري ويو.

حضرت عمر پوءِ پنهنجي رب کان دعا گهري، جيڪڏهن بہ بادشاهي ملي تہ (2) آئون بہ اهڙو عدل ڪندس جهڙو نوشيروان بادشاهہ ڪري ڏيکاريو. حضرت عمر کي نيت خلافت جي بادشاهي ملي ۽ اهڙي عدالت ڪري ڏيکاريائين جو اڄ تائين ان جي هاڪ آهي.

پوءِ اسان سفر ڪندي اچي نورستان (3) پهتاسين، هي ملڪ ڏاڍو وڏو آهي. چون ٿا هتان جي بادشاهہ چاليهارو هندن تي ننگر ڪولائي ڇڏيا هئا، جتان روزانو غريبن، محتاجن ۽ مسافرن کي ٽئي وقت ماني ملندي هئي. هتي بہ ڪيترائي درويش ۽ ولي هئا جن وٽان اسان فيض حاصل ڪيو.

اتان هلي وري همدان آياسين جتي عين القضات همدان جي قاضي (4) جي آرام گاهہ آهي. هن جي شاگردن مان سون جي تعداد ۾ ولي ۽ مفتي ٿي گذريا آهن. هر روز ستر شاگردن کي سبق پڙهائيندو هو. ڪيترا علم ڪيس ڪشف ذريعي عطا ٿيل هئا. سندس ولايت انهيءَ حد تائين هئي جو هن جي شاگردن مان هڪ عالم فوت ٿي ويو، جنهن پنيان هڪڙو ڪتاب ڇڏيو هو.

---

(1) وفات نوشيروان 579ع. شهادت حضرت عمر 645ع وڌيڪ ڏسو تعليقات.

(2) اسلام ۾ تڏهن بادشاهت جو تصور ئي ڪونہ هو.

(3) نورستان بابت ڏسو تعليقات.

(4) ابو المعالي عبدالله بن بڪر الميانجي ڏسو تعليقات.

ان ڪتاب جو ظاهريءَ طرح هڪ مسئلو حل نہ پئي ٿيو، هن انتي نشان ڪري ڇڏيو ۽ ڪتاب ڪنهن پاسي هٽيڪو ڪري رکيائين. هڪ ڏهاڙي اهو ڪتاب قاضي صاحب جي مطالعي هيٺ آيو جڏهن انهي حل نہ ٿيل مسئلي تي نظر پيس تہ ڪتاب کڻي ۾ ڪري سڌو فوت ٿيل شاگرد جي قبر تي ويو. ساڻس گڏ پيا مريد توڙي شاگرد بہ چڱي تعداد ۾ هئا.

قاضي قبر جي مٿيءَ مان مٿ پري ان ڪان پڇيا ڪئي: اي بخشيل روح، تون حياتيءَ ۾ جيڪو مسئلو حل ڪري نہ سگهئين. سو هاڻ مون کا پڇ تہ پڌايانءَ!

اهو پڌي مئل شخص (شاگرد) قبر مان نڪري آيو. قاضيءَ کانئس سوال ڪيو: تون ڪيترا ڏينهن انهي مسئلي ڪرڻ جي جاکوڙ ۾ رهين؟ هن جواب ڏنو: مون کي مٿي يارهن سال ٿي چڪا آهن. حياتيءَ ۾ اها آرزو هيم تہ اهو مسئلو ضرور ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن هٿي ماري حل ڪري وٺندس. ايتري ۾ موت اچي ويو ۽ اهو مسئلو جيئن جو تيئن اتيئي وچي رهيو. قاضي صاحب پوءِ اهو ڏکيو مسئلو اتيئي ويٺي پير حل ڪري هن شخص کي دل جي تسلي ڏياري پوءِ واپس جاءِ تي آيو(1). هن سان گڏ جيڪي بہ شاگرد ۽ مريد هئا تن کي ڏاڍي اچرج لڳي تہ ڪيئن مردو قبر مان نڪتو ۽ پنهنجو مسئلو حل ڪرائي ورتائين.

اسان ايستائين اچي وري ڪوهہ سينا ڏانهن ورياسين. هتي برهان الدين بيابانی جو روضو آهي. هن بزرگ بابت مشهور آهي تہ پاڻ پورا چاليهہ ورهيہ ننڊ کان ڪٽي هئائين، سڄي عمر رياض ۽ مجاهدي ۾ رهي خدا پاڪ کي ياد ڪندو رهيو جيڪو گهرجائو (حاجتمند) سندس اڳين اڳيان ٿي آيو تنهن جي مراد پوري ٿي ڪيائين.

---

(1) قبرن ڏان فيض جي ڏي وٺ بابت ڏسو تعليقات

اٿان اُسھي ڪرمان ۾ آياسين جيڪو مشھور شھر آھي. ھتي شاھہ شجاع ڪرماني (1) جو روضو ھو جنھن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ، چاليھہ سال ڪونہ ستو ھو. جڏھن ننڊ جي گهرٽ ٿي آيس تہ لوڻ اکين ۾ پئي ٻرڪيائين. سدائين ڪتاب لکي پيٽ گذر ڪئي ڪيائين، پنھنجي سڄي مڏي موڙي خدا جي واٽ ۾ ڪپائي چڪو ھو. ھن جي عدل انصاف جي ايڏي ھاڪ ھئي جو در تي زنجير لڙڪيل ھيس جنھن بہ سواليءَ اچي زنجير کي پئي ڇڪيو، ڪيس خبر پئجي ٿي وئي ۽ اوڏيءَ مھل ان جو شرعي فيصلو ٿي ڪيائين.

ھڪ ڏينھن ھڪڙو ڪانگ اچي ان زنجير تي ويٺو: شاھہ شجاع ڪرماني کي پتو پيو تہ اڄ ڪانگ فريادي ٿي آيو آھي. پوءِ پاڻ گهوڙي سوارن کي تيار ڪري ٻيھاريائين. ڪانگ جيئن اڏاڻو تہ اھي گهوڙي سوار ان جي پويان ڊوڙيا، ڪانگ اڏامندو وڃي پنھنجي آکيري تي رسيو، جتي ھڪڙو ڪارو نانگ ان ڪانگ جي ٻچن کي کائڻ جا سانباھا ڪري رھيو ھو. گهوڙي سوارن ھڪدم ڌڪ ھڻي نانگ کي ماري ڇڏيو، پوءِ جڏھن شاھہ شجاع کي اچي ٻڌايائون تہ پاڻ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ خدا جا شڪرانا ٻجا آندائين.

ٻي ڏينھن ھڪ غريب شخص وٽس آيو جنھن اچي زنجير ڪڙڪايو. شاھہ شجاع ھن کي پاڻ وٽ گهرائي ڪالئس پڇيو تہ ھو چوڻ لڳو: بادشاھہ سلامت اوھان جو پٽ رات جو مون مسڪين جي گهر ۾ گهڙي منھنجي زال کي پاڻ سان گڏ ٿو سمھاري. اوھان ان جو ڪو انصاف ڪريو!

شاھہ شجاع ان غريب کي چيو: تون ھاڻ ھتان وڃ، منھنجو پٽ تنھنجي گهر ۾ گهڙي تنھنجي زال کي پاڻ سان سمھاري تہ سيگھہ ۾ اچي مونکي ڄاڻ ڪجانءِ، اوڏيءَ مھل تنھنجو تدارڪ ڪيو ويندو.

---

(1) ڏسو تعليقات.

هو شخص واپس گهر وڃي اوسيئڙو ڪرڻ لڳو، آخر ٿين ڏينهن شاهه شجاع جو پٽ هن جي گهر ۾ آيو ۽ ايندي شرط سندس زال کي وٺانس اٺاري پاڻ سان سنهاريائين!

هن هڪدم وڃي شاهه شجاع کي ٻڌايو ۽ هو ان سان گڏ جي سندس گهر آيو جتي خود شاهه شجاع جو پٽ غريب شخص جي زال سان ستل هو. شاهه شجاع اهو نظارو ڏسندي جوش ۾ آيو ۽ ترار ڪڍي پنهنجي پٽ کي اتي جو اتي پورو ڪيائين. انت شڪرانا بجا آڻي شاهه شجاع چوڻ لڳو: اڄ ٽيون ڏينهن آهي جو ماني ڪانه کاڌي اٿم، انهيءَ خيال کان ته متان وقت سر غريب جو غور نه ڪري سگهان ۽ جڏهن ان جو غور ڪري چڪس ته هاڻ ماني حلال اٿم، پوءِ خادمن کي چيائين سگهو ماني کپو آڻي ڏيو ته روزو کوليان.

شاهه شجاع ڪرماني ايڏي ته سخاوت ڪندو هو جو ان جو ڪو انت ئي ڪونه هو. خيرات لاءِ ٻه سندس ننگر رات ڏينهن ٽي هلندو رهيو ۽ پڙها (هوڪا) ڏئي ٽي ماڻهن کي ماني کارايائين. اسان ان سان گڏ ٻين هنڌن تان ٻه پيرو ڪندا اچي گنگ ولايت پهتاسين، جتي وچ درياهه تي هڪ وڏي جاءِ جوڙيل هئي. انهيءَ جاءِ ۾ حضرت سليمان جي مهر اهڙي نموني تخت تي رکيل آهي جو چڻ چؤ ته پاڻ جيئرو جاڳندو ستو پيو آهي (1) هتي ديو پريون ۽ ٻيا جاندار مجاور آهن جيڪي ان تخت کان پري نٿا وڃن.

انهيءَ زيارت کان پوءِ اسان بلخ جي ولايت وياسين، هتي ڪنهن زماني ۾ ابراهم ادهم (2) جي بادشاهي هئي، جيڪو بادشاهي عيش عشرت ڇڏي فقيري اختيار ڪري چڪو هو. پاڻ عالم فاني کي ڇڏي عالم باقي سان دل ڳنڍي خدا

---

(1) مهر سليماني بابت ڏسو تعليقات.
(2) ابراهيم ادهم ڏسو تعليقات.

جي عبادت ڪئي ڪيائين ته ڪنهن لڳاتار ڪو فقير اچي اتان لنگهيو ۽ محل ۾ داخل ٿي ڊوڙون پائڻ لڳو.

ابراهيم ادهم ان کان پڇيو: تون ڪير آهين ۽ هن اوپري مهل هتي (محل ۾) ڇا پيو ڪرين؟ فقير وراڻيو: آئون هتي پنهنجو گم ٿيل اٺ ڳولڻ آيو آهيان.

هن کي چيائين: ڏاڍو بيوقوف آهين، شاهي محل ۾ ڀلا اٺ ڪٿان آيو جو تون ان کي ڳولڻ لاءِ هاچا پيو هڻين؟ نه ڄاڻ ته اهو فقير ڪو خدا جو موڪليل هو. ابراهيم ادهم کي تو چوي: آئون جيڪڏهن بيوقوف آهيان ته تون به پڪ بي عقل آهين جو خدا کي پنهنجي محل ۾ پيو ڳولين! ڇڻ خدا هڪيو تڪيو هتيئي ويٺو آهي؟ جيڪڏهن برابر توکي خدا جي ڳولا ڪرڻي آهي ته هي ٺٺ ڏانگر ڇڏي وڃي ڪنهن ٻئي هنڌ خدا جـــي ڳولا ڪر! ائين چئي هو غائب ٿي ويو.

سلطان ابراهيم ادهم پوءِ جلدئي محل ماڙيون ڇڏي دنيا کي ترڪ ڪري خدا جي عشق ۾ ٻير مُنهن ڪري ويندو رهيو، هن جي پٽن ۽ مٽن مائٽن سمجهيو ته هي چريو ٿي پيو آهي. سو مڙئي حيلا وسيلا هلائي ڪيس واپس آڻڻ جي ڪيائون پر هن جو ڪتي پتو ئي ڪونه پيو.

آخر هڪ ڏينهن ابراهيم ادهم جي پٽ ڪنهن هنڌ ڳوليندي وڃي ڏٺو ته سلطان ابراهيم ادهم شهر جي گهٽين مان ميڙيل سيڙيل اڳڙيون درياهه ۾ ڌوئي انهن کي ڪنڌيءَ تي ويهي سبي رهيو آهي جنهن مان گودڙي تيار ڪرڻي هيس.

پٽ هنس ويجهو وڃي ڪيس چيو: بابا سائين! اوهان بادشاهي ڇڏي پاڻ کي ڇو اجايو هن خفي ۾ اچي وڌو آهي؟ اٿو ۽ مون سان واپس هلي تخت تي ويهي بلخ جي حڪراني ڪريو.

ابراهيم ادهم جنهن سئي سان گودڙيءَ جـو سبڻو پئي ڪيو، سا درياهه ۾ اڇلائي پٽ کي چوڻ لڳو: مون اجهو جيڪا سئي درياهه ۾ اڇلائي آهي. ڀلا ٿي ڪري اها ته ڳولي ڏيکارينم!

اهڙي سگهه پلا ڪنهن کي هئي جو پاڻ کي درياهه جي موتمار ڇولين جي حوالي ڪري اتان سئي جهڙي سنهڙي شيء هٿ ڪري اچي. سو پٺهنس بيزاريءَ مان ورندي ڏني: اوهان جي مرضي آهي ته اسان درياهه ۾ گهڙي پنهنجو سر گم ڪريون؟ پلا ائين به ڪا سئي جهڙي شيء هٿ آئي آهي!

سلطان ابراهيم ادهم پٽ جي اها ڳالهه ٻڌي، مڇين کي حڪم ڪيو ته اسان جي سئي درياهه مان ڳولي اسان کي پهچايو. اهو آواز ٻڌندي مڇيون الڳ الڳ درياهه ۾ ٽٻيون ڏئي ڪيئي سئيون وات ۾ کڻي ٻاهر آيون جيڪي سڀ سونيون هيون. پر سلطان ابراهيم انڪار ڪندي کين چوڻ لڳو: آئون اهي سونيون سيون ڪيڏانهن ڪندس، مونکي پنهنجي لوهي سئي کپي، اها ڳولي آڻي ڏيو. مڇيون وري پاڻيءَ ۾ ويون تان جو هڪڙي مڇي اها ساڳي سئي کڻي سلطان ابراهيم وٽ حاضر ٿي.

ابراهيم ادهم، پوء پنهنجي پٽ ڏانهن ڪنڌ ورائي کيس چيو: مونکي دنيا جي بادشاهيءَ جي ڪا به گهرج يا پرواهه ڪانهي، خدا هونءَ به وقت سر مونکي رزق رسائي ٿو. آئون هر ٽين ڏينهن روزو کوليندو آهيان جنهن لاء قوت ملندو رهيو ٿو، اوچڻ لاء به اگهڙيون ميڙي پنهنجي هٿ سان سبي ڪم ڪيان پيو. بندي کي جيڪڏهن پنهنجو رب ائين نوازي ته باقي کيس ڇا گهرجي. آئون دنياداريءَ ۾ اچي هرويرو پاڻ ڦاسائڻ نٿو چاهيان، مونکي آخر کهڙي گهٽي پئي آهي جو پاڻ کي دنيا جي حرص هوس ۾ هٽي ڇڏيان. ضرورت رکو ان ڳالهه جي آهي ته رات ڏينهن پاڻ کي پنهنجي پالڻهار سان رڌل رکيو وڃي.

پٽهنس وري چوڻ لڳو: خدا جي يادگيري پلا پنهنجي گهر ۾ نٿي ڪري سگهجي ڇا؟ جيڪڏهن ها ته پوء ڇاجي لاء هينءَ جوڳي بڻجي پنهنجو پاڻ کي جهنگل ۽ بيابان ۾ رلائجي؟

ان تي سلطان ابراهيم جواب ڏنو:

شعر (نثر ۾ ترجمو)

آئون يار جي فراق ۾ جوڳي بڻجي چڪو آهيان،

ها انهيءَ دلدار لاءِ جوڳي بڻيو آهيان!

منهنجو سائين جو ڳين جو ڳولائو رهي ٿو ان ڪري،

آئون به ان کي ڏسي جوڳي ٿي پيو آهيان!

مون عشق جي چشمي مان وضو ڪري،

چار تڪبيرون هڻي ڪڍيون آهن!

ماڻهون جيڪڏهن دولت سان ماڻهون ٿئي ها،

ته احمد صلعم ۽ ابو جهل ۾ ڪو تفاوت نه هجي ها!

آئون فقيري جي ويس ۾ بادشاهي پيو ڪريان،

منهنجي پڻ جو پيالو مون لاءِ جام جمشيد آهي!

عشق جو سهڻي صورت سان ڪهڙو ڪم،

آنڌي جي لاءِ ڪا به چٽسالي ڪم جي ناهي!

فقير لاءِ قناعت جي ڪنڊ ڪافي آهي،

هو ظاهر ۾ فقير پر باطن ۾ بادشاهه آهي!

وحدت کان واقف دل ڇو ڪٿي پٽڪي،

هڪڙو سبق مليو ته وڌيڪ اکر ڇو دهرا وڃن!

(1) سياڻي کان دنيا بابت پڇيم ته چيائين،

اها، هوا، خواب يا وري ڪو افسانو آهي!

---

(1) وچ ۾ هڪ عام بيت اچي ٿو جيڪو موضوع جي لحاظ کان بي معنيٰ پيو لڳي:

بلبل به چمن رقص ڪند ناز بر گلي،

آخر زچند روز نه شاخي نه بر بلي.!

بلبل باغ اندر نچندي گلن تي ناز پئي ڪري

ٿورن ڏينهن کان پوءِ پئي ڪين هوندا.

مرتب.

وري ڪـانئس پڇيم جيڪو ســائس دل لڳائي؟

وراڻيائين سو جن ڀـوت شيطان يا ديوانو آهي!

پڇاڙيءَ چيائين: اي پٽ، بلخ جي بادشاهي جيڪا تون پيو چوين سا مون ڪان وسري چڪي آهي. اهو بي بقا خواب ۽ خيال هو هن فاني عالم ۾، باقي حقيقت هيءَ آهي ته اسان اڄ برابر انهي پيا ڏسجون پر سڀائي هوندا سين ئي ڪين! هتي هر ڪنهن سان هڪڙي پساهه ڪٽڻ جو رونشو پيو ٿئي.

سلطان ابراهيم اهـي ڳالهيون بيان ڪندي پـٽ کي هڪل ڪري چيو: هاڻ هتان هليو وڃ! پٽهنس جيڪو انهيءَ ڪوشش ۾ هو ته ڪنهن به ڪري پيءُ کي هتان وٺي وينٽس تنهن دل ۾ سوچيو: جيڪڏهـن ائـيـن نٿو هلي تـه لاچـار زبردستي ڪرڻي پوندي. نيٺ کيس گهر وٺي وڃڻو پوندو ائين پيو پانهنجي چڻ چريو ٿي پيو آهي. جيڪڏهن واقعي خدا سان واصل ٿي چڪو آهي ته به کيس ڪونه ڇڏيو ويندو چو ته پويان سڀئي گهر ڀاتي هن جي ڏسڻ لاءِ پيا سڪن، کي ڏينهن کيس گهر ۾ ويهاري عالم ۽ عامل گهرائي تـوڻا ڦيڻا ڪرايا ويندا يا حڪيمن کان ڪا ستي ڦڪي کيس ڏياري ويندي ته مڙئي ڪم سوکو ٿي پوندو، پوءِ پڇاڙي به پيو نه ته کيس زنجيرن ۾ جڪڙي گهر ويهاريو ويندو. اجا به ٺيڪ نه ٿيو ته ڪي پيا وس ڪيا ويندا. هيڏانهن پٽ انهيءَ پٽ کوهه ۾ هو ته هوڏانهن سندس پيءُ سلطان ابراهيم ادهم ڪشف جي زور تي اهو سڀ ڪجهه معلوم ڪندو ٿي رهيو ته پٽم ڇا پيو سوچي.

اوچتي وٺي هڪل ڪيائين، جنهن کان سندس پٽ ۽ ساڻس گڏ جي آيل ماڻهون بيهوش ٿي ويا، ابراهيم پاڻ درياهه ۾ ٽپو ڏنو، ٿوري دير گوپاٽا کائي اڌ پهر تائين پاڻيءَ ۾ پيو رهيو، پوءِ مٿو ٻاهر ڪيدي هڪ وڏي مڇيءَ تي سوار ٿي پاڻيءَ

جي مٿاڇري تي ترڻ لڳو ۽ پٽ جي هرسوال جو جواب پئي ڏنائين. انت ڪيس چيائين ته اها بلخ جي بادشاهي توکي نيٺ، هجي، هرو ڀرو اسان مسڪينن کي ڇو پيو ستائين؟ وڃي پنهنجي جاءِ وساءِ!

پوءِ پاڻ مڇيءَ جي پٺيءَ کان لهي پاڻيءَ تي نماز پڙهي وري مٿاڇري تي ترڻ ۽ درياهه جي تري ۾ ٽپيون هڻڻ لڳو. شام ٿي ته پٿهنس اونداهيءَ جي ڊپ کان پنهنجا ماڻهون وٺي پاسو ڏئي ويهي رهيو. جتي سڀ خدا جو ذڪر پڙهندا رهيا. سڄو درياهه ساري رات روشن هو. اهو لقاءُ به سڀڪو ڏسندو پئي رهيو.

سڄ اڀريو ته طعام جو هڪ وڏو طبق جنهن ۾ ننڍا وڏا ڪئي طبق قسمين قسمين بهشتي طعامن سان ڀريل موجود هئا، ابراهيم ادهم هڪ وڏي مڇيءَ تي رکائي پنهنجي پٽ ۽ سندس لشڪر ڏانهن ڏياري موڪليا. هو سڀ جيڪي جانورن کان اڳ ۾ ئي ڊنا پئي هيڏي ساري مڇيءَ کان به ڊپ ۾ اچي وڃن ها تنهن ڪري ابراهيم ادهم وڏي واڪي کين چيو: دنيا جا طالبو! هي لذيذ جنتي طعام کائو ته گناهن کان پاڪ صاف ٿي وڃو! اوهان ڪوبه وسوسو نه ڪريو. اسان تي ڪالهه سانجهي ۽ سهماڻي جي مهماني حقي هئي پر اوهان جي خام خياليءَ جي ڪري در گذر ڪئي وئي. هاڻ هي طعام کائي روانا ٿي وڃو! هو کاڌو کائي سلام ڪري هليا ويا. جيستائين لشڪر جي نظر ابراهيم ادهم تي ٿي پئي اهو نظارو پئي ڪيائين ته هو پاڻيءَ تي گهڙي ٽپيو ٿي ته گهڙي ترندو ٿي رهيو.

جڏهن سڀ واپس شهر ۾ آيا ته جتان ڪٿان جي خلق وٺي مڙي آئي ۽ پڇا ڪرڻ لڳي ته ابراهيم ادهم کي ڇا ٿي ويو ۽ هو ڪٿي آهي؟ هنن ٻڌو هو ته ابراهيم ادهم کي زنجيرن ۾ جڪڙي درياهه جي حوالي ڪيو ويو آهي ان ڪري ايترا

پريشان ٿيا. جڏهن ٻڌائون ته ابراهيم ادهم درياهه ۾ ٻڏي ٻڏي تري
پيو ته سڀئي روئڻ ۾ پئجي ويا. انهيءَ خيال سان ته جيڪو
شخص اڻين درياهه ۾ پيو ٻڏي تري سو اڄ نه سڀاڻي ضرور
فوت ٿي ويندو. ڪهڙي خبر، هيلتائين شايد مري به چڪو
هجي، اهو چئي سڀ ختمي فاتح جي تياري ۾ لڳي ويا.

ابراهيم ادهم جي پٽ ۽ سندس لشڪر انهن کي ٻڌايو:
اسان ۾ وارن ماڻهن وٽان ٻڌو، جن چيو ته هي فقير (ابراهيم
ادهم) ڪيترن ورهين کان انهيءَ ڪار کي لڳو پيو آهي ۽
پنهنجي خدا کي ياد پيو ڪري. انهي شغل ۾ ڪڏهن درياهه
جي هن پر ته ڪڏهن هن پر پيو ڦيرا ڏئي. هي پنهنجي اوقات
۾ ٿي ٿو رهي ۽ ماڻهوءَ جي بوءِ کان پيو ڀڄي ۽ ان تي
ڦتڪارون پيو وسائي. چڱو ائين آهي ته پيو کي ڪرڻ بدران
کي جاسوس موڪلي اها جاچ ڪرائي ته هي آخر ڇا پيو
ڪري. اهي جاسوس انهن ماڻهن مان هجن جن جو هن سان
پراڻو لاڳاپو رهيو هجي ۽ هنن جي سڀاڻپ به پر وسي جوڳي
هجڻ گهرجي. جڏهن اهي جاسوس اتان پوري جاچ ڪري اچي
پيرائتي ڳالهه ٻڌائن تڏهن ئي ڪجهه ڪرڻ مناسب ٿيندو،
پوءِ اهي ختما ۽ فاتح خوانيون به پري نه آهن.

هنن اهڙا کي ماڻهو هٿ ڪري (ابراهيم ادهم جي
پٽ جي هدايت موجب) روانا ڪيا جيڪي اها جاسوسي ڪرڻ
لاءِ ابراهيم ادهم ڏانهن روانا ٿي ويا. اتي پهچي اول آسپاس
جي رهاڪن کان پڇا ڪيائون، جن ٻڌايو ته ابراهيم ادهم پاڻ
کي زنجيرن ۾ جڪڙي درياهه ۾ ائين پيو ڦيرا پائي ڄڻ ڇوُ
ته پاڻي ۽ خشڪي هن لاءِ ٻئي برابر آهن. جاسوسن جڏهن
آزمودي خاطر لڪي وڃي اها جاچ ڪئي، ڏٺائون ته واقعي
ابراهيم ادهم گهڙي هن ڪنڌيءَ ته گهڙي هن ڪنڌيءَ درياهه
۾ ڦيرا ڏئي، پاڻيءَ جي لوڏن لهرين اندر پنهنجي خدا کي ياد
پيو ڪري. هنن ائين سمجهيو ته اسان اهو سڀ ڪجهه لڪي

پيا ڪريون ۽ ابراهيم ادهم کي ان جي ڪاٻه چاڻ نہ پئجي سگھندي: پر ابراهيم ادهم بلڪل سجاڳ هيو. هن هڪل ڪري جاسوسن مان هرهڪ جو نالو وٺي واڪا ڪيا تہ اي فلاڻا: ڪي فلاڻا! ڇا لاءِ لڪي آزمودا پيا وٺو. اڄون ساڳيو ابراهيم ادهم آهيان جيڪو اڳ بلخ جي ولايت جو بادشاهہ هو، ۽ اوهان فلاڻا، فلاڻا منهنجا پراڻا مصاحب ۽ لاڳاپيدار آهيو. اوهان اهو خام خيال پنهنجي دل مان ڪڍي ڇڏيو تہ هن ڪان پوءِ آئون هلي بلخ شهر جا محل ماڙيون وسائي وهندس جيئن اڳي ڪيم ٿي يا پين مشائخن وانگي دنياداري جي ڪمن ۾ لڳي ويندس. منهنجي حرص هوس جا دفتر مؤڪلن اهڙيءَ طرح ڌوئي صاف ڪري ڇڏيا آهن جو انهن جي آڌار تي عالم فنا ڪان عالم بقا جا سير ڪندو ٿو رهان. مون کي اهڙو ئي شخص سچائي سگھندو جيڪو ايتري قدر سڃاڻ هوندو. جيڪڏهن اوهان کي منهنجي ڏسڻ جو شوق آهي تہ پري ڪان ويهي منهنجو منهن ڏسي هليا وڃو! اهو چئي ابراهيم ادهم هڪ وڏي مڇيءَ کي سڏ ڪري حڪم ڏنو. جيڪا پاڻيءَ ڪان ٻاهر اچي ٻيڙي وانگي درياهہ جي ڪنڌيءَ سان اچي بيهي رهي. ابراهيم ادهم سيني کي چيو: هن مڇيءَ جي پٺيءَ تي چڙهي مون وٽ اچو جيڪا جهاز جيئان آهي. ائين ويجها ٿي مون کي ڏسي سگھو ٿا. جاسوسن کي اچي ڊپ ورايو تہ متان اها مڇي درياهہ ۾ ٻڏي هٿي ماڳهين اسان جو مٿو گار نہ ڪري ڇڏي. ابراهيم ادهم کين دلجاءِ ڏني تہ اوهان کي ڪوبہ جوکو نہ رسندو. پوءِ مصلو پاڻيءَ تي وڇائي نماز پڙهڻ لڳو. تڏهن سيئي دل جهلي مڇيءَ جي پٺي تي وٽس آيا. ابراهيم ادهم سندن مهمانيءَ ۾ ڪيئي ميوا ۽ ڪاڌا گهرايا جڏهن سڀ ڪائي پي ويٺا تہ ڪا گهڙي ساڻن ڪچهري ڪري کين واپس آماڻڻ جي ڪيائين. ويندي وقت انهن کي چوڻ لڳو: آئون ساڳيو ابراهيم ادهم آهيان مون کي چريو يا پاڳل نہ سمجهيو وڃي ڇو تہ

پنهنجي مرضيءَ سان ٿي بلخ شهر ۽ ٻيو سڀ ڪجهه ترڪ ڪيو هيم. اوهان کي اجازت آهي ڀلي بلخ شهر ڏانهن روانا ٿيو، مان به ڪيترن ورهين کان پوءِ انهي بلخ جي شهر ۾ واپس اچي هڪڙي جاءِ تي پنهنجي جان خدا جي حوالي ڪندس ۽ اتيئي هميشه لاءِ آرامي ٿيندس.

جاسوسن (مصاحبن) ابراهيم ادهم جون ڳالهيون ٻڌي واپس وڃي بلخ جي شهر ۾ سڀئي اڳيان بيان ڪيون. انهن ۾ هن جو پٽ ۽ ٻيا عزيز به شامل هئا جن سڀڪجهه ٻڌي دل سان هنڊايو. ڪن سالن کان پوءِ ابراهيم ادهم جڏهن اچي پوڙهو ۽ ضعيف ٿيو، سندس حالت اڳي کان گهٽجي بدلجي وئي ۽ باقي وڃي هڏن تي ماس رهيو ته پنجاهه ورهيه اڳ جنهن بلخ جي شهر کي ڇڏي آيو هو تنهن ڏانهن وڃڻ جي نيت ڪيائين.

هو گودڙي ڍڪي گدا جي جهول ڪڇ ڪمر پٽو چيلهه سان ٻڌي بلخ جي شهر ۾ آيو. سارو شهر گهمي ڦري گدا شفا ڪندو رهيو پر ڪيس ڪنهن به ڪونه سڃاتو ته هي ساڳيو ابراهيم ادهم آهي جيڪو ڪنهن زماني ۾ هن شهر (بلخ) جو بادشاهه هو. هن جا محل ته پنهنجي جاءِ تي موجود هئا پر سندس اهل عيال به اڃا حيات هو، ته ٻانهيون ٻانها به جيڪي پوڀان ڇڏي ويو هو اتيئي هئا.

پاڻ ساڳي (گداگري واري حال ۾) محل اندر ويو پر اتي به گدائي ڪندي هن کي ڪنهن نه سڃاتو، ليڪن هڪ هندو هڪ خاص ڪنيز (ٻانهيءَ) هن کي سڃاڻي ورتو جيڪا ڪڏهن سدائين ساڻس گڏ رهندي هئي. هن جو ابراهيم ادهم کي ڏٺو ته جوءِ وجهي ڏانهنس نهارڻ لڳي. جنهن تي هڪ ٻيءَ ٻانهي اُن ٻانهيءَ کي ٽوڪ مان چوڻ لڳي: خير ته آهي، فقير ۾ ڪٿي اکيون وڌيون اٿيئي؟ هن ورندي ڏني: آئون هن فقير کي ان ڪري ڇتائي پئي ڏسان جو هن جو نڪ اسان

جي بادشاهه (ابراهيم ادهم بلخ جي بادشاهه) جي ٽڪ سان ملي ٿو. پوءِ ٻئي ڀائيون اچي روج راڙي ۾ پيون.

ابراهيم ادهم کي جو معلوم ٿيو ته ڀائين کيس ٿورو گهڻو سڃاڻي ورتو آهي، سڌو پنهنجي جاءِ ڏانهن وريو ۽ پٽر ڪٽي پنهنجو ٽڪ ٻيجي ڇڏ ڀائين جنهن ڪري سندس مهانڊو ئي بدلجي ويو. انهيءَ ٽڪ جي اثر ڪان بيمار ٿي پيو. جڏهن ڏٺائين ته هاڻ موت ويجهو آهي، پاڙي ۾ رهندڙ هڪ فقير کي سڏي چيائين ته: منهنجو هي ڪاٺ وارو پيالو کڻي شهر ۾ وڪڻي مس قلم ۽ ڪاغذ وٺي آڻي ڏيم. فقير بازار وڃي، پيالو وڪڻي مس، قلم ۽ ڪاغذ وٺي آيو. ابراهيم ادهم ان مان هڪ ٽڪرو ڦاڙي پنهنجي پٽ ڏانهن خط لکيو ته ٽن ڏينهن پڇاڻا آچر ڏينهن ڪچڙي منجهند جو رمضان جي ارڙهين تاريخ تي هڪ فقير ضعيف، مسڪين ۽ بيمار، هڪ پرديسي جي حالت ۾ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪندو. جيڪڏهن بلخ جو بادشاهه پنهنجي بادشاهي جو عار ڇڏي نفس کي نابود ڪري ان فقير جي لاش کي اچي غسل ڏيندو (اهو ڪم کيس اڪيلي سر ڪرڻو پوندو ان ۾ ٻي ڪنهن جي مدد شامل نه هوندي) ته ائين ڪرڻ سان قيامت تائين بلخ جي بادشاهي ان جي اولاد کي بخش ڪئي ويندي، اهڙيءَ ريت ان جو ڪفن دفن به پاڻ ڪندو ۽ ختما به پاڻ ڏيندو ته جنازو به پاڻ ئي پڙهائيندو ۽ قبر به پنهنجي هٿن سان جوڙيندو، تيجهي ڪان پوءِ وري گهوڙي تي چڙهي قبر جي سيرانديءَ وٽ ايندو ته اتي کيس ڪاغذ جا به پرزا ملندا، اهي کڻي گهر آڻيندو ۽ اڪيلائي ۾ کولي پڙهندو، انهن ۾ جيڪي لکيل هوندو ان تي عمل ڪندو!

ابراهيم ادهم اهو خط لکي پاڙيسري فقير کي ڏنو ۽ ان کي سمجهايائين ته بلخ جي بادشاهه جو جيڪو فلاڻو دربان آهي ان کي وڃي هي خط پهچائي اچ. اهو پوءِ هي خط پاڻهي بلخ جي بادشاهه وٽ رسائيندو. پاڙيسري فقير اهو خط کڻي وڃي دربان کي ڏئي آيو جنهن وڃي بلخ جي بادشاهه وٽ پهچايو.

بادشاهہ خط پڙهي دربان کي چوڻ لڳو تہ هن ۾ هڪ راز آهي، سپاڻي سواري تيار ڪرائي وڃي. ٻي ڏينهن تياري پوري ٿي تہ ٽين ڏينهن تي بادشاهہ وڃي فقير (ابراهيم ادهم) جي ميت تي پهتو، پاڻي گرم ڪرائي خط ۾ لکيل هدايتن موجب ڪفن دفن جو بندوبست ڪري جنازي کي سينگاري سنواري هڪ پاسي ڪان پاڻ ڪلهو ڏنائين تہ ٻئي طرف ڪان پٽن کي ڪلهي ڏيڻ لاءِ چيائين، لاش قبر ۾ لاهي واپس اچي ختمي ۽ فاتح ڪان فارغ ٿي گهر پهتو.

ٽيجهي ڪان پوءِ وري جڏهن قبر تي آيو تہ اتي ڪاغذ جا پُرزا مليس جن کي ڪولي پڙهيائين تہ لکيل هو: اي بلخ جا بادشاهہ! تون سچ پچ منهنجو پٽ آهين. مونکي پڪ اها پڪ آهي تہ آئون تنهنجو پيءُ آهيان. آفرين آهي توکي ۽ خدا جون رحمتون توتي هجن جو تو مونکي غسل ڏئي ۽ ڪفن دفن جو انتظام ڪري اهي سيئي حق پورا ڪيا جيڪي پيءُ جي پاران توتي واجب هئا. هاڻ تون سيئي گناهن ڪان آجو ٿي چڪ نئين‌ءَ مان ماءُ جي پيٽان پيدا ٿيو آهين. تو جڏهن مونکي قبر ۾ لاٿو تنهن وقت ئي تون بهشتي ٿي وئين. جڏهن مون تي مٽي وڌءِ تڏهن تنهنجي ايمان جي سلامتيءَ جو پروانو لکيو ويو ۽ جڏهن تو مون تي قرآن پڙهايو تہ چڻ شاهي تبرڪ حاصل ڪري ورتئي اُن گهڙي آسمان توڙي لامڪان جي ستن ئي طبقن ۾ پڙهو گهمي ويو تہ هن بادشاهہ پنهنجي پيءَ کي ختمو ڏياري پنهنجو حق اداڪري ڇڏيو. انهيءَ مهابي قيامت جي ڏينهن تون پنهنجي پيءُ سان گڏ الاهي ديدار جو شرف ماڻيندين ۽ اوليائن (ولين) وانگي ڇٽل روحن مان هوندين.

منهنجا ٻچڙا! آئون رڳو توکي فيض رسائڻ ۽ تنهنجي عاقبت سنوارڻ جي ارادي سان تنهنجي شهر بلخ ۾ اچي فوت ٿيو هوس نہ تہ منهنجو مَرڪ اهوئي هو تہ مان بي وطني جي حالت ۾ هي جهان ڇڏيان ها ہر جڏهن توکي ڏٺم تہ دلجاءِ

تيم ۽ پڇاڙي ائين ڪرڻو پيم.

ٻي ڪاغذ ۾ وري لکيل هو ته: اي پٽ! تو ڪان جيترو پڇي سگهي عدل انصاف ڪان ڪم ونجان ۽ سخاوت تي ثابت قدم رهجان، آئون ٻه ڪڏهن تو وانگي بلخ جو بادشاهه هئس مون جيتري ڪمائي ڪئي اوتري توکي ٻه ڪرڻي پوندي. وري چاليهي تي مونوت اچجانءِ! ابراهيم ادهم جو پٽ چاليهو گذاري وري قبر تي ويو. قبر مان آواز آيو ته اي پٽ! پنهنجي لشڪر کي واپس ڪر ۽ پاڻ گهر واپس وڃڻ بدران هتي رهي پؤ!

رات جو ابراهيم ادهم جي پٽ ڏٺو ته قبر مان هڪ خندق (کاهي) ظاهر ٿي آهي ان مان ڪيس سڏ ٿيو ته هاڻ اندر هليو اچ. ابراهيم ادهم جو پٽ سڏ تي اندر ويو. ڇا ڏسي ته هڪ جڙائو تخت هيرن جواهرن سان ۽ هڪ جڙائو تاج جنهن ۾ ڪيئي هيرا جواهر جڙيل آهن. جن جي چمڪتار سڄ چنڊ ۽ زمين کي جرڪائي رهي هئي، تنهن سان گڏ باغ باغيچا جن ۾ وڻ وڻ جا ميوا موجود هئا ۽ محل ماڙيون جن ۾ سڄ کي شرمائيندڙ نازڪ بدن حورون ريشمي ويس وڳن سان ڏاڍي ناز انداز ۾ هٿ ٻڌيو حاضر بيٺيون هيون. چوڌاري پاڪيزي پاڻيءَ جون نهريون جاري هيون جن جي ڪنارن تي رنگبرنگي گلن جون گلزاريون اهڙو عجيب منظر پيش ڪري رهيون هيون جو انهن جو بيان لکڻ کان ٻاهر آهي.

هر طرف ملائڪن جو نزول جيڪي آمدرفت ۾ هئا. خدا جون مڙئي نعمتون جيڪي ڇئي سگهجن اتي موجود ڏٺيون ٿي ويون. ابراهيم ادهم انهيءَ ئي عالم ۾ تخت تي ويٺل هو. ڪيس بهشتي حورون شراب طهورا جا پيالا ڀَر ڪري ٿي ڏنا جيڪي پاڻ نوش فرمائيندو ٿي ويو. هن جيڪي ٿي گهريو سو حورن پئي ڪيو. هي ائين ساڻن عيش عشرت ۾ مشغول هو. پٽهنس ڪيس انهي حال ۾ ڏسي ڏاڍي اچرج ۾ پئجي ويو.

ابراهيم ادهم پنهنجي پٽ ڏانهن نهاري ان کي چوڻ

لڳو، پيارا پٽ! تون هتان هليو وڃ جو تنهنجي بدن مان دنيا جي ذپ پئي اچي ان ڪري ملائڪن جي نزول ڏکيائي ۾ پئجي ويو آهي، حور ۽ غلمان نفرت ۾ آهن. توکي مون هتي ان ڪري گهرائي هي سڀ ڪجھ ڏيکاريو ته جيئن تون سمجهي سگهين ته جيستائين ڏهن آئون دنيا کي ترڪ نه ڪريان ها، جسماني عيش ۽ نفساني لذتون به نه ڇڏيان ها ۽ سور سختيون قبول نه ڪريان ها ته هن درجي تائين ڪڏهن به ڪونه پهچان ها. هي محل ماڙيون، باغ باغيچه، گل گلزاريون هيرا جواهر ۽ حور قصور هرگز مون کي نصيب نه ٿين ها.

هن وقت تنهنجو هتي ترسڻ نا مناسب آهي. جڏهن تون دنيا مان ڪا ڪمائي ڪري آئين ته پوءِ توکي به سڀ ڪجھ حاصل ٿي رهندو. وڃ وڃي ڪمائي کي لڳ. مون توکي خدا رسول جي حوالي ڪري ڇڏيو. ابراهيم ادهم جو پٽ اتان نڪري پنهنجي ماڳ تي آيو. پٽن مان جنهن کي بادشاهي جي لائق سمجهيائين تنهن کي تخت تي ويهاري پاڻ تن ڪپڙن ۾ سڀ ڪجھ ڇڏي راتو واهه اها ولايت ڇڏي اچي سنڌ ۾ وارد ٿيو ۽ جبل آر تي اچي، آستانو ڪيائين هڪ پيرو ان ڪان منهن موڙي وري اُن ڏانهن مائل نه ٿيو. نلائن مان گاهن جون پاڙون کڻي، ڪُٽي ڪري انهن مان لولو ٺڪي تاندن تي پچائي پيٽ پئي پريائين. گهڻو ڪري روزا ٿي رکيائين يا وري اهي پاڙون ڪٽب آٽي پئي گذارو ڪيائين، باقي ڪنهن ٻيءَ شيءِ جي ويجهو نٿي ويو. چون ٿا ته سنڌس اصل نالو شاهه عالم هو. اڳتي هلي پنهنجو اهڙو حال ڪيائين جو سڃاڻپ کان ئي نڪري ويو. دنيا ڇڏي وڃي جبل وسايائين ۽ ماڻهن کان پراهون ٿي خدا کي ياد ڪندو رهيو. اهڙي حال ۾ شاهه جميل گرناري وٽس آيو ۽ کيس تلقين ڪري حق سان مشغول ڪري ڇڏيائين (1) سنڌس طبيعت اهڙي هئي جو ڪنهن سان به

(1) ڏسو تعلقات ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾.

نٿي ڳالهايائين جنهن ۾ ڪانئس ڳالهه ٿي پڇيو ته پٽ تي هٿ پڻي هنيائين انهيءَ مان هر ڪنهن اهو اندازو ٿي لڳايو ته هي پٽ جو رهاڪو آهي تنهن ڪري ان ڏانهن اشارو پيو ڪري، ان ڏان سندس نالو پير پٽو (پٽ جو پير) پئجي ويو. نه ته هن جو نالو سلطان شاهه عالم بلخ جو بادشاهه هو.

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ ڏينهن ابراهيم ادهم، بصري جي بازار مان لنگهيو ته ماڻهو سندس چوڌاري مڙي آيا، ڪيس چيائون ته اي ابراهيم! خدا پاڻ قرآن ۾ فرمايو آهي ته اي ٻانهو! مون ڪان گهرو ته آئون اوهان جي دعا قبول ڪريان!! پر اسان ته ڪيترئي دعائون گهري چڪا آهيون اسان جي ته هڪڙي به قبول نٿي پوي ان جو سبب ڇا آهي؟

ابراهيم ادهم جواب ڏنو: سبب هي آهي ته اوهان جي دل ڏهن شين لاءِ مئل آهي، ان ڪري اوهان جون دعائون قبول نه ٿيون پون. اوهان خدا کي سڃاڻو ٿا مگر ان جي عهد کي نٿا نباهيو. قرآن ته پڙهو ٿا پر ان تي عمل نٿا ڪريو. رسول جي دوستيءَ جي دعوا ته ڪريو ٿا ليڪن سندس سنت ۽ امرن ھي ڏانهن ڪو به ڌيان نٿا ڏيو. شيطان کي دشمن ته سمجهو ٿا پر ان جي پيروي ڪان باز نٿا اچو. بهشت جي طلب ڪريو ٿا مگر خدا جي ڪنهن حڪم جي پوئواري نٿا ڪريو. دوزخ جو خوف ته رکو ٿا پر گناهن جي پچر نٿا ڇڏيو. اهو تسليم ڪريو ٿا ته مرڻ حق آهي ليڪن ان جي ڏپ ڪان خدا کي ياد ڪرڻ نٿا چاهيو ۽ ان جي اطاعت ڪان ڪيٻايو ٿا. پين جا عيب ته سر عام ظاهر ڪريو ٿا پر پنهنجين اوڻائين تي اوهان جي نظر نٿي پوي. حياتيءَ ۾ خدا اوهان کي جيڪي نعمتون عطا ڪري ٿو، اوهان کي صحت ۽ شفا بخشي ٿو تنهن جو به شڪر ادا نٿا ڪريو. رات ڏينهن رڳو حال ملڪيت، پو کي راهي، وڻج واپار سان ڪم اٿو، باقي خدا اوهان ڪان صفا وسري ويو آهي.

ابراهيم ادهم جو هڪ روضو بلخ ۾ ٻيو بيت المقدس ۾ آهي. جنهن جي اسان زيارت ڪئي، ٻنهي هنڌن تي هن کي ابراهيم ادهم ڏڪوئين ٿا. اصل ۾ هي (ابراهيم ادهم) بلخ مان ڀڄي هٽي بيت المقدس ۾ آيو هو، هتي اچي ذڪر فڪر جو شغل جاري ڪيو هئائين. اسان هن جا ٻئي روضا ڏٺي هلياسين ۽ وهندا اچي هلور ولايت ۾ نڪتاسين. هتي شيخ دائود چشتي ۽ ٻين ولين جون مزارون آهن. شيخ دائود جي خانقاه ۾ رات ڏينهن حضرت دائود جي دستور وانگي خوش الحاني ۽ ساز سرود جو شغل ٿيندو رهي ٿو ۽ جيڪو به اهو شغل ٻڌي ٿو سو ذڪر ۾ محو ٿي ٿو وڃي. اسان به اهڙي شغل جو شرف حاصل ڪيو.

پوءِ اسان غزني ۾ آياسين جتي سلطان محمود غزنوي جي قبر آهي جيڪو ٻني تميم عرف ٿهيم مان هو ۽ غزني جو بادشاهه ٿي گذريو آهي. هن کي چوڏهن پٽ هئا. سندس قبر جي ساڄي پاسي حسن ميمدي ولي، ٻارهن هزارن مريدن سان آرامي آهي. هن جي کابي پاسي وري خواجه شيخ تبريزي، چوڏهن هزارن مريدن سان ستل (دفن ٿيل) آهي.

اسان اهي هنڌ پنڌ ڏسي رندن جي ولايت ۾ رسياسين جتي شيخ فريد الدين عطار جو روضو (1) آهي. شيخ فريدالدين هن جاءِ تان ٽي ڀيرا حرمين شريفين مان ٿي آيو هو. چوٿين دفعي جڏهن حج تي روانو ٿيو ته خانقاه جو هڪ ٻلو (2) سندس پويان لڳو. حج کان پوءِ جيئن فريد الدين عطار پنهنجي خانقاه تي واپس آيو ته اهو ٻلو به ساڻس گڏ موٽي اچي ماڳ تي پهتو.

---

(1) ڏسو تعليقات.

(2) ڏسو تعليقات.

شيخ فريد الدين عطار پنهنجي توجهه سان ان ٻلي کي اهڙو شرف عطا ڪيو جو هن کي ڪشف جي ڏات ملي وئي (1) جڏهن به خانقاهه تي مسافر ايندا هئا ته انهن جي پهچڻ کان اڳ ٻلو ميڪات ڪري پڌائيندو هو ته اڄ ايترا مسافر ايندا. شيخ فريد الدين آن مطابق مانيءَ جي انتظام لاءِ چٺي چڏيندو هو.

هڪ ڏينهن ٻلي پنهنجي عادت موجب پنج آيو ڪري ڏهه ڀيرا ميڪات ڪيا، ليڪن وقت اچڻ تي ڏهن بدران يارهن مسافر اچي نڪتا. شيخ فريدالدين جڏهن يارهن مسافر ڏٺا ته حيرت ۾ پئجي سوچڻ لڳو: اڄ ٻلي کي الاجي ڇا ٿي ويو آهي. ايتري ۾ ٻلي ڇا ڪيو جو يارهين مسافر جي مٿان وڃي زور سان گرڙاٽ ڪرڻ لڳو. شيخ فريد الدين ۾ سندس مريدن چيو: انهيءَ شخص کي اگهاڙو ڪري (سندس تلاش) ورتي وڃي. ان تي جيئن ان شخص کي تلاشيءَ لاءِ اگهاڙو ڪيائون ته سندن بدن تي زنار (جڻيو) پڌل ڏٺائون. اهو ڏسي سڀني جون ڏندين آڱريون اچي ويون. شيخ فريد الدين ان جي سائين ڏانهن منهن ورائي ڏٺو ته هنن ٻڌايو: هي شخص چالهن ورهين کان اسان سان گڏيو پيو هلي، هن پنهنجي مشائخي جي دعوي سان اسان سڀني کي مريد بڻايو هو ليڪن اسان کي هيلتائين ڪابه پروڙ پئجي نه سگهي هئي ته هي شخص اصل ڪير آهي. شاباس هجي ٻلي کي جنهن پنهنجي ڪرامت سان هن شخص جي اصليت پڌري ڪئي، نه ته اسان ائين ئي آنڌاري ۾ رهندا اچون ها.

پوءِ اهو شڪي مسافر اسلام قبول ڪري شيخ فريدالدين جو مريد ٿيو. انهيءَ سان گڏ جيڪي ٻيا مسافر هئا تن به

---

(1) ڏسو تعليقات ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾.

شيخ فريدالدين جي هٿ تي بعيت ڪئي ۽ وڏي درجي کي پهچي ويا.

اتان زيارت ڪري اسان جو رحمان ولايت ۾ اچڻ ٿيو، هتي هڪ شاندار شهر آهي جنهن ۾ ٻي لک ستر هزار سوار لشڪر جي صورت ۾ موجود رهن ٿا. اهي هر وقت جنگ لاءِ تياريءَ ۾ هوندا آهن. هتي مسجد ۾ جيڪا ٻانگ ملي ٿي اها ويهن ڪوهن تائين ٻڌڻ ۾ ايندي آهي جنهن تي اوري پري وارا نماز پڙهندا آهن.

سلطان سڪندر ذوالقرنين (1) به هن ئي شهر ۾ پيدا ٿيو هو، جنهن پهريان سپاهي گيري پئي ڪئي پوءِ اوپر کان اولهه تائين بادشاهي ماڻيائين. اهو هڪ الڳ داستان آهي جنهن لاءِ ڪيئي دفتر کپندا. اهو شهر ڏسي اتان جي مشائخن جي زيارت کان مشرف ٿي ايندڙ سفر جي سوچ ڪري اچي بردع ولايت ۾ ٽانيڪا ٿياسين. هتي امير حمزي جي يار حُربردعي جي مزار آهي جيڪو رات ڏينهن شراب نوشيءَ جي شغل ۾ مست رهندو هو (2) سندس ڪشف ۽ ڪرامت جي ڪا حد ئي نه هئي، جيڪو به وٽس ٿي آيو تنهن کي عرش تي رسائي ٿي ڇڏيائين. هن (حربروعي) مرڻ مهل وصيت ڪئي هئي ته مون کي پاڻيءَ بدران شراب سان غسل ڏيارجو. دفن ٿيڻ کانپوءِ جنهن کي به ڪا حاجت پيش اچي ته شراب جي صراحي (گگهي) ڀري آڻي منهنجي قبر جي مٿان اوتيندو ته خدا ڪندو ان جي حاجت پوري ٿي ويندي. هاڻ جنهن کي به ڪا حاجت درپيش ايندي آهي ته ان ٻلاري (حربردعي) جي قبر تي وڃي شراب جي صراحي اوتي ايندو آهي. ائين ڪرڻ سان ان جي حاجت پوري ٿيو وڃي ٿي.

---

(1) ڏسو تعليقات

(2) ڏسو تعليقات

ان ڳالهين علاوه هتي سلطان ابوسعيد جو تخت گاهه به آهي جيڪو موسيقيءَ جو ماهر هو. موسيقيءَ جو علم ان وٽان ڏي سڄي عالم ۾ پکڙيو. هي موسيقيءَ جا ستر هنر ڄاڻندو هو. حاجي احمد بيباباني (1) پڻ هن شهر جو هو جنهن جي خانقاهه ۾ هر خميس جي ڏينهن سماع جي محفل لڳندي هئي. انهي سماع لاءِ ٽي هزار آدم اچي گڏ ٿيندو هو. جنهن کي خانقاهه جي لنگر مان ماني کارائي ٿي وئي.

شيخ بدرالدين دهلوي به هتي ڏي آهي. هن جي روضي لڳ هڪ حوض هو جيڪو هر جمعي جي رات پاڻيءَ سان ڪنن ڪر ٿي ويندو هو، جتان اوري پري جي خلق پاڻي پري ويندي هئي. اهو پاڻي اها سڄي رات حوض ۾ رهي ٿو صبح ٿيڻ تي لهي وڃي تر ٿو وڃي، وري ٻئي جمعي جي رات پاڻيءَ سان تار ٿي ٿو وڃي. هتي نهار نالي هڪ جبل آهي جتي پڻ اسان جو وڃڻ ٿيو، انهيءَ جبل اندر هڪ غار هو جتي نانگن جي بادشاهه جي رهائش هئي. اهو نانگ هر وقت خدا جي امر (حڪم) هيٺ ٿو رهي. هن غار مان ٽن ڪوهن تائين جيئون نڪرنديون ڏٺيون ويون آهن، پر جيڪو ماڻهون اتان لانگهائو ٿئي ٿو تنهن کي اهي جيئون ڪوبه نقصان نه ٿيون رسائين. ڪي ڏينهن اتي رهي خوب سير ڪياسين.

اسان جي اڳتين چڙهائي بدخشان ولايت تي هئي، جتي پهچي اتان جي درويشن ۽ بزرگن سان ملاقاتون ڪيون سين ۽ ڪافئن فيض ياب ٿياسين. ان شهر جي ويجهڙ ۾ هڪ وڏو جبل نظر آيو جنهن ۾ رات جو غيبي ڏيئو پري ٿو ۽ عارفن جي ذڪر اذڪار جا پڙاڏا ڪن تي پون ٿا، ڪنهن کي مجال ناهي جو انهيءَ جبل جي اوڏو وڃي سگهي. جبل جي نزديڪ هڪ وڏي کاڻ آهي جتان بدخشاني لعل جواهر نڪرن ٿا،

---

(1) احمد بن محمد بيباباني. ڏسو تعليقات.

هتي ڪي ڏينهن رب پاڪ جي ذڪر فڪر ۾ رهي واندڪائي ملڻ تي هر هنڌ گهمي ڦري فائدو حاصل ڪري نڪتاسين ۽ دوران نالي ولايت ۾ وڃي پنهنجو لڏو لاٿو سين.

دوران ولايت ۾ هڪ اهڙو شهر آهي جنهن جو ثاني روءِ زمين تي ڪونہ سجهي. هن شهر ۾ سلطان فخر الدين جي جامع مسجد اڏايل آهي جنهن ۾ ٽي سؤ ستر قبا آهن. مسجد جي چوڌاري وڏو حوض آهي جتان ماڻهو وهنجي يا وضو ڪري نماز لاءِ تيار ٿين ٿا. جبل مان خدا جي حڪمت سان پاڻيءَ جون نهرون جاري آهن جن جو پاڻي ڪڏهن بہ ڪٿي نٿو سگهي. مسجد جا محراب سون ۽ جواهر سان چٽيل آهن. عام خلق تہ ڇا پر پٿي ڪنهن بادشاهہ بہ ڪٿي اهڙي مسجد ڪانہ جوڙائي هوندي. اسان اتي رهي چار چلا ڪڍيا.

هاڻ اسان جو ماڳ اصحاب ڪهف (1) وارو جبل هو جنهن بابت مشهور آهي تہ اصحاب ڪهف جو هڪ ڏولو ڪافر باد شاهہ جي ارڏائي (2) کان شهر ڇڏي اچي هتي هڪ غار ۾ پناهي ٿيو هو. اهي هتي پهچي، ٿڪ کان چور ٿي جيئن سمهيا تہ گهري ننڊ ۾ هليا ويا. گهڻي عرصي گذرڻ کان پوءِ جڏهن هڪ شريف بادشاهہ جو دور آيو تہ اصحاب ڪهف ظاهر ٿيا. هنن سان گڏ هڪ ڪتو بہ هو جنهن جو نالو قطمير مشهور آهي.

چون ٿا تہ قيامت جي ڏينهن ان ڪتي جي کل بلعم باعور (3) کي پارائي ويندي ۽ انهيءَ جي کل ڪتي کي

---

(1) متن جي لکت موجب اهي ڇهہ ڄڻا هئا جن جا نالا هي آهن: يمليخا مڪ سلمينا مثلينا مرنوش ويرنوش شاذ نوش.

(2) اصحاب ڪهف ڏسو تعليقات.

(3) بلعم باعور ڏسو تعليقات.

ڏيکاڻي بهشت ۾ آماڻيو ويندو. جو خداوند ڪريم اهڙو وعدو حضرت موسيٰ نبي سان ڪيو هو. هن بابت شيخ سعدي فرمائي ٿو: اصحاب ڪهف جو ڪتو ڪي ڏينهن چڱن سان گڏ رهي ماڻهو ٿي پيو دنيا ۾ جيڪو به چڱن چڱن جي صحبت ۽ سنگت ۾ ايندو ۽ چڱائيءَ جي واٽ وٺندو ته ان جي عاقبت چڱي ٿي پوندي.

انهي اصحاب ڪهف واري جبل ۾ اسان ٿي چلا ڪڍي خدا جي ذڪر ۾ مشغول رهيا سين. اتان ڪهي وري اچي عريان جبل ۾ تاڪ ڪيوسين. جتي شيخ عبدالله طرطوسي چاليهه سال خدا جي عبادت ۾ گذاريا هئا. هڪ دفعي هن کي هاتفي آواز آيو ته: اي عبدالله ڇا ٿو طلبين؟ جواب ڏنائين: خدايا! آءُون تو ڪان تو کي ٿو طلبيان!

ٻئي دفعي هاتفي آواز آيس: ته به اهو جواب ڏنائين وري ٽين ڀيري ساڳيو هاتفي آواز آيس، تڏهن به اهوئي جواب ڏنائين. آخر هاتف ٻڌاين ته اي عبدالله: تنهنجي لاءِ الاهي ديدار حاضر آهي. مگر ان سان گڏ ڪنهن ٻي شيءِ جي تقاضا ڪر ته اها به توکي ڏني وڃي. ان تي عبدالله وراڻيو: آءُون انهي خدا کان جيڪو بادشاهن جو بادشاهه آهي اهو سوال ٿو ڪريان ته قيامت جي ڏينهن تائين منهنجو لنگر خانو هلندو رهي ۽ خانقاه جو خرچ به ملندو رهي.

فرمان ٿيس ته پنهنجي لٺ جبل جي وَٽ ۾ تي هڻ. ان مان هڪ ڪاڻ ظاهر ٿيندي جنهن ۾ قيمتي هيرا جواهر هوندا ڪيترن ملڪن جا سوداگر اچي توکان اهي جواهر خريد ڪندا جنهن مان تنهنجي لنگر ۽ خانقاهه جو خرچ پيو نڪرندو. ان ۾ ڪنهن به قسم جي ڪابه گهٽ وڌائي نه ٿيندي پر جي مجاورن کا لالچ ڪئي ته ان مان نقصان جو انديشو پيدا ٿيندو جنهن لاءِ تون انهن کي هدايت ڪري ڇڏ. ته متان سياڻي کو مجاور ڪنهن لالچ ۾ اچي نقصان جو اُهڃاڻ پيدا ڪري!

انهي سير کان فارغ ٿـي وري اچي پـر واري ولايـت طلان ۾ لتاسين جتي شيخ اسماعيل مغربي جي مزار آهي. هتي جيڏي وڏي درگاهه تيڏي گهڻي خلق ڏني وئي. درگاهه جي ٻاهران ڪيئي باغ باغيچا آهن جن ۾ موسمي ميون جـي ڪـا ڪمي ڪانه هـئـي. هتان جـا رهاڪو زالين مردين ڏاڍا حسين هئا. جيڪو به مسافر اتي ٿي آيو تنهن کي رات جـو زالون ۽ ڇوڪريون زور ڏيندڙون ۽ مالش ڪنديون ٿي رهيون، جيڪي خاص انهيءَ ڪم لاءِ مقرر ٿيل هيون ته شيخ اسماعيل مغربي جي درگاهه تي جيڪو به مسافر اچي تنهن کي وجي رات جو زور به ڏين ۽ سندس بدن جي مالش به ڪن جيئن هن جو ٿڪ لهي وڃي. ڪين اها پڪ ڏنل هئي ته ساڻن ڪو به ڪا خيانت نه ڪندو، پر جي اهڙي ڪا حرڪت به ڪيائين ته خدا جي حڪم سان اتي جو اتي مئو پيو هوندو.

اتي اهو پڻ ٻڌڻ ۾ آيو ته جيڪو شخص خدا جي خوف کان انهن زالن توڙي ڇوڪرين سان ڪا هٿ چراند نٿو ڪري، اهو نيڪين ۾ شمار ٿئي ٿو. اسان پورو هڪ مهينو اتي گذاريو. انهن زالن ۽ ڇوڪرين اسان جي خوب خدمت ڪئي پر خدا جي فضل سان اسان جو دامن آلودگي کان پاڪ رهيو.

هتان سنبت ڪري حجر (2) ولايت ۾ آياسين جتي شيخ سعد بريءَ جـي مزار آهي. جيڪو به دل جي صدق سان ان بزرگ جـي زيارت ڪري ٿو، تنهن جي اندر مان بي اختيار ذاتي ذڪر جاري ٿيڻ لڳي ٿو ۽ ان جي مهابي ڪيس گناهن کان ڇوٽڪارو ملي ٿو وڃي.

آتان منزل ٿپي وري اچي مازندران ولايت جا وڻ ڏٺاسين جيڪا ڏاڍي وڏي ولايت آهي. هتي سدائين بهار جي موسم رهي

---

(1) ڏسو تعليقات

(2) حجر ولايت. ڏسو تعليقات.

ٿي ۽ هميشه سيارو پيو لڪائي ان ڪري ڪوبہ شخص بيمار نٿو ٿئي، هر ڪو قدرتي موت مري ٿو.

هتي پڻ هڪ وڏو جبل آهي جنهن ۾ شيخ صدرالدين طيفوري نالي هڪ ولي، سچي چمار الاهي عبادت ۾ صرف ڪئي اهو بزرگ هڪ ئي وضو سان سڀئي نمازون ادا ڪندو هو. پاڻ چاليهن ورهين تائين ان داڻي جي ويجهو ئي نہ ويو ۽ ڪڏهن بہ (ڪنهن حاجت لاءِ) آسمان ڏانهن ڪونہ نهاريائين. سندس ڪشف جو ڪمال ان حد تائين هو جو جيڪي هيٺ ڪنڌ ڪيو ويٺو ٿي رهيو تيئن، جيڪڏهن ڪو پڪي بہ ٿي اڏاڻو تہ ان بابت ماڻهن کي پئي ٻڌايائين تہ اجهو هو پکي پيو اڏامندو وڃي. جيڪو ماڻهو وٽس ڪا مراد ڪٺي ٿي آيو تہ ان کي ڪولي ظاهر ڪري ٿي ٻڌايائين تہ تنهنجي دل ۾ هيءَ ڳالهہ آهي! اهو ٻڌي هر سائل سندس بعيت ڪندو هو. هن بزرگ سدائين روزي سان پئي عمر گذاري ۽ گاهہ پوڻن جا ٻج يا پاڙون ڪڍي انهن تي پئي گذارو ڪيائين.

چاليهن سالن کان پوءِ هن کي بہ هاتفي آواز آيو: گهر جيڪي گهرڻو اٿيئي. چيائين مون کي رڳو خدائي ديدار کپي. وري پيهر ۽ ٽيهر ساڳيو هاتفي آواز آيس تہ بہ ساڳيو ئي جواب ڏنائين، آخر هاتف اها خوشخبري ڏنس تہ توکي خدائي ديدار ضرور نصيب ٿيندو ليڪن ٻي بہ ڪا خواهش دل ۾ هجئي تہ ٻڌائي ڇڏ جيئن اها بہ پوري ڪئي وڃي ۽ تون الاهي قدرت جو ڪرشمو ڏسين!

عرض ڪيائين: خدايا پنهنجي ننگر ۽ خانقاهہ کي ابد تائين آباد رکڻ جي آس اٿم. حڪم ٿيس تہ پنهنجي عصا کڻي جبل جي پاڙ ۾ وهائي ڪڍ. حڪم جي تعميل ڪيائين تہ اتان تيل جو چشمو ڦٽي نڪتو، جنهن جي وهنوار مان ننگر ۽ خانقاهہ جي خرچ جي پورائي ٿيندي رهي ٿي.

چوڻ ۾ اچي ٿو ته جيڪو ان مان حد کان وڌيڪ رقم خرچ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو تنهن کي ڪنهن مرض يا موت جو منهن ڏسڻو پوندو. هتي شيخ سهل (1) صوفي ڪبير جي به قبر آهي جنهن سوَن هزارن مريدن کي واصل بالله ڪيو هو، اسان اها زيارت پڻ ڪئي. هتي ڪيئي باغ باغيچا آهن ۽ پاڻي به ڏاڍو مٺو آهي، جنهن ڪري هن علائقي کي بهشت سان مشابهت ڏني وڃي ٿي. اسان جو اڳيون ٺاڪ ترڪستان هو، جتي شيخ نجم الدين بخاري جي زيارت گاهه مشهور آهي. هتي هر روز ماڻهن جا ميلا لڳل هوندا آهن.

هڪ ڏينهن شيخ شهاب الدين ڪرخي واپار سانگي هڪ سٺو سونيون مهرون ٿيلهي (هميانڻي) ۾ وجهي شيخ نجم الدين جي روضي جي زيارت لاءِ آيو. سڄي رات مراقبي ۾ ويهي صبح جو اتان اٿيو ته هميانڻي اتيئي رهجي ويس. اوڏي مهل هڪ وڏو نانگ ظاهر ٿيو، ماڻهن جو ان کي ڏٺو ته ڊپ کان ڀڄندي ٻاهران روضي جو دروازو بند ڪري ڇڏيائون. ان ڪري ڪي ڏينهن ڪوبه زيارتي اندر روضي ۾ نه وڃي سگهيو.

هوڏانهن شيخ شهاب الدين ڪرخي اتان نڪري وڃي ٻئي شهر ۾ پهتو جتي سونين مُهرن واري ٿيلهي (هميانڻي) ياد آيس. دل ۾ چوڻ لڳو: اي شيخ نجم الدين منهنجي هميانڻي تنهنجي روضي ۾ رهجي وئي آهي ان جي پارت هجئي — آخر ٻن مهينن کان پوءِ موت ڪاڏانئين ته شيخ نجم الدين خواب ۾ ڏيکاري ڏيندي چيس: مون پورا ٻه مهينا تنهنجي هميانڻيءَ جي حفاظت جي خيال کان پنهنجي روضي جو دروازو بند رکيو آهي، هاڻ سيگهه ڪري پنهنجي امانت کڻي وڃ.

شيخ شهاب الدين جڏهن هميانڻي کڻڻ لاءِ روضي اندر وڃڻ لڳو، ماڻهن چيس ته اندر وڏو نانگ ويٺو آهي متان

---

(1) ڏسو تعليقات.

تو کي نقصان نہ رسائي سو اندر وڃڻ جي ڪوشش نہ ڪجانءِ. شيخ شهاب الدين چيو: اوهان فڪر نہ ڪريو، اهو نانگ نہ پر خود منهنجي همياڻي آهي. ائين چئي اندر ويو ۽ پنهنجي همياڻي کڻي واپس آيو. ماڻهن کي تپرس وٺي وئي ۽ مڃيائون تہ بيشڪ خدا جي خاص بندن کي وڏي طاقت آهي جو همياڻيءَ کي نانگ بڻائي ڪنهن جي امانت باسلامت رکيائون. ان کان پوءِ هرڪو روضي ۾ وڃڻ ۽ ڏيئو ٻارڻ لڳو.

ان زيارت کان فارغ ٿي هيڏانهن هوڏانهن گهميا سين. هتي ڪيئي وڏا شهر هئا جن ۾ ڪيئي عجيب نظارا ڏسڻ ۾ آيا. اسان ڏينهن بہ آرام ڪري وري سفر جي سانباهي ۾ لڳي وياسين. هلندي اچي ويلم ولايت ۾ پهتاسين، هتي ڪڏهن ياجوج ماجوج رهندا هئا جن کي حضرت نوح نبي جي پٽ يافث جي اولاد مان ليکيو وڃي ٿو. هن دنيا وارن ۽ انهن ياجوج ماجوج وارن جي وچ ۾ هڪ وڏو جبل آهي جنهن تي سڪندر ذوالقرنين ست سو ڪوهہ ڊگهي سد (بند) ٻڌرائي هئي. اهي ياجوج ماجوج دنيا جي آبادي کان نوَ حصا وڌيڪ آهن.

انهن جو دستور آهي تہ هر روز انهيءَ بند تي ڪاهي ان جو اڌ حصو ڊاهي شام جو واپس هليا وڃن ٿا. وري ٻئي ڏينهن اچي بند جو رهيل حصو ڀڃي هن دنيا جي ماڻهن سان جنگ جوٽين ٿا. ليڪن اها جنگ ايامن کان ائين ئي هلندي اچي ٿي، ڇو تہ اها بند جيئن شام جو ياجوج ماجوج ڀڃي ٿا وڃن تيئن اڌ رات جو الاهي امر سان ٺهي ٺيڪ ٿي وڃي ٿي. ان جنگ ۾ اهي ياجوج ماجوج تڏهن ڪامياب ٿيندا جڏهن انهن مان وري هڪڙي ٻي قوم پيدا ٿيندي جنهن جو انشاءالله نالو هوندو. اها قوم جڏهن وڏي ويجهي وڏي ٿيندي تڏهن ان کي امر ٿيندو تہ اي انشاءالله (قوم) هل تہ هلي هاڻ انهيءَ بند کي ڀڃي پورا ڪري پاڻ اڳتي وڌون! ائين چوڻ سان اها بند ڀڄندي. تڏهن ياجوج ماجوج انهيءَ انشاءالله

واري قوم سان گڏ جي دنيا جي ماڻهن تي ڪاهي اَٿندا ۽ ماڻهن کي قتلام (قتل عام) ڪندا آڳاهان ٿيندا ويندا. هي ايڏي وڏي تعداد ۾ هوندا جو جنهن درياهه وٽان لنگهندا تنهن جو پاڻي پي هڪ سڀيءَ جيترو ڍڪ به ڪونه بچائيندا. پوءِ اولهه کان اوپر تائين سڄي سڄ تي ويندي. آخر اهي وڃي آسمان تي رسندا جيئن اتان جي خلق کي به ختم ڪري ڇڏين. اوچتو حضرت عيسيٰ نبي ڌرتيءَ تي لهندو جنهن کي حضرت عيسيٰ جو دور ڪوٺيو ويندو.

حضرت عيسيٰ قتلام کان بچيل باقي مسلمانن کي وٺي وڃي ياجوج ماجوج واري جبل تي چڙهندو جيئن ڪال نه پئجي وڃي. اتي خدا کان دعا گهرندو ته هن ياجوج ماجوج جي قوم جو خاتمو ڪر! دعا گهرڻ سان ياجوج ماجوج جي قوم ۾ بيماري پئجي ويندي، اهي مرندا زمين تي ڪرندا ويندا. سندن لاشن جا ڍير لڳندا ۽ زمين تي ايڏي بدبوءِ ٿيندي جو ڪو به گهمي ڦري نه سگهندو. حضرت عيسيٰ، وري خدا کان دعا گهرندو ته غئب مان پکي لهي ايندا جيڪي لاش آگهي ميدان صاف ڪري ڇڏيندا، پوءِ خدا جي حڪم سان مينهن وسندو ۽ سڄي زمين ڌوپي اڇي اجري ٿي پوندي، تڏهن حضرت عيسيٰ جبل تان هيٺ لهي ايندو.

اسان اهي سڀ ماڳ ڏسي پسي طلان ولايت ۾ آياسين. هتي خواجه ڪبير جيسريءَ جو آستان آهي سندن ڪمال اهو هو ته جو شخص به وٽس تي ويو سو سندس مريد بڻجي ٿي پيو. پاڻ هر مريد کي پنهنجي توجهه سان سڀني حجابن (پردن) مان پار ڪري خدا سان ملائي ٿي ڇڏيائين. اهڙيءَ طرح هن جا چوڏهن هزار مريد ٿي ويا، جيڪي سڀ وڏيءَ پهچ وارا ٿي گذريا. اتان تي زيارتون ڪندا ٻن فقيرن سان گڏ پاڻيءَ واري جهاز ۾ چڙهياسين. اچانڪ طوفان اچي جي ڪري درياهه

۾ وڏو خطرو پيدا ٿي پيو پر درويشن جي دعا ۽ برڪت سان اسان جي سر تان هر بلا ٽري وئي.

اهو جهاز سلامتيءَ سان اچي هڪ شهر پهتو ٿيو جتي شيخ علي سينا نالي هڪ بزرگ جو ننگر رات ڏينهن هلندو رهي ٿو. انهيءَ ننگر مان هرڪو مسافر ۽ سيلاني وقت سر پنهنجو رزق کائي ٿو. انهيءَ شيخ جا مريد هر وقت ذڪر فڪر ۾ محو رهن ٿا، هتي ٻه ٽي ڏينهن گهارڻ کان پوءِ وري ٽڏو پٽي اصفهان ولايت تہ رسيا سون. جتي شيخ عبدالله طيفوري جو باغ مشهور آهي. انهيءَ باغ جي نگهباني شيخ عبدالله جا مريد ڪن ٿا جنهن جي سڄي ذميداري شيخ حسين اناريءَ کي سونپيل آهي. هن پورا چار سال باغ جي سنڀال ۾ گذاريا. هڪ ڏينهن شيخ عبدالله کيس گهرائي چيو تہ مونکي هڪ ڏاڙهون گهرجي جنهن جي کائڻ جي خواهش جاڳي اٿم. شيخ حسين هڪدم وڃي باغ مان ڏاڙهون پٽي آيو جيڪو کائڻ ٽي کٽو نڪري پيو، جنهن تي شيخ عبدالله فرمايو: اي حسين تو هاسيڪاري اهو کٽو ڏاڙهون اسان لاءِ چو آندو؟

شيخ حسين جواب ڏنو: خدا جو قسم آئون پورن چئن ورهين کان اوهان جي باغ جي سار سنڀال لهندو پيو اچان، هيلتائين مون انهي باغ جو ڪو بہ ميوو چکي ڪونہ ڏٺو آهي تہ کهڙو ٿئي ٿو. ان ڪري مونکي کٽي مٺي هئڻ جي ڪل نہ پئجي سگهي. شيخ عبدالله طيفوري پنهنجي مريد شيخ حسين جي جواب کان متاثر ٿي مٿس توجهہ ڏنو تہ هن جي دل جا سڀ پردا کلي پيا ۽ سنئون سڌو پنهنجي پالڻهار سان ملي هڪ ٿي ويو. پوءِ کيس وليءَ وارو درجو عطا ٿيو. هاڻ جيڪو مسافر يا سيلاني اتي پهچي ٿو تہ اڳ ۾ شيخ حسين اناريءَ جي زيارت تو ڪري تنهن کان پوءِ شيخ عبدالله طيفوري جو در پيئي ٿو.

اسان پڻي (شيخ مغل ٻين ۽ سلطان سرور) انهيءَ زيارت جو شرف حاصل ڪري وري مشهد مقدس ۾ آياسين جتي امام علي ابن موسيٰ رضا جو سونهري روضو آهي. سندس پيجري ۽ مقبري مبارڪ تي الماس، جواهر، فيروزي ۽ مرواريد وغيره جڙاوت ٿيل آهي جنهن تي آن زماني ۾ نوَ ڪروڙ رپيا خرچ ٿيا هئا.

هتان جي بادشاهه وٽ جيڪو خزانو پيداوار مان پُر پٿي ٿيو، سو اڌي روضي تي تي رکيائين. پوءِ ان مان ضرورت مطابق ڪجهه ڪٺي باقي روضي لاءِ ٿي ڇڏيائين، ائين چئي ته آئون امام جي روضي جو خادم آهيان.

امام علي موسيٰ رضا جي روضي تي اسان ٿي چلا ڪڍيا ۽ ذڪر اذڪار ڪيوسين. اتان پوءِ خراسان جي جبل ڏانهن وڪ وڌائي پئي جنهن ۾ هڪ وڏو غار موجود آهي. جنهن کي امام مهديءَ جو غار سڏيو وڃي ٿو. مشهور آهي ته هتي سج لهڻ کان پوءِ قسمين قسمين شين جون بازاريون لڳي وڃن ٿيون ۽ شهرن وانگي هتي وڏو لشڪر اچي ڪٺو ٿئي ٿو. ماڻهو هڪدم تيار ٿي نعارا وڃائي غار جي ٻنهي پاسن کان بيهي مشعلون ٻاري زور سان نعرا هڻندا آهن ته:

بسم الله الرحمان الرحيم.

اي امام مهدي آخر زمان!

غار کان ٻاهر اچ جو سواري تيار آهي. ان تي چڙهي دنيا جهان جي بادشاهي اچي ماڻ!

اسان اتان زيارت ڪري پنڌ هتي شهر حيات آياسين جيڪو تمام وڏو شهر هو. هتي شيخ نظام الدين ڪرخيءَ جو ننگر هندين ما ڳين هاڪارو آهي. جتان آيو ويو مسافر ۽ سيلاني کاڌو کائي ٿو. پر اتان جا رهاڪو ٻه اچي هتان ئي رزق حاصل ڪندا رهن ٿا. عام ماڻهن کان سواءِ ڪيئي بادشاهه

ٻه هن بزرگ جا مريد هئا. اتان ٻه زيارتون ڪري ڪي ڏينهن سير سواد ڪندا آخر اچي استنبول ۾ داخل ٿياسين. هي ٻه هڪ وڏو شهر آهي جنهن ۾ بادشاهه جو بي انت لشڪر موجود رهي ٿو. هن شهر جي ويڪرائي ايڏي ته آهي جو چون ٿا ته عيد جي ڏينهن هتان جو بادشاهه عيدگاهه ڏانهن نماز ادا ڪرڻ لاءِ روانو ٿئي ٿو ته پهرين تاريخ رمضان جي هلي پهرين شوال تي عيدگاهه ۾ وڃي قدم ٿو رکي. موٽ تي وري سڄو شوال جو مهينو پنڌ هٿي آخر پهرين ذوالقعد جي پنهنجي دولت خاني تي ٿو پهچي......! هتي ٻيا به ڪيترا عجيب غريب نظارا آهن.

اسان ڪيترن بزرگن ۽ فقيرن سان ڳچ ملاقاتون ڪري وري اڳتي پنڌ ڏوريو سين. نيٺ اچي زنگين جي ولايت ۾ دابو ڪيوسين. هتان جي بادشاهه وٽ هڪ لک اسي هزار سوارن جو لشڪر آهي، جنهن ڪي شاهي ننگر مان ماني ملي ٿي. هن بادشاهه جو پيو لشڪر بي حساب ڪان ٻاهر چيو وڃي ٿو.

زنگين هتي هڪ قبو اڏايو آهي جنهنجا محراب سون چاندي ۽ جواهرن سان سنواريل آهن انهن جي قيمت جو ڪو ڪاٿو ئي ڪونهي. قبي جي اچائي ۽ ويڪر به اندازي ڪان مٿي ٿيندي. خاص ڪري عاشورت جي ڏينهن ۾ بادشاهه ۽ ٻيا ماڻهو انهي قبي ۾ اچي مجلسون ڪندا آهن. هتي ڪاڏو به ڪارايو وڃي ٿو ته خيراتون به ڪيون وڃن ٿيون. امام حسن حسين جا مرشا پڻ پڙهيا ويندا آهن ۽ ماتم به ڪيو وڃي ٿو.

اسان اتان ڦيرو ڏئي وري حبشين جي ولايت ۾ آياسين، انهي عرصي ۾ ڪيترن پيلارن جون زيارتون ڪندا آياسين. اسان ڪي سڄي مسافري ۾ ست گوڏڙيون مليون جيڪي وڏن بزرگن جون ڏياريل هيون. اهي گوڏڙيون ڏيڪندي اسان جي حال ۽ فال ۾ ايڏو ته ڦيرو اچي ويو جو جيڪي پئي چئوسين

سوئي پئي ٿيو ۽ جيئن ته ٿي چاهيوسين تيئن ٿيندو پئي رهيو. ٿوري توجهہ سان هر ڪنهن جي دلي مراد اسان وٽان پوري پئي ٿي. ڪيئي بيمار جيڪي ڪيترين بيمارين ۾ ورتل هئا تن ڪي اسان جي هٿان شفا نصيب ٿي. جيڪو به مسڪين، محتاج ۽ يتيم اسان وٽ ڪو سوالي ٿئي ٿي آيو ته اسان اهو پورو ٿي ڪيو. اسان جي نظر پوڻ سان، ٽامو، شيهو، پٿر، پتر سڀ سون چاندي ۾ بدلجي ٿي ويا. اهڙي ڪشف، ڪرامت جي ڪري ڏينهون ڏينهن اسان جو مان وڌندو ويو، جتي به ٿي وياسون اتي ماڻهو اسان جي چوڌاري مڙي ٿي آيا. هر روز هزارين ماڻهن جا هجوم اسان وٽ اچي اسان کان دعائون ۽ مرادون پنندا ٿي رهيا. اسان جيئن ٿي جند ڇڏائڻ جا جتن ڪيا، تيئن ماڻهو اسان کي سوڙها پوندا ٿي ويا. ائين ڪندي اسان حبشين جي قوم مان ڦاسي وياسين جنهن هڪ گهڙي به اسان کي آرام جي مهلت نٿي ڏني. اسان جي جان تڏهن آجي ٿي جڏهن پڇي وڃي جبل جو پاسو ورتوسين. آخر صلاح ڪري مون پنهنجي دوست کي حبشين وٽ رهايو جنهن وٽ ايتري خلق اچي گڏ ٿيندي هئي جيتري ڪنهن مشائخ وٽ ايندي آهي. هو به مون (شيخ سلامت) وانگي پنهنجي پَر ۾ ڪشف ڪرامت جو مالڪ هو حبشي هن وٽان پنهنجون حاجتون به پوريون ڪرائيندا رهيا ته سندس چيٽ چاڪري به ٿي ڪيائون.

آءٌ جبل جي پاسي اچي جهنگلي ٻوٽن جي پنن مان پنهنجو ڏٿ تيار ڪري افطار لاءِ رکي ذڪر فڪر ۾ لڳي ٿي ويس. مون وٽ خلق جو ڪوبہ گوڙگهمسان ڪين هو، ان ڪري هيڪاري وڌيڪ بي اونو ٿي پيس. جبل ۾ هڪ غار تاڙي ان ۾ ويهي هڪ ٻي پٺيان ڏهہ چلا پورا ڪيم. هر چلي پوري ٿيڻ تي ساهي پٽڻ جي ارادي سان غار مان ٻاهر نڪري، پير ساهي ٻوٽن جا پن ڪٺي ڏٿ تيار ڪري افطار جو بندوبست پئي ڪيم ۽ وري نئين سر چلي ۾ ويهي ٿي رهيس

جڏهن جبل جي غار ۾ ڏهه چلا پورا ڪيم ته جبل جي چوٽيءَ تي وچي ٻيا ڏهه چلا ڪيم. اتي جيڪي به جهنگلي جانور نانگ، بلائون، شينهن ۽ مرون وغيره موجود هئا، سڀ سندم مطيع ٿي ويا ۽ هر وقت منهنجي اڳيان پوءِ ۾ رهڻ لڳا. منهنجو دوست جنهن کي حبشين وٽ ڇڏيو هيم ڪڏهن ڪڏهن مانيءَ جا ٽڪر کڻي اوسي پاسي کان گدائي ڪري مون کي آڻي ڏيندو هو. پاڻيءَ جي ڪنا ڪوٺ ڪانه هئي ان ڪري ڏکيائي ڪانه پئي ٿيم. جبل جي چوٽيءَ تي ڏهه چلا ڪري پورا ڪيم ته وڌيڪ ڏهن چلن ڪڍڻ جو خيال ٿيم جيڪي وچ سمنڊ ۾ ڪڍڻا هئا. ان پاسي جتي پوين چلن ڪڍڻ جي نيت ڪيم، خوفناڪ هاٿين ۽ خطرناڪ جانورن جو گهڻو زور هو پر ماڻهن جي موجود نه هئڻ ڪري مطمئن هئس ته هتي ڪو به تنگ ڪرڻ وارو ڪونه آهي.

خدا جي حڪم ۽ مهر سان اهي هاٿي ۽ ٻيا هيبتناڪ جانور اهڙيءَ طرح تابع ٿي پيا جو هي حقير ۽ نحيف (شيخ سلامت) انهن جي مٿان حڪم هلائڻ لڳو. پوءِ ڇا ڪيم جو اتان هڪڙو هاٿي جيڪو ڏاڍو ڪٽ مست ۽ نهايت حشمت وارو هو، تنهن کي ڪنهن نموني زير ڪري، جهنگ مان ڪاٺيون ڀڃي، هودي ٺاهي ان جي پٺيءَ تي رکيم. هوديءَ ۾ وڻن جا پن وڇائي مٿان تاريون ڪٽي ٻڌم ته هڪ اهڙي جهوپڙي تيار ٿي پئي جنهن ۾ هڪڙو ماڻهو آرام سان ويهي ٿي سگهيو. خدا جي توڪل ۽ رسول جي مدد سان اڳيان وانگر جهنگ جي ٻوٽن مان ڏٿ تيار ڪري مٿو پاڏي پاڻ وٽ رکي ان هوديءَ ۾ ويهي ذڪر فڪر ۾ محو ٿي ويس جنهن جو اذن هادين ۽ مرشدن وٽان مليل هو. آخر ماڻهن جي وٽ پڪڙ کان آجو ٿي پنهنجي رب سان لنوءَ لاتم. هوڏانهن هاٿيءَ کي جڏهن ضرورت پيش ٿي آئي ته اوسي پاسي چڪر ڏئي گاهه پٺو چري ۽ پاڻيءَ سان پيٽ ڀري وري ساڳي هنڌ

تي اچي ٿانيڪو پئي ٿيو.

جڏهن ٻه پنهنجو ڪو چلو پورو پئي ڪيم ته هاڻي تان لهي ڏينهن ۾ زمين تي گهمي ڦري ڏٺ پاڻي گڏائي وري اچي هوديءَ ۾ ويهي نئين سر چلو شروع ڪي ڪيم، اهڙيءَ طرح ٽيهر ڏهه چلا پورا ٿي ويا، جڏهن پويان ڏهه چلا هاڻيءَ جي پٺيءَ تي هوديءَ ۾ ويهيءَ پورا ڪري ورتم ته واندڪائي ۾ وڃي پنهنجي دوست سان مليس جنهن کي حبشين وٺ چڏي آيو هيس.

حبشين جي زالن، مردن جڏهن مون کي ڏاڍي ضعيف ۽ نحيف حال ۾ ڏٺو ته ويچارا زار زار روئڻ لڳا ۽ مون تي سر ساهه صدقي ٿي ڪيائون، پر مون جو وري ماڻهن جا ميڙ ڏٺا ته بيزار ٿي پيس ۽ رات وچ ۾ اتان پڃي نڪتس. منهنجو دوست به مون سان گڏ حبشين کي ڇڏي اڳــ جمان هم سفر ٿي هليو. مون کي رکي رکي دل ۾ خيال پئي آيو ته جيڪر اچا ڏهه چلا ٻيا ڪڍي ڪل چاليهه چلا پورا ڪجن. پڇاڙيءَ حرمين شريفين وڃي حضور صلعم جن جي زيارت کان فارغ ٿي ڪائڻن اسم اعظم جو اذن وٺي لايا سجايا ڪجن. پوءِ به جيڪڏهن حياتي باقي رهي ته حضور اڪرم جي اجازت سان پنهنجن بزرگن سان ملڻ لاءِ وطن واپس ورندس جيڪي مون لاءِ قبلي جي حيثيت رکن ٿا ۽ جن ٿي مون کي چٽي ڏيهه ڏيکاريو هو. خير اهي پور پچائيندو پنهنجي دوست سان گڏ سمنڊ جو ڪنارو ڏئي اڳتي وڌندو رهيس. سمنڊ ايڏو ته اٿاهه هو جو ان جو پريون ڪنارو ماڳهين ڏسڻ ۾ نٿي آيو. سمنڊ جون ويرون ايتريون ته پوائتيون ۽ ڏهڪائيندڙ هيون جو ڊپ کان اسان جو ساهه پئي نڪتو. اسان مڙئي پنڌ ڏوريندا وياسين تان جو هڪ اهڙي هنڌ تي اسان جو پهچڻ ٿيو، جتي اچانڪ سمنڊ جون چوهيون ڇوليون اسان جي مٿان وري ويئون، پاڻ سنڀالي اڳيرا ٿياسين ته به ساڳي ڪار- پاڻي گهڙيءَ ٻني ٻوڙ ته گهڙي

گوڏن ڀر ۾ ٻي ساعت ڇيله کان ڇاتيءَ تائين لهندو چڙهندو ٿي رهيو. انهيءَ ٻڌ ٽر ۾ اسان مور ڳو ساهه تان آسرو پلي ڇڏيو. ايتري ۾ پاڻي وات ۽ نڙيءَ تائين اچي رسيو. آن مهل رب سائين کي پاڏيوسين . انت اسان جو عرض اگهاميو. اوچتي غيب مان ٻه نوراني ڇهرڻ وارا پاڪيزا پکي جن جي پرن مان نور جون تجليون ۽ اندر مان الاهي آواز واريون هونگارون ٿي نڪتيون. سمنڊ جي مڇريل موجن تان ٿهلندا ٿهلندا اسان ڏانهن وڌندا آيا. اُن گهڙيءَ سمنڊ ۾ هر طرف سيلاب واري صورتحال نظر ٿي آئي ڇولين کان سواءِ ڪو ڇيهه ئي نه هو. جيستائين پکي اسان تائين پهچن تيستائين اسان ٻه چار گوتا کائي چڪا هئاسين ۽ سمنڊ جو ڪارو ڪسارو پاڻي اسان جي نڙيءَ مان پار ٿي چڪو هو.

پکين ايندي شرط پنهنجا چنبا ٻڌڪهيڙي اسان کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو. اسان به حوصلي سان انهن جي چنبن ۽ پنين تائين هٿ وجهي پاڻ کي سوگهو ڪيو. هو اڪ چنبي ۾ اسان کي اهڙي سولائي سان ڇولين جي مٿان ڪٺي اڏاٽا جو ڪابه ڏکيائي ڪانه ٿي، اسان هو هو جي هونگار ۾ ته پکي پنهنجي رفتار ۾ مست، جهٽ نه گذري ته هو آڏامندا اچي اونهي سمنڊ ڏي پهتا جتي هيانءَ ڦاڙ ويرن کي ڏسي اسان جا اوسان خط ٿي ٿيا. سامونڊي مڇين ۽ ٻين سهدارن جو ايڏو ته لڙ گوڙ لڳو پيو هو جو ڀانءِ ته ڪنن تي اجهو ٿيون تاڙيون ۽ تاڪيون چڙهن. هلندي ايڏا هير دل تي پياسين جو اجل ڇڻ اسان جي مٿان اچي ڇڪو هو. خيال بدلائڻ لاءِ مون جيئن مٿي نهاريو ته پاڻ واري پکيءَ کي ساون چنبن سائي ڇهنب سائي ڪلنگي سان ڏٺم ۽ سندس سيني تي طوطائي رنگ نظر آيو باقي سڄو بدن پرن سميت اڇو اجرو هئس جنهن مان نوراني ريکائون ٿي اُپريون. هر گهڙيءَ هو هو جي هونگار ٿي ڪيائين اڪ ڪٺي جو پاڻ واري دوست ڏانهن ڏٺم ته اُن واري پکي

جا چنبا ڳاڙها، ڇهنب به ڳاڙهي ته ڪلنگي به ڳاڙهي هيس. پيٽ وارو پاسو به ڳاڙهسرو پئي ڏنس، پيو سڄو بدن مون واري پکيءَ جيان پرن سميت اڇو اجرو هيس جنهن مان نور جون لاٽون ٿي ڦٽي نڪتيون. هي به هو هو جي هونگار ۾ لڳو پيو هو، اهو عالم ڏسي ڪجهه آٿت آئي ۽ موت جو ڊپ لهي ويو.

پکي پنهنجي موج ۾ اڏامندا اونهي سمنڊ جي هڪ خاص هنڌ تي اچي لٿا، جتي غيب جو موٴڪل ياقوت ۽ جواهرن سان جڙيل تخت کڻي آيا، جيڪو طرحين طرحين پوشن سان سنواريل ۽ سينگاريل هو، سنگ مرمر جو اهو ڳرو تخت پاڻيءَ تي ڪڪ پن جيئان بيهي رهيو ته وري هيرن جواهرن جي جڙاوت سان هڪ وسُنءَ جهڙي ڪرسي آڻي ان تخت جي پر ۾ رکي ادب سان پاسيرا ٿي بيٺا، سڄو ڪم راس ٿيندو ڏسي نوراني پکين اسان ٻنهي کي انهيءَ ڪشادي ڪرسيءَ تي ويهڻ جو اشارو ڪيو ۽ پاڻ ٻئي آن ويڪري تخت تي ويهي رهيا. هنن جي ويهڻ سان سمنڊ جا سڀ ننڍا وڏا جانور ٽولا ڪري اچي آني سهڙيا ۽ سلامي ڏئي رمندا رهيا. انهن مان قد ڪاٺ ۾ ڪي جبل وانگي پئي ڏٺا ته ڪي پتڪڙا پئي نظر آيا. جڏهن انهن جي سلامي پوري ٿي ته سامونڊي مخلوق جو وارو آيو جنهن ۾ سامونڊي گهوڙا ۽ سامونڊي آدم هو، هي سلام ڪري قطارن ۾ بيهي رهيا. سامونڊي آدم، اسان آدمزادن وانگي پئي پاسيو پر قد ڪاٺ ۾ هنن مان ڪو جبل جيڏو ته ڪو اسان جهڙو ٿي ڏسڻ ۾ آيو.

نوراني پکين سامونڊي مخلوق مان چند آدم ۽ اٺ گهوڙا طلبيا جيڪي سندن آڏو حاضر ڪيا ويا، هنن انهن کي تاڪيد ڪندي حڪم ڏنو ته هي ٻئي فقير (شيخ سلامت ۽ سندس دوست) خدا جي پيارن مان آهن ۽ رسول پاڪ جي اُمت ٿيڻ جو شرف رکن ٿا. هي خدائي راهه جي ڳولا ۾

ذڪنا آهن جيڪو مالڪ الملڪ ۽ صاحب الاملاڪ آهي جنهن ارڙهن هزار عالم کي پيدا ڪري ھيءَ ڪائنات وجود ۾ آندي آهي، انهي وحده لا شريڪ له جي عشق محبت ۽ ذوق شوق ۾ ۽ پنهنجي رسول مقبول ﷺ جي ظاهري باطني ملازمت ۽ خاڪبوسي جي نيت سان دنيا جهان جي بادشاهي ۽ سرداري ڇڏي، ماءُ پيءُ ۽ مٽن مائٽن جو وڇوڙو سر تي سهسائي فقر فاقا اختيار ڪري، پالڻهار جي پاڻوهه ۾ هيڏو سارو ڪشالو سر ڪرڻ جو عزم ڪيو آهي. اهو ئي اصول ۽ اراد و ولين، نبين، متقين، مشائخن، ابدالن، اوتارن، ڪاملن، اڪملن، مڪملن، عابدن، واصلن، زاهدن ۽ عالمن توڙي عاملن جو هو جنهن جي ابتدا ۽ انتها علم اليقين، عين اليقين ۽ حق اليقين تي انحصار رکي ٿي.

جيڪي به ڪاشف، مڪاشف، موحد، مربي، مرشد، مهدي ۽ مُحدث، خدا جا مقرب ليکيا وڃن ٿا جن حيات توڙي ممات ۾ ڪائنات جي چپي چپي تي پنهنجا آثار ۽ آهچاڻ ڇڏيا آهن. هي بئي انهن برگزيدن بزرگن ۽ ڀلارن جي استفادي لاءِ آتا آهن، انهيءَ عقيدت ۽ ارادت سان جيئن انهن وٽان هنن کي به ڪا هدايت ۽ ولايت نصيب ٿئي. ان لاءِ هي ٻئي بزرگ ۽ ولي جن مان هڪڙو قريشي، فاروقي ته ٻيو سرور سلطان آهي. نبين، ولين، مشائخن وٽان جيڪي بر بحر، خشڪي ۽ تريءَ ۾ وسن رهن ٿا، استفاد و ڪري، گرمي سردي، توڙي سختي سهي، ڪشف ڪرامت ۾ ڪمال تائين پهچي خدا شناس تي هيستائين اچي پهتا آهن، هاڻ چاهين ٿا ته اهي ولي ۽ ڪامل جيڪي درياهي ۽ سامونڊي علائقن ۾ اندر ٻاهر واسو ڪن ٿا تن جون زيارتون ڪري ۽ فائدو وٺي اوري پري تائين ٻجهندڙ عجيب اسرارن مان فيض پرائي رهن.

ان بابت هيءَ رت ڪئي وئي آهي ته هي ٻئي سامونڊي گهوڙن تي سوار ٿين، اهي گهوڙا جيڪي پرن وارا ۽ اڏامندڙ

آهن، باقي ڇهن گهوڙن تي ساموندي آدم مان ڇهه ڄڻا سوار تي هلن ۽ هنن ٻنهي ولين کي هرهڪ ولي ڪامل جي زيارت ڪرائين جنهن جو سمنڊ اندر آستان آهي. هنن کي اهي مڙئي مقام ۽ منزلون جن ڪان اوهان واقف آهيو گهمائي ڇڏيائون ۽ ڪوهه قاف جو سير ڪرائڻو آهي. جيڪو وچ سمنڊ ۽ پهاڙن جي گهيري ۾ آهي. ان جبل جو هڪ بسرو تمام مٿاهون ڏسڻ ۾ ايندو جيڪو ڄڻ آسمان سان چوٽي گسائي رهيو آهي، انهيءَ جي مٿان هڪ وڻ ڏسڻ ۾ ايندو جيڪو سدرة المنتهيٰ ثاني سڏيو وڃي ٿو. انهيءَ وڏي ۽ ويڪري وڻ جي چوٽيءَ تي هڪ وڏو آشيانو (آکيرو) اڏيل آهي جنهن ۾ هماء نالي پکين جو بادشاهه رهي ٿو. دنيا ۾ جيتي به جيڪي به ننڍا وڏا پکي پيا ڏسجن آهي ان جا سلامي آهن، ان جو ئي حڪم مڃين ٿا ۽ ان جي هيٺان آهن ۽ هي انهن سڀني جو بادشاهه ليکجي ٿو. انهي پکي هُماء جي خوراڪ اُهي پراڻا هڏا آهن جيڪي ايامن کان زمين ۾ پٽي ڪاڇي چڪا هجن. (١)

هي ٻئي بزرگ (شيخ سلامت ۽ سندس دوست) پنهنجي سرداري ۽ بادشاهي ڇڏي محض مولا پاڪ جي عشق ۽ محبت ۾ زمين آسمان هيٺ اوپر اولهه تائين سرگردان ۽ حيران رهي ان بي پرواهه ۽ بي نياز هستيءَ جي ڳولا ۾ جان، مال، شان شوڪت توڙي شاهي ترڪ ڪري آيا آهن. هنن کي اُن وڻ تائين رسائڻو آهي جنهن جو نالو نشان اسان (نوراني پکي) مٿي ظاهر ڪري چڪا آهيون. انهيءَ وڻ جي آکيري ۾ جيڪو پکين جو بادشاهه هماء رهي ٿو، سو اسان جي امر جو تابع آهي. پوءِ نوراني پکي مون (شيخ سلامت) ڏانهن منهن ورائي چيو ته اسان ٻئي ساون ڳاڙهن آهيائن وارا پکي رڳو اوهان جي مددگاريءَ لاءِ آيا هئاسين، هاڻ اوهان هنن ڇهن ڄڻن

---

(١) هماء پکي بابت ڏسو تعليقات.

سامونڊي آدمين سان گڏجي روانا ٿيو ۽ وڃي پکين جي بادشاهه هماءِ وٽ پهچو اسان ان کي چاڻ ڪريون ٿا ته هو اوهان جي هر ڪا مدد ڪندو. اوهان دلجاءِ ڪري روانا ٿيو، پڇاڙي انهن نوراني پکين سامونڊي آدم کي چيو ته اوهان هنن پنهي (اسان کي) هماءِ پکي وٽ ڇڏي پوءِ پلي پنهنجي ماڳ هليا وڃجو، هاڻ اوهان کي اجازت آهي اوهان خير سان هلو ته اسان پنهنجي منزل ڏانهن هليا وڃون.

اسان پوءِ انهن ڇهن ڄڻن (سامونڊي آدمين) سان گڏجي سامونڊي گهوڙن تي چڙهي روانا ٿياسون. اسان اولهه طرف رخ رکيو ته نوراني پکي اوپر پاسي راهي ٿيا. اسان جا گهوڙا جن کي پر پاتل هئا زور سان وٺي آڏاٺا. اسان جنهن نموني انهيءَ سير دوران ولين صوفين نبين، متقين ۽ سمنڊ ۾ وسندڙ پين خدا جي پيارن توڙي سامونڊي نظارن جا مشاهدا ڪيا، تن جي تفصيل ڪان قلم قاصر آهي. قصو ڪوتاهه، اسان سمنڊ جو سير ڪندا انهن بزرگن جي زيارت ڪان مشرف ٿيندا وياسين جن جا اتي ٿاڪ هئا. هر ڪنهن وٽان فيض ۽ فائدو وٺندا اڳتي وڌندا پئي وياسين تان جو اچي ڪوهه قاف تي پهتاسين. هتي عجيب ۽ اعليٰ قسم جا باغ باغيچا ڏسي حيرت لڳي، قداور وڻن ۾ ڪيترن قسمن جا مٺا ۽ سوادي ميوا موجود هئا جن جي لذت بهشتي ميون ڪان گهٽ ڪانه هئي. باغ ٻيءَ وري اهڙا سهڻا ۽ وڻندڙ جو روءِ زمين تي ڪين هوندا. آهي ميوا ته ڇڏ ڪنهن جي اکين خواب ۾ به ڪونه ڏٺا هئا.

وڻڪار ۾ جيڪا گلزاري لڳي پئي هئي تنهن جي ڇا ڳالهه ڪجي. وڻ وڻ جا وڻ ته طرحين طرحين جا گل جن جي رنگينيءَ ۾ ڪي ئي رونقون سمايل هيون. اسان جيئن اتي پهتاسين. دل باغ بهار ٿي وئي. موقعو غنيمت سمجهي چوٿيان ڏهه ڇلا به پورا ڪري ڇڏياسين جن لاءِ سفر تي رواني ٿيڻ مهل پئي پور پچاياسين. اهڙيءَ ريت خدا جي فضل ۽ رسول

پاڪ جي مدد سان اسان جا پويان ڏهه چلا پورا ٿيا ته ڪل چاليهه چلا ٿي ويا جيڪي پکين جي بادشاهه هماء جي باغ ۾ ڪڍياسين. اهي چلا مقبول ٿيا ۽ هماء جي بادشاهي ۾ رهندڙ پکين اسان ڏانهن رجوعات رکي، انهن مان ڪي پکي تمام قداور ته ڪي بلڪل هلڪا ۽ ننڍي قد وارا هئا. پکين جا مٺڙا آواز باغن جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پئي پڌڻ ۾ آيا. هر طرف مٺي پاڻيءَ جون نهريون جاري هيون. پکين جي سونهن جي کهڙي ساراهه ڪجي. رات لڙي ڪان پوءِ هنن جي اندر جا آواز جڏهن سندن چهنبن تان ٿي وريا ته ذڪر فڪر جي بيخودي ۽ بيهوشي ڪان هرڪو بي خبر ٿيندو پئي ويو. ڪيترن پکين تي وجد جي حالت طاري پئي ٿي ته ڪيترا پکي حال مست ٿي نيزارڻ ۾ پئجي ٿي ويا. اسان جي ذڪر فڪر مان پڻ چڱو لاڀ ٿي پرايو. اتي جيڪي پئي ڏٺوسين تنهن ۾ محو ٿيندا پئي وياسين. باغن جي ڪا پيٽي ڪانه هئي ته نهرين جو بہ آڏو مٿو ڪونه ٿي نظر آيو. اسان پڇائون ڪندا وڃي ڪوهه قاف جي چوٽيءَ تي بيٺل ان وڻ وٽ پهتاسين جنهن کي سدرةالمنتهيٰ ثاني سڏيو ٿي ويو. اتي جبل جي وري ٻي چوٽي ڏسڻ ۾ آئي جيڪا آسمان تائين هئي. اسان اڏامڪ گهوڙن تي چڙهي ان چوٽيءَ تي رسياسين. اُتي بہ باغ باغيچا جام هئا ۽ پکين چوڪيداري ٿي ڪئي. اسان انهن کي ٻڌايو جن وڃي پکين جي بادشاهه هماء کي چاڻ ڪيو. هن (هماء) حڪم ڏنو ته اسان ٻنهي بزرگن (شيخ سلامت ۽ سندس دوست) کي آشياني جي آڏو آندو وڃي.

اسان جيئن آشياني آڏو حاضر ٿياسين ته پکين جي بادشاهه اسان کي گهڙ کي مان ڏسي فرمايو هي ٻئي اڃا الاهي دربار ۽ حضور اڪرم ﷺ جي مجلس ۾ وڃڻ لائق نہ ٿيا آهن. جيتوڻيڪ ٻنهنجي زهد ۽ عبادت وسيلي ڪامل ۽ اڪمل پيا ڏسجن ته بہ منجهن دنيا جي بوءِ سان گڏ هلڪي سلڪي خواهش بہ

ڪنهن حد تائين سندن هڏن ۾ ڏسجي ٿي، ڪين ڪپي ته اڃا به پنهنجي فقر کي اُناهين درجي تي پهچائڻ جي ڪن، جيئن دنيا جي بادشاهيءَ جي بوءِ جيڪا سٽن پيڙهين کان هنن جي بدن ۾ وسي رسي ٿي سا بلڪل نابود ٿي وڃي. هي پڻ تيستائين قطبن، موحدن ۽ عارفن جي منزل تائين نه رسندا جيستائين چاليهه چلا پيا ڪڍي پاڻ کي گاري ماري نئين سر تيار نه ٿي ايندا. اُن کان پوءِ ئي هنن کي الاهي ديدار ۽ رسول جي زيارت جو شرف حاصل ٿي سگهندو پڻ صورت ۾ سڀ ڪجهه مشڪل ۽ ناممڪن آهي. هي پڻ هن مهل تائين سخت رياضتون ڪري ڪامل، اڪمل، اطهر ۽ انور ته ٿي چڪا آهن پر اڃا به ولين ۽ صوفين سان برابري رکن ٿا يا انهن کان ڪجهه سرس نظر پيا اچن، تنهن هوندي به اسان جو خيال آهي ته وڏيڪ اُتم، اعليٰ، افضل ٿي. هند، سند، عرب، عجم ۽ روم شام جي ولين جا سرتاج بڻجن جيڪي دنيا ۾ خدا ۽ رسول جي دين اندر مقبول ۽ منظور آهن. هنن جي لاءِ اسان جي اها ئي تمنا آهي ته هي انهن سيني کان مٿاهين درجي وارا ٿين جيئن ڪين زمين آسمان جي ستن طبقن ۽ هر مڪان توڙي منزل جي بادشاهي نصيب ٿئي. هي ڪيئي مقام ۽ منزلون طئه ڪري مٿانهان ٿي چڪا آهن، هنن ناسوت، ملڪوت ۽ جبروت تنهي کي پوئتي رهائي لاهوت ۾ اڪيون ته کپايون آهن پر هنن کي اها توفيق گهرجي جنهن جي وسيلي لاهوت جي سير کان پوءِ ياهوت پهچي پڇاڙيءَ هاهوت تائين رسي سگهن. انهيءَ طريقي سان ئي هي پڻ الاهي بارگاهه پيئڻ جهڙا ٿي پوندا.

هي پڻ ننڍي چمار جا آهن. لوح محفوظ جي لکت موجب هنن جي عمر هڪ سؤ ورهين تائين ٿيندي. هن وقت جوان هئڻ ڪري زهد ۽ رياضت جا ڪشالا ڪري سگهن ٿا، تنهن ڪري ڪين همت ۽ جرئت کان ڪم وٺي اها مهم به سر ڪرڻ گهرجي. هنن لاءِ منهنجي صلاح آهي ته نئين سر

ست ساري چاليهہ چلا پيا ڪيدي پورا ڪن! انهيءَ محنت، رياضت ۽ عبادت کان پوءِ ڏي ڪين نبي ڪريم پنهنجي حضور ۾ ڪوتائي دلي ديدار سان سرفراز فرمائيندو جتان هنن کي اهي اعليٰ خدمتون مقرر ٿي ملنديون جن جو درجو ۽ رتبو سڀ کان مٿانهون پيو بڌجي. ٻي پاسي سڀ ڪجهہ سندن مرضيءَ تي ڇڏيل آهي ڇو تہ هي پاڻ هيلتائين محنتون ۽ مشقتون ڪري پاڻ کي زماني جو قطب ۽ ٻنهي جهانن ۾ مقبول بڻائي چڪا آهن. دنيا جي ولين وانگي هنن بہ پاڻ کي آخرت جي حساب ڪتاب تورڙي سوال جواب کان آجو ڪري ڇڏيو آهي. هنن ٻنهي جي ايمان جا ڪاڳر ان ڏينهن پريا ويا جڏهن هي پنهنجا گهر گهاٽ، مال، ملڪيتون، ترڪ ۽ تاراج ڪري، شاهي عزت کي ٻن ڏئي مولا پاڪ جي عشق ۽ محبت ۾ بي وطن، غريب، مسڪين، عريان، بريان ۽ گريان ٿي دانهيندا ۽ ڪاهيندا اڳتي وڌندا ويا. هنن محلن ماڙين سان گڏ عيش عشرتون ڪک برابر نہ ڄاڻي ڇڏي سڀ کي ترڪ ڏئي دنيا سان گڏ دنيا وارن کان پڄي بيزار ٿي، پرديس ۾ هاڃا هڻي گداگر ٿي جيڪي جتن ڪيا تن جي طفيل جنتي بڻجي پيا ۽ ايمان جي دولت سان مالا مال ٿيا. ڪين حورن، قصورن تورڙي بهشتي محلاتن ۽ باغن بهارن جي مالڪي ملي وئي. پر جيستائين صاحب ۽ رب پاڪ جي وصال ۾ محو ۽ محيط ٿي وڏن درجن حاصل ڪرڻ جو تعلق آهي ان لاءِ اڃا کي ڪجهہ گهرجي ٿو. جيڪڏهن هن کي وڌيڪ محويت ۽ محيطيت جو خيال آهي تہ پوءِ وڌيڪ پيا چاليهہ چلا بہ ڪيدي پورا ڪن جيئن بروقت ڪين پڌايو ويو. ان مهابي ڏي رب پاڪ سان موصل. محو ۽ محيط ٿي سگهندا، پر شرط هي آهي تہ سري ۽ روحي ذڪر جا مرحلا طئہ ڪري تنهن کان پوءِ ذڪر خفي ۽ اخفي ۾ پاڻ کي ايترو غرق ڪن جو پاڻ کان ئي بي خبر ٿي وڃن ۽ بيجان بڻجي پون. نہ رڳو ايترو بلڪہ

حقيقي عشق جي جذبي ۾ پاڻ کي قتل ۽ شهيد ڪري ڇڏين جيئن سڀئي پردا لهي وڃن ۽ هي رب پاڪ سان ملي هڪ ٿين. وري به هنن جي اختيار ۾ آهي جيڪڏهن همت ۽ ٻڌن ته ٺيڪ نه ته آئون پنهي کي حضرت خضر ۽ حضرت الياس جي حوالي ڪري ڇڏيندس جيڪي دين دنيا جو ڪاروبار چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿا ۽ انهن وٽان ئي سڀ مسئلا حل ٿيندا ٿا رهن. هو جيڪي چاهين ٿا سو ئي ٿئي ٿو. هو هنن جي وجود کي جنهن ۾ اڃا سوڌي دنيا جي گندي ڏپ موجود آهي. چاليهه چلا ٻيا ڪيرائي نوراني ڪري سگهن ٿا. هنن جو سڄو بدن معرفت جي نور سان ڀرپور ٿي ويندو جنهن ۾ ماسوالله، خدا کان سواءِ ڪابه چيز باقي نه هوندي.

پکين جي بادشاهه هماءَ اسان کي ايڏي ڏکي هدايت ۽ نصيحت کان پوءِ چيو ته هاڻ سڀ ڪجهه اوهان جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي. اسان ٻئي (شيخ سلامت ۽ سندس دوست) هيڏي ساري حقيقت ٻڌي پنهنجي رتبي بابت سوچڻ لڳاسين. اسان ائين ٿي ڀانيو ته هيڏن ڪشالن کان پوءِ پنهنجي فقر کي پختو ڪري رب پاڪ سان پورا پئجي ۽ ان تائين پهچي به چڪا آهيون. ايتري قدر جو جيئن چئون پيا تيئن پيو ٿئي. دنيا ۽ اهل دنيا کي ترڪ ڏئي ايتري حد تائين عبادتون ۽ رياضتون ڪيون اٿئون، جو سڄي عالم جو احوال اسان تي عيان ٿي پيو آهي. زمين آسمان جي ستن طبقن جي ظاهري، باطني حقيقت ۽ خدائي راهه جي ڪيفيت کان وٺي ان جي پاڪ ذات جي محويت ۽ محيطيت تائين به اسان هٿي هنڌ ڪيو آهي. پر پکين جي بادشاهه هماءَ جي خيال ۾ اسان اڃا اهو ماڳ نه ماڻيو آهي جيڪو پهتل هستين جي ڀاڱي ۾ اچي ٿو. اسان پاڻ ۾ اها کوٽ محسوس ڪري نانگ وانگي وڪڙ کائي ۽ ڳيري جئان ڦٿڪي زمين تي ليٽڙيون پائڻ لڳاسين. اسان کي ائين سمجهڻ ۾ آيو ڄڻ جيڪي ڪجهه ڪيوسين سو سڀ ڪين

تي پيو. پورا ايڪويهه سال گهر کان بي گهر ٿي وطن ڇڏي خدا جي جستجوءَ ۾ ڪيئي ڪشالا ڪڍي هن پند تي اچي پهتاسين ته به منزل نصيب ۾ ڪانه آئي، يار سان ملڻ جي آس ڪندي ويتر وڇوڙي ۾ وئجي وياسين؟ هاڻ هن حال ۾ ڪيڏانهن وڃون ۽ ڪنهن ڪريون! ڪنهن وٽ وڃي ٻاڏايون ته اسان جو ڪو داد ڪيو وڃي.!!

اسان جيئن اهو سڄو مذڪور ٻڌو ته ٿيئن دل ۾ آيو ته جيڪڏهن جياپي تان سوس پلي پاڻ کي ڪوهه قاف جي چوٽيءَ تان هيٺ ڪيرائي پنهنجو انت آڻجي، پر ٻيءَ گهڙي خيال پئي ٿيو ته يار جي ياري وري به وڏي ڳالهه آهي. نيٺ ته هو اسان سان سنمک ٿي رهندو. آخر فيصلو ڪيوسين ته جنهن صورت ۾ اسان کي پاڻ مارڻ ڪري يار کي ڪا به پرواهه نه رهندي ۽ هن تي اهڙا لکين سر گهورجن تڏهن به کيس ڪا غرض نه رهندي ان ڪري آن جي قضا ۽ رضا تي راضي ٿي وڏيڪ چاليهن چلن ڪڍڻ جو ارادو ڪيوسين. انهيءَ خيال سان ته جيڪڏهن اهڙي طريقي يار جو وصال نصيب ٿيو ته به اسان لک ڪٽيو. اسان جهڙا ڪيئي جيڪڏهن يار جي راهه ۾ قربان ٿيا ۽ مري کپي ويا ته پتي ڪانهي. نيٺ ته ان کي رحم اچي ويندو. اهو سوچي پکين جي بادشاهه کي عرض ڪيو سين ته اسان کي هي شرط به قبول آهي. اهو ٻڌي هن حڪم ڪيو ته سامونڊي آدمين ۽ گهوڙن کي ڇڏيو وڃي ته هو پنهنجي منزل ڏانهن موٽ ڪائين. تنهن کان پوءِ اسان کي فرمايائين ته هتان کان پر پرو ڪوهه قاف جي هڪ ٻي چوٽي آهي جيڪا اوهان کي سڄي سون جي نظر ايندي پچو ته ان ۾ نبي ڪريم جي عاشق حضرت اويس هڪ غار اندر ويهي چلا ڪڍيا هئا جتي کيس حق جو مشاهدو ٿيو هو ان ڪري انهي چوٽي وارو سڄو جبل سونو آهي. انهيءَ جبل جي چوٽيءَ تي هر طرف حضرت اويس چار چونڪيون قائم ڪيون هيون

۽ پاڻ جبل جي غار اندر ويهي خدا جي ذڪر ۾ مشغول رهيو هو. هن جي اندر ۾ شينهن جي ڏکڻ ۾ ڇيتن جي اوير ۾ ارڙ بلائن جي ته اولهه ۾ وڇن (پيٽن) جي چونڪي آهي اهي وڇون (پيٽون) پلي جيڏا ظالم ۽ زهريلا آهن پر حضرت اويس انهن کي تابع ڪري ڇڏيو هو، تنهن ڪري اڄ تائين اهي موذي جانور به اسم ذاتي جي ذڪر فڪر ۾ محو ۽ مست رهندا اچن ٿا. ليڪن انهن جي ڊپ کان ماڻهون ۽ مرون ته ڇا پکي به اوڏانهن وڃڻ جي سگهه نٿو ساري ان ڪري اهو غار ميدان سميت اڃو اجرو رهي ٿو. غار سڄو سونو آهي ان جي اندر هڪ چشمو نظر ايندو، جنهن جا نارا حوض ڪوثر مان نڪرن ٿا ۽ انهي چشمي کي اويسي چشمو ڪوٺيو وڃي ٿو.

جيڪو شخص علوي درجا طئه ڪري مڪمليت ۽ اڪمليت جي حد تائين رسي ٿو يعني ناسوت، ملڪوت ۽ جبروت جون منزلون آڪري لاهوت ۾ داخل ٿئي ٿو، آن کي انهي چشمي جو پاڪ پاڻي پياري وضو ۽ غسل ڪرائي پنجاهه نفل ان جي ڪناري تي پڙهائي سندس بدن کي سيني مامرن کان پاڪ صاف ڪيو ويندو، پوءِ ان کي لاهوت جي مقام کان آگاهه ڪري روحي ۽ سري ذڪر جو ڏس ڏئي خفي ۽ اخفي ذڪر کان آشنا ڪري ياهوت واري مقام تي رسائي آتان کيس هاهوت جي مقام تائين پهچايو ويندو، جتي صرف ذات پاڪ جي تجلي هوندي جيڪا آن کي نصيب ٿيندي، پر شرط انهيءَ سان ته اويسي غار ۾ آن کي چاليهه چلا ڪڍڻا پوندا. غار جي دروازي تي اسان جي پاران چوڪيدار رکيل آهن جيڪي اسان جي حڪم هيٺ هلن ٿا. انهيءَ غار جي چشمي مان اڳئين زماني ۾ حضرت علي ۽ پوئين دور ۾ ڪيئي ناميارا ولي پاڻي پي وضو غسل کان فارغ ٿي چڪا هئا. حضرت اويس پڻ پنجتيهه سال ان ۾ خدا کي ياد ڪندو رهيو ۽ انهيءَ

چشمي منجهان پاڻي ٿي پيئاٿين. هاڻ آئون اوهان کي پنهنجي شهبازن جي حوالي ٿو ڪريان جيڪي فقط حق جي طالبن ۽ واصلن کي پنهنجن پرن تي کڻي اتي رسائيندا آهن. اوهان کي لازمي طرح اتي چار ورهيه پنج مهينا ۽ ڏهه ڏينهن رهي چاليهه چلا ڪڍڻا پوندا. هي شهباز انهي عرصي ۾ اوهان جي ملازمت تي مامور هوندا. اوهان انهي حوض ڪوثر واري چشمي مان سيراب ٿي وضو ۽ غسل ڪري دل جمعي سان ذڪر فڪر خفي ۽ اخفي ۾ مشغول رهندا. جيستائين اوهان اتي هوندا تيستائين اهو چشمو اوهان جي ملڪ رهندو اوهان ان جي پاڪ پاڻيءَ سان پياس اجهائيندا رهجو ۽ پنهنجي منشا موجب دل جا مڙئي مطلب پورا ڪجو. آئون پاڻ وڃي حضرت اويس قرنيءَ کان غار ۽ چشمي جي موڪل وٺندس ۽ اويسي باغ جي وڻن مان پن پٽي ڏٽ تيار ڪري کڻي ايندس، اوهان جي لاءِ ان وڻن دعا پنندس ۽ ڪيس اوهان جي پارت ڪري ڇڏيندس.

پکين جي بادشاهه آخر اسان کي پنهنجن شهبازن جي تحويل ۾ ڏنو ۽ پاڻ کي پکي ساڻ ڪري حضرت اويس قرنيءَ ڏانهن هليو ويو. شهباز اسان کي پنهنجي پٺيءَ تي کڻي انهيءَ غار ۽ چشمي وٽ وٺي ويا. اسان اتي لهي ائين محسوس ڪيو ڄڻ بهشت ۾ پهچي ويا آهيون. زمين تي وڻن جا پيلا پن پکڙيل هئا. وڻن ۾ ڪيترن قسمن ۽ رنگن وارا ميوا انب، صوف پستا، بادام وغيره ڏسڻ ۾ تي آيا، پاڻي برابر پاڪائي وارو ۽ جاءِ به پاڪ صاف ڏسي دل خوش ٿي رهي هئي. هرهنڌ نور جون تجليون هيون اتي رهندڙ سڀئي جانورن شينهن، چيتن، ارڙ بلائن ۽ وڇن (پيٽن) اچي اسان جي سلامي ڀري سڀني مرحبا مرحبا پٽي ڪئي سلاميءَ کان پوءِ سڀئي ادب سان پنهنجي پنهنجي جاءِ تي وڃي ٿانيڪا ٿيا.

اسان چشمي مان پاڻي پي وضو ۽ غسل ڪري ڏاڍي پاڪ جا شڪرانا ادا ڪيا ۽ ٿورا مجياسين تنهن کان پوءِ نفل

پڙهي دعا گهر اويسي غار ۾ گهڙياسين. ڇا پيا ڏسون ته غار جا در د يوارون، ڇت ۽ فرش سڀ وڏي واڪي ذڪر ذاتي ۾ مشغول هئا. هر هند وڻ، پن ۽ ٽاريون، گل، ميوا، پکي ۽ شهبار سيئي ذڪر ذاتي ڪندا ٿي رهيا. هتي ڪهڙن جو بيان ڪري ڪهڙن جو ڪجي. بهرحال اسان جنهن ڪم لاءِ آيا هئاسين تنهن ۾ لڳي وياسين. غار جي پٽ تي ويهي چلا ڪڍڻ شروع ڪري ڏناسين. جيئن ته کو چلو پورو پئي ٿيو، وري وضو ۽ غسل ڪري وڃي ٺئين سر چلي ۾ ٿي ويهي رهياسين. ائين ڏاڍيءَ جي ڪرم سان، رسول ڪريم جي حرمت وسيلي ۽ حضرت اويس قرنيءَ جي توجهه سان ذڪر سري ۽ خفي توڙي اخفي اسان جي وجود ۾ پيهي، وار وار مان نروار ٿيڻ لڳو. الحمدلله جو آهو بند جيڪو اسان جي حواسن درميان هو سو پڄي پورا ٿي پيو ۽ اسان استغراق عالم ۾ اهي چاليهه چلا پورا ڪري ورتا.

جڏهن چار سال پنج مهينا ۽ ڏهه ڏينهن پورا اچي ٿيا ته اسان ائين ڀانيو ڄڻ صرف هڪڙي ساعت گذري چڪي آهي جيڪا اسان مراقبو ڪندي ٽپائي ڇڏي هئي. پڇاڙيءَ انهن شهبازن جيڪي اسان کي اتي ڇڏي ويا هئا، اچي سڏ ڪري چيو ته اوهان کي پکين جي بادشاهه هماء پاڻ وٽ گهرايو آهي. اسان هڪدم خبردار ٿي غار مان ٻاهر آياسين، جتي سيئي وحشي ۽ درندا شينهن چيتا، نانگ ۽ وڇون (ڀڻون) چونڪين ٽان لهي اسان جي سلاميءَ تي آيا. اها رات چشمي جي ڪناري تي گذاري، انهيءَ مجلس ۾ شريڪ ٿياسين جيڪا حضرت اويس قرني، رسول مقبول ﷺ جي عاشق لاءِ ڪوٺائي وئي هئي. هن ڪامل ولي اسان کي پوري توجهه سان فيض ۽ فائدو رسايو. اسان صبح جو شهبازن تي سوار ٿي هماء پکي جي آشياني تي اچي حاضر ٿياسين. هن پري کان ئي اسان کي ڏسندي حد کان وڌيڪ تعظيم ڏني ۽ فصيح انداز ۾ فرمائين:

اها حقيقت سڀ ڪنهن اڳيان واضح آهي ته اسان وٽ جيڪو به آيو، اهو خدا ۽ رسول پاڪ ﷺ جي حڪم سان دنيا جو بادشاهه بڻجي ويو. هن جو دٻدٻو ۽ مان شان ڪائنات جي چپي چپي ڪندن تائين عام جام ٿيو. اهي سلطان ابن سلطان ۽ خاقان ابن خاقان جيڪي نبي ڪريم ﷺ جي زماني کان وٺي هنن ڀڻ شهزادن جي دور تائين پنهنجيون بادشاهيون ڪک برابر سمجهي انهن کي ترڪ ڪري، مال املاڪ لٽائي ڦرائي گهر گهاٽ ڇڏي ۽ وطن کان وڇڙي مولا پاڪ جي راهه تي رمندا آيا آهن، تن جي آڏو آئون پاڻ کي شرمسار ٿو ڀانيان، ان لاءِ ته ڪين ڪجهه ڏيڻ لاءِ مون وٽ صرف عزت، دولت، حڪومت، عملداري، مال ملڪيت ۽ دنيا جو شان شوڪت ئي آهي. جنهن کي هي اڳ ئي ٺوڪاري ڦٽو ڪري هن پند تائين اچي رسيا آهن. هنن جي لاءِ آئون بس ايترو ڪي ڪري سگهان ٿو ته سندن طرفان پنهنجن انهن خاوندن وٽ سوالي ٿي وڃان جن جي غلاميءَ جو ڳٽ منهنجي ڳچيءَ ۾ پيل آهي ۽ منهنجو سدائين سائين واسطو رهي ٿو اهي دين دنيا جا امام آهن، حضرت امام حسن رضه ۽ امام حسين رضه، جن وٽ آئون اڳواٽ ئي وڃي اهو مسئلو حل ڪرائي آيو آهيان. هنن جو چوڻ آهي ته اسان نبي ڪريم ﷺ کي اهڙي ئي ريت عرض ڪنداسين جيئن اوهان اسان کي چوندا. پر جيئن ته ين بزرگن کي صلاح ڏيندا رهون ٿا تيئن توهان کي به چاڻائجي ٿو ته سيئي پنهنجي پنهنجي مدعا ۽ مقصد جي لاءِ مڪي شريف وڃي هڪ وڻ هيٺان اوسيئڙو ڪن ٿا جنهن جو نالو ابرق الغراف آهي. (1) اهو وڻ نبي اڪرم ﷺ جو خاص وڻ ڪري ليکيو وڃي ٿو جنهن جي ڇانوَ ۾ پاڻ خلق کي خدا جي دين ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏني هئائون. انهيءَ وعظ ۽ نصيحت

---

(1) اهو وڻ ڪهڙي جو هو يا ٻير جو؟ ڏسو تعليقات ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾.

فرمائيندا هئا ۽ انهيءَ ئي هند مسلمانن جي لشڪر کان بيعت ڪرائي وئي هئي جنهن کي بعيت رضوان سڏيو وڃي ٿو. اهو وڻ اصل ۾ ڪجيءَ جو وڻ آهي جيڪو مڪي جي شهر کان ٿورو ٻاهر ٿي پُجهي ٿو.

هتي جيڪڏهن رمضان مهيني جي پهرين رات پهچي اوسيئڙو ڪرڻ ۾ ايندو ته حضور رسالت پناهه جن وٽان جواب با صواب ملي ويندو. انهيءَ بيان کان پوءِ پکين جي بادشاهه اسان کي حڪم ڏنو ته هنن شهبازن جي پٺيءَ تي سوار ٿي اوهان مڪي کان ٻاهر ان وڻ وٽ وڃي ساري رات جاڳي اوسيئڙو ڪندا ته اوهان کي ضرور اهڙو رستو ملي و يندو جنهن سان اوهان جي ذهن کي سڀ ڪا آگاهي نصيب ٿيندي، اوهان کي اتان جيڪو حڪم ملي ان جي اوهان کي پوئواري ڪرڻي پوندي. اسان هماء پکيءَ جي هدايت موجب شهبازن جي پٺيءَ تي چڙهي هلياسين ته هو اسان کي هوا جي ڪلهن تي اڏائيندا آخر انهيءَ وڻ وٽ آيا. اسان هڪدم انهن جي پٺيءَ تان لهي پنهنجو ٽاڪ ٽاهي وري وڃي ڪعبي جو طواف ڪري آياسين اتان واپس اچي وڻ جي هيٺان ويٺاسين. ٻي ڏينهن تي رمضان مهيني جي پهرين تاريخ هئي اسان دستور مطابق ٿهي ٽڪي آئندي جو اوسيئڙو ڪرڻ لاءِ هيڪاندا ٿي ويٺاسين ته اڌ رات کان پوءِ سائي ڳاڙهي رنگ وارا ٻه نوراني پکي اڏامي اچي ان وڻ تي ويٺا جنهن جو نالو "ابرق الغراف" هو. هنن ويهندي ئي ڇهنب چوري مٺڙي آواز ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو. اوهان پنهي لاءِ سرور ڪائنات حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ، ازواج مطهره ۽ خلفاء راشدين هزارين سلام آفرينون ۽ مبارڪون موڪليون آهن جو اوهان الاهي معرفت جا پهرين چارئي حصا فقط دنيا کي ترڪ ڏيڻ، حرص هوس ۽ خوف خطرن وارن خيالن کي اندر مان تڙي ڪيڻ سان حاصل ڪري ورتا، باقي ٻه حصا جيڪي اقدسي واٽ وارا آهن تن مان هڪ حصو ڏاڍن

ڏکين ڪشالن ڪڍڻ سردي گرمي ۽ سختي نرمي سهڻ سان گڏ عبادت، رياضت، زهد ۽ چلن وسيلي اوهان جي پاڪ ۾ آيو ان دوران اوهان هر طرح جا مرض ۽ مصيبتون ڪاٽي خدا جي رضا تي راضي رهي وڃي پار پيا. پويون حصو جيڪو عرش جي عظمت ۽ اقدسي بلندي سان تعلق رکي ٿو. ان جو هڪ حصو اوهان کي انهي ڪري پلئه پيو جو اوهان خدا جي برگزيدن ٻانهن جي توجهه، مهرباني ۽ لطف ڪرم تي ڀروسو رکي انهن ڪاملن، مڪملن، اڪملن، عابدن زاهدن ۽ حق جي عارفن جي آستانن تي (جيڪي حيات چاهي ممات ۾ آهن) وڃي طواف ۽ زيارتن جو شرف حاصل ڪيو ۽ اهي مرحلا اوهان الاهي عشق محبت ذريعي طئه ڪيا. باقي ٻئي حصي مان ڪشف ڪرامت، ولايت هدايت، حقيقي اسباب زمين آسمان جي ستن طبقن واري سير، لوح قلم، بهشت دوزخ جي ڏيک، عرش، آسماني فرشتن، حورن قصورن جو ديدار ڪري اوهان جي بلي ٿي ويا. هاڻ اوهان لاءِ اهڙي ڪابه شيءِ بري بحري ۽ ڪوهي ڪانه رهي آهي جنهن جا اوهان مالڪ نه ٿيا هجو، نه وري عمل در حق ڪو اهڙو مسئلو رهيو آهي جنهن جي حل ڪرڻ لاءِ اوهان کي ڪنهن تڪليف جي ضرورت درپيش اچي. توهان هر شيءِ تي غالب آهيو ۽ هر شيءِ اوهان جي مغلوب ٿي چڪي آهي. دنيا توڙي آخرت جي بادشاهي اوهان جي ڏي هٿن ۾ رهندي ۽ هر شيءِ تي اوهان جو حڪم پيو هلندو. بس رڳو هڪڙو حصو وڃي رهيو آهي اهو هيءَ ته: اوهان جو واسطو هڪڙي شيءِ سان پوندو جنهن تي دنيا جي هر چيز جو دارومدار رهي ٿو. اوهان ٻه اصل ته ان شيءِ لاءِ هيلتائين حيران پريشان رهندا آيا آهيو انهيءَ جي پيٽ ۾ جيڪي ڪجهه بيان ڪيو ويو سو تيچ برابر نه آهي. اها شيءِ آهي، حضور پاڪ ﷺ محبوب رب العالمين ۽ خدا وند ڪريم رحمان رحيم جن جو ديدار مبارڪ جنهن ۾ محو المحو ٿيڻ جي

سڀ کي آون رهي ٿي.

هاڻ پوئين چوٿين حصي مان هڪ حصو وڃي بچيو آهي، هي حصو رُتبي، مرتبي، درجي ۽ عروج سان لاڳاپو رکي ٿو. اهو سواءِ ڪنهن ڪامل مرشد، اڪمل العارفين، هادي ۽ رهبر جي ٻئي ڪنهن جي قسمت ۾ نٿو اچي سگهي. ان کي ئي هادي ۽ مرشد ليکيو ويندو جيڪو چوڏهن ظاهري ۽ چوڏهن باطني علمن وارو، ان سان گڏ ڪاملي، مڪملي ۽ اڪملي درجن جي حصول ڪان پوءِ مٿانهون اوج حاصل ڪيل هوندو. اتان ئي مٿي بيان ڪيل رُتبو، مرتبو، درجو توڙي عروج ميسر ٿي سگهندو.

رسولي ۽ ربوبي راهه تائين رسائي ڪرڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي، هادي ڪامل، رهنما، سالڪ ۽ اڪمل العارفين جي مدد کان سواءِ ڪو به انهيءَ منزل کان آشنا نٿو ٿئي. هن راهه ۾ ڪيئي رهزن، ڪانڪو ۽ شيطان: آدمين جي ويس ۾ هادي رهنما ۽ مرشد بڻجي ماڻهن کي گمراهيءَ جي اوڙاهه ۾ وڃي اڇلائين ٿا. جيڪڏهن ان جي ابتڙ واقعي صحيح نموني ڪو هادي ۽ رهبر ملي پوي ٿو ته ماڻهن جا ٻيڙا پار ٿي وڃن ٿا ۽ ڪين منزل مقصود تائين پهچڻ ۾ ڪا به اهنجائي ڪانه ٿي ٿئي.

مرشد ڪامل پنهنجي طالب صادق کي هزارن ورهين وارو رستو هڪڙي ڪرشمي سان طئي ڪرائي سگهي ٿو. هو شيطانن ۽ رهزنن کي پڻ هڪ ئي غمزي سان بي خبر بڻائي ٿو ڇڏي ته ڪهڙيءَ ريت مرشد پنهنجي مريد کي لڪ لنگهائي پار ڪري ٿو ڇڏي. انهن کي اهڙو ڪو به پتو نٿو پوي ته هڪ ڪامل هٿان ڪنهن طالب کي ڪيئن سرمدي راهه جو ڏس ملي ٿو ۽ ڪهڙيءَ طرح وچ ۾ آيل سيئي پردا هڪدم دور ٿي ٿا وڃن ۽ هو سنئون سڌو وڃي ذات پاڪ سان ملي هڪ ٿئي ٿو.

—

# باب ڏهو

## حضرت شيخ محي الدين عبدالقادر رحه جي زيارت

○

آبرق الغراب وڻ تي ويٺل ساڻا ۽ ڳاڙها نوراني پکي حقيقت ۾ امام حسن رضه ۽ امام حسين رضه هئا، جن اسان کي هدايت ۽ ولايت واري واٽ کان روشناس ڪيو، پڇاڙيءَ ۾ اسان انهن جي ئي ترغيب ڏيارڻ تي مرشد ڪامل ۽ اڪمل العارفين ڏانهن رجوع ٿياسين.

انهن نوراني پکين جي پرسان چار ٻيا پکي نظر پئي آيا جيڪي سندن خدمتگار هئا. جڏهن امامن سڳورن پنهنجو مذڪور پورو ڪيو ته، خدمتگار پکي جيڪي هٿ ادب جا ٻڌيو پاسيرا بيٺا هئا، تن عرض ڪيو: اي امام المحققين! هي ٻئي بزرگوار زهد رياضت ۾ اهڙي حد تائين اڳيرا ٿي چڪا آهن جو پنهنجي محنت ۾ ڪنهن به قسم جي ڪوتاهي ڪانه ڪئي اٿائون. هي وحدت جو درياهه نوش ڪري مست ۽ مخمور ٿي وحدت واري عشق ۾ مستغرق ۽ محيط ٿيڻ کان پوءِ هن پند تي اچي پهتا آهن. دنيا ۾ ته اهڙو ڪو به ماڻهو نٿو سمجهي

جيڪو سندن جتيءَ ۾ پير پائي سگهي. هي ڪامل مرد، هدايت ۽ رهنمائيءَ ۾ سڀ پردا پار ڪري عشق جي آناهين منزل مائي چڪا آهن. هنن جيڪي ڪشت ڪاٽيا آهن تن سان ڪنهن جي پيٽي پر ڪانه ٿي ڏسجي، هي فنا في الله ۽ فنا في الرسول ﷺ تي اگرن ڪان اگرا بنجي ويا آهن. جهڙيءَ ريت نبوت اسان جي نبي تي ختم آهي، تهڙيءَ طرح ولايت به هنن پلارن تي ختم سمجهي وڃي. اسان جي خيال ۾ نبي جي ذات ڪان سواءِ ڪو به اهڙو خدا جو بندو نه رهيو آهي جيڪو هنن حق جي عارفن جي وڏيڪ رهنمائي ڪرڻ جي لائق ليکيو وڃي، اسان کي اچرج اها آهي ته آخر اهو ڪهڙو برگزيدو شخص دنيا ۾ موجود ٿي سگهي ٿو جنهن کي هنن جو هادي فيصل ڪيو وڃي؟ جواب ۾ امامن سڳورن فصيح زبان ۽ مليح بيان سان فرمايو ته: اوهان جيڪي چئي رهيا آهيو سو سراسر سچ آهي، بيشڪ هنن ڪامل مردن جي ولايت ۽ ڪماليت جو درجو بلند ليکجڻ کپي، هي واقعي زماني جا عارف ۽ هن دور جا ڪامل ٿي چڪا آهن. ان ڪري عرب عجم جي ولين ۾ ڪين يگانو شمار ڪري سگهجي ٿو. هي ظاهري، باطني ڪاملن ۽ مڪملن ڪان بلڪل بالاتر آهن، ليڪن ان جي باوجود هنن کي اڃا هڪ وڏو سفر جهاڳڻو پوندو، جيڪو لاهوت جي مقام ڪان مٿي باهوت ۽ هاهوت واري مقام تائين آهي. انهيءَ اوکي ۽ اڻانئي سفر جي واٽ ڪان واقف ٿيڻ، ذڪر ٿيل مقامن تائين پهچڻ ۽ سڀ ڪجهه ڏسڻ پسڻ ڪان پوءِ سموري حقيقت کي سمجهڻ ۽ هيئنئين سان هنڍائڻ ڪو سولو ڪم نه آهي. ان لاءِ ڪنهن هادي، اڪمل، رهنما ۽ سالڪ جي ضرورت پوندي جيڪو محرم ۽ منزل شناس هجي ۽ جنهن ڪيئي پيرا اهي اڻاوا پنڌ پيچرا ۽ ماڳ مقام طئہ ڪيا هجن. انهيءَ قسم جو هادي ۽ مرشد ئي هنن پلارن جي رهنمائي ۽ رهبري ڪري سگهي ٿو. جيڪو هنن کي لاهوت

ٽپائي باهوت جو رستو وڃائي انسان وري ڪين هاهوت رسائي. آن مهل ٿي هنن جا مڙئي مطلب پورا ٿي پوندا ۽ يقين سان چئجي ٿو ته هنن کي الوهيت جي اٿاهينءَ جي آشنائي به نصيب ٿيندي. هي وحدت جي حد ۾ پهچي رب پاڪ سان محيط (هيڪاندا) ٿي ويندا. تحقيق انهي گهڙيءَ خدا ته نه ٿيندا پر خدا کان الڳ به نه هوندا. جيڪي عرش کان مٿي ۽ هيٺاهينءَ ته وسي رسي ٿو، هي ان جا مالڪ بڻجي ويندا.

خدمتگار پڪين وري نوراني پڪين کان سوال ڪيو:

اهڙي قسم جو منزل شناس مرشد هن آخري زماني ۾ سواءِ ڪنهن پيغمبر جي ايڏو اڪمل ٿي نٿو سگهي جيڪو هنن کي سڀني مرحلن مان ٽپائي انت وڃي اصل مقام تي پهچائي اچي. اهو ٻڌي امام سڳورا چوڻ لڳا. اوهان کي ڇاڻ هجي ته، فخر المرسلين حضرت پيغمبر عليه السلام جڏهن پنهنجي مولا سان ملاقات ڪرڻ لاءِ معراج هليا ته، ڪي ٿي ملائڪ ۽ مقرب ساڻن گڏ هئا، جيڪي اڳتي هلندا پنهنجي پنهنجي ماڳ تي ترسندا ٿي ويا. ايتري تائين جو هڪ هنڌ خود حضرت جبريل به پنهنجي ماڳ تي پهچندي بيهي رهيو. نبي ڪريم ﷺ جن کي اڃا اڳتي وڃڻو هو. جڏهن عرش عظيم ڏانهن وڌندي ڏاڪڻ (ڇاڙهي) تي پير رکيائون ته اوچتي هڪ ڏاڪي تان سندن پير مبارڪ ترڪي ويو. ايتري ۾ هڪ شخص ڊوڙي اچي پنهنجي تيري نبي پاڪ جي پيرن هيٺان ڏئي ڪين مٿي وڃڻ ۾ مدد ڪئي. حضور جن اهو لقاءُ ڏسي ماٺ ٿي ويا. رکي رکي سندن دل ۾ خيال پيدا پئي ٿيو ته هن جاءِ (عرش اعظم) تي به اهڙا خدا وارا مرد موجود آهن. جڏهن پاڻ سڳورا الاهي حضور ۾ پهتا ۽ الاهي ديدار کان مشرف ۽ معزز ٿيا ته ڪين قدسي ارشاد ٿيو ته اي محمد منهنجا حبيب، منهنجا حبيب! تون بيشڪ نسورو نور ۽ معرفت جي خزاني سان معمور آهين، اسان تنهنجي ذات جي مقابلي ۾ پئي ڪنهن کي به نه خلقيو آهي. پر اهو

مرد ڪامل جنهن عرش جي ڏاڪڻ (چاڙهي) چڙهندي ڏاڪي ڏاڪي تان پير ترڪڻ مهل تري ڏني، سو فاني دنيا جي حياتيءَ واري جامي بدلائڻ کان پوءِ به عالم بقا ۾ پيو ويندو، هي سڀئي قطبن، غوثن پويان تنهنجي اولاد مان پيدا ٿيندو، هن وقت آسماني مقامات ۾ ظهور پيو ڪري ۽ آسماني منزلن جا سير ڪندو ٿو رهي. اهو ٻڌي حضرت پيغمبر صلعم جن پنهنجي رب جا هزارين ٿورا مڃيا. جڏهن پاڻ معراج تان موٽيا ته انهي مرد ڪامل کي فرمايائون: اي فرزند! اڄ اسان جو قدم تنهنجي مٿان آهي ته سڀائي تنهنجو قدم روءِ زمين جي قطبن، ولين، غوثن ۽ متقين تي هوندو.

اهو غوث الثقلين، قطب رباني، محبوب سبحاني، حضرت مير ميران، پير پيران شيخ محي الدين عبدالقادر جيلاني رحه آهي جيڪو بغداد ۾ وسي رسي ٿو. جنهن ناقصن ۽ طالبن جي قلب ۾ وحدت ۽ الوهيت جون هونگارون ۽ جهونگارون پيدا ڪري ڇڏيو آهي. سڀئي ولي، صوفي، اوتار، ابدال، نقيب، نجيب، غوث، قطب، بادشاهه، گداگر، مير توڙي پير سندس قدمن هيٺان آهن ۽ هن جو قدم انهن مڙني جي مٿان آهي. هن جي نوراني طبق ۽ جهان نما جام مان هويت، احديت، وحدت، هدايت، ولايت، نوريت ڪماليت ۽ ڪرامت جي حصي رسي مان گڏ قدوسي ڪمال، ڪرامت خلعت ۽ خدمت جي سرفرازي سميت وزارت ديواني ۽ مدار المهامي جا عهدا، فرمان ۽ مذهب، روحاني رازن، الاهي اسرارن ۽ تنهائي وارن نڪتن سميت سڀ پلاري پيڻ جي واسطي ۽ ڪوتوالي جي خدمت جيڪا ظاهري باطني ولين لاءِ مخصوص ٿيل هوندي چبوتري سميت سندس رفيق سلطان سرور لاءِ حضرت پيران پير وٽ امانت رکيل آهن. هي ٻئي قطب الاقطاب ۽ زماني جي غوث جي خدمت ۾ پهچي، پنهنجي پنهنجي امانت حاصل ڪندا، بس رڳو اتي پهچڻ جي دير آهي.

اماڻ سڳورن جي زبان مبارڪ مان اهو ارشاد پڌي اسان استغراق جي عالم مان بيدار ٿي ادب وچان عرض ڪرڻ لڳاسين ته اوهان سڳورن اسان جي رهنمائي ڪري اسان کي منزل مقصود تي پهچائي اسان کي جيڪي ارشاد فرمايو آهي، ڏاڍيءَ جي حڪم سان اهو جيئن جو تيئن پورو ڪيو ويندو. پر هاڻي اسان جو ارادو آهي ته رسول مقبول ﷺ جي زيارت کان مشرف ٿيندا وڃون، فرمايائون ته: اهو ڪم به غوث الثقلين هٿان سر انجام ٿيندو ۽ اوهان کي جسماني ملاقات ۽ ملازمت نصيب ٿيندي. پوءِ يان اوهان کي حضرت پيران پير رسالت پناهه حضرت رسول ڪريم ﷺ جي بارگاهه ۾ رسائيندو، پوءِ اوهان کي خود سرور ڪائنات جن خداوند ذوالجلال جي درگاهه تائين پهچائيندا. هاڻ پنهنجون اکيون بند ڪري هٿ اسان جي قدمن ۾ وجهي تيار ٿيو ته هلجي! جڏهن اسان پنهنجا هٿ اماڻ جي قدمن ۾ سوگها ڪيا ۽ اکيون بند ڪري چڪاسين ته انهن (نوراني پکين جي ويس ۾) اسان کي اک ڇنڀ ۾ آڏائي حضور اڪرم ﷺ جن جي روضي مبارڪ تائين آندو، ان کان پوءِ اسان کي پنهنجن خدمتگارن جي حوالي ڪري پاڻ روضي پاڪ جي زيارت کان پوءِ غائب ٿي ويا.

اسان دلجاءِ سان زيارت ڪري هفتو حضور جن جي آستان بوسي ڪندا رهياسين. آخر اتان موڪل وٺي اڇي ساڳين پکين جا پير جهلياسين جن کي نوراني پکي اسان جي خدمت لاءِ ڇڏي ويا هئا. ويرم نه گذري ته اسان ولايت ۽ هدايت واري شهر دارالڪرامت بغداد ۾ پهچي وياسين. اسان کي بغداد جي درياهه جي ڪنڌيءَ تي هڪ باغ ۾ لاٿو ويو جيڪو پيران پير جو باغ سڏيو ٿي ويو، ڏاڍو عجيب ۽ وڻندڙ باغ هو جنهن ۾ نهرون جاري هيون. هر طرف گلزاريون ۽ بهاريون نظر ٿي آيون. هتي شيخ محي الدين جي مڙني پهتل مريدن جون جڳهيون محلاتن جي صورت ۾ موجود هيون.

جتي وعظ نصيحت جون مجلسون قائم ٿيندڙ يون پڻ رهيون.

اسان جڏهن اتي پهتاسين ته سڀئي وعظ پڙهڻ ۾ مشغول هئا ۽ الاهي ۽ محمدي بيان پئي پڙهائون. پاڻ پاسو وٺي باغ جي هڪڙي ڪنڊ تازي مراقبي ۾ ويهي رهياسين ۽ مولا پاڪ جي محبت ۾ پاڻ کي محو ڪري ڇڏيوسين. نيٺ اسان واري عشق جي شوق جي آتش حضرت پيران پير جي وجود کي اثر ۾ آندو. پاڻ وعظ هلندي، ٿوري دير ماٺ ٿي وري مراقبي ۾ ويا ۽ ڪنڊ مٿي ذڪري الله جي اسم جو نعرو هڻي اٿيا، اتي جيڪي عارف، ڪامل هئا آهي بيخبري ۽ بيهوشي مان بيدار ٿي آپي پيرين اٿي بيهي رهيا.

حضرت پيران پير سيني کي واڪو ڪري چيو: اي حق جا واصلو ۽ پيارو پڙهو! ۽ پڙهي غور ڪريو ته هن مهل ۾ الاهي عاشق ذڪر فڪر. مجاهدي ۽ مڪا شفي واري چادر ڍڪي سيني اسرارن جا محرم ٿي توحيد ۽ احديت جي عنايتن سان درست ۽ محڪم ٿي پنهنجي فقر کي پختو ڪري دنيا جي حرص هوس کان آجا ٿي پنهنجي وجود کي نور ۾ غرق ڪري اچي هتي رسيا آهن.

هي ٻئي سيد آهن هڪڙي جو تعلق حضرت عمر فاروق رضه، بي بي ام ڪلثوم رضه ڏيءَ حضرت علي رضه ۽ بي بي فاطمه زهره رضي الله عنهم جي حسب نسب ۽ پاڪ نسل سان آهي، جنهن کي پين پيلارو ڪوٺيو وڃي ٿو. هي دنيا جي وڏن مشائخن مان ڳڻيو وڃي ٿو، سندس ڪامليت اها آهي جو سڄو سارو وحدت جو درياهه نوش ڪري عشق جي اوڙڻ ۾ غرق ٿيل آهي ۽ اجا تائين چڱ آڇايل پيو نظر اچي.

ٻيو سيد سلطان سرور پنجاب پرور آهي جيڪو ڪرسي به ڪرسي امام زين العابدين رضه سان واسطو رکندڙ وڏو مشائخ ليکجي ٿو. هي ٻئي پيلارا حضرت تاج الانبيا و الاولياء نبي نورالعالمين اسان ڏانهن آماڻيا آهن جيڪي بلند مذهب ۽ مرتبي

سان سرفراز ٿــي حضور اڪرم ﷺ جي بغلگيريءَ جي لائق بڻجن. اهڙيءَ ريت وچ ۾ آيل سڀئي پردا هٽائي وجود محمديءَ ۾ محو ۽ محيط ٿــي سگهن. ائين فنا فــي الشيخ ۽ فنا في الرسول تي پهچي فنا في الله جو درجو ماڻي رهن. جيڪو هنن کي حضرت رسول مقبول ﷺ جي حرمت سان نصيب ٿيڻ وارو آهي. پوءِ هي تمام متاهينءَ تي رَسي ذات الاهي محو المحو ٿي ويندا. هنن کي ايستائين پهچائڻ لاءِ مشائخن جي ضرورت ٿيندي، هاڻ صلاح هيءَ آهي ته اسان سڀئي گڏجي هلي انهن سان ملاقات ڪريون ۽ کين دلداري ڏيون. اهو چئي پاڻ حضرت پيران پير اٺ تي چڙهي هليا. ٻيا بزرگ به پيرين پنڌ روانا ٿيا، بغداد جي شهر ۾ پڙهو گهمايو ويو ۽ ماڻهن کي خبر پئي ته حضرت پيران پير پنهنجي باغ ڏانهن راهي ٿيو آهي جنهن کي ارم جو ثاني سڏيو وڃي ٿو. پوءِ ته انهن سان گڏ سڄو جهان اٿي ڪڙو ٿيو. حضرت پيران پير باغ ۾ پهچي پيلاري پيرنءَ سان پاڪر پائي مليو ۽ کيس مرحبا چوڻ لڳو. پوءِ سيد سلطان سرور پنجاب پرور ساڻ پڻ ڏاڍي قرب ۽ محبت سان آڌر ڀاءُ ڪيائين. ان وقت خدا جي عاشقن ۽ طالبن تي اهڙو وجد جو عالم طاري ٿي ويو جو کي هوش کان ٻاهر ته ڪي هوش ۾ رهي آهون الاهون ڪرڻ لڳا. حضرت پيران پير هٿ جي اشاري سان سڀني کي ويهي رهڻ جو حڪم ڪيو ۽ هرڪو پنهنجي پنهنجي جاءِ وٺي آرام سان ويٺو.

مخدوم شيخ بهاءالدين ذڪريا جيڪو پنهنجي سر اتي موجود هو، پنجاهه دربانن ۽ چوبدارن سان گڏجي هر ڪنهن ڪامل ولي، توڙي خاص عام جي سار سنڀال ۾ لڳي ويو. حضرت پيران پير هڪ وڏي ڪرسي گهرائي ورتي جيڪا شاهي تخت وانگي ويڪري ۽ سينگاريل هئي، اسان ٻنهي ڄڻن کي هٿ کان وٺي اُن شاهي ڪرسيءَ تي اچي ويهاريائين ۽ پاڻ به اسان

پنهنجي سان گڏجي ان تي ويهي رهيو. سندس اٿڻ سان جيڪي ماڻهو ادب وچان اٿڻ لڳا تن کي ويهڻ جو ارشاد ڪيائين.

مخدوم شيخ بهاءالدين ذڪريا (1) جيڪو پنجاهه دربانن ۽ چوبدارن سان گڏ ولين ۽ عام خاص ماڻهن جي ٿهل ۾ رُڌل هو، تنهن کي حضرت پيران پير پاران حڪم ٿيو ته دربانن کي ساڻ ڪري چوڏاري وڃي پڙهو گهماءِ ته اڄ جيڪو به هن پنهي جو ديدار ڪندو، سو سيني ننڍن وڏن گناهن کان آجو ٿي ڄڻ پيهر پنهنجي ماءُ جي پيٽان ڄاپي سنئون سڌو بهشتي ٿي پوندو، دوزخ مٿس حرام ٿي ويندو. مخدوم بهاءالدين ملتاني هڪدم پيا ڪم ڇڏي حضرت پيران پير جي حڪم جي پوئواري ڪئي، ڇئني پاسن کان خلقن جا ڪٽڪ ڪهي اچي جو ديدار ۽ سلام ڪرڻ لڳا، هرڪو عشق، وجد ۽ استغراق جي عالم ۾ ڏٺيءَ جي در پاڏائي رهيو هو. ائين سڄو ڏينهن پورو ٿي ويو، تان جو مٿان رات اچي وئي. اڌ رات کان پوءِ حضرت پيران پير اسان کي پاڻ سان گڏ وٺي اتان اٿيو ۽ پنهي کي پنهنجي حويليءَ ۾ وٺي آيو. حويليءَ ۾ داخل ٿيندي قطب الدين دهلوي (2) ۽ قوام الدين شيرازيءَ کي سڏي حڪم ڪيائين ته سيد سلطان سرور پنجاب پرور کي پاڻ سان وٺي وڃي ڪوٽواليءَ واري خلعت پهرائي معرفت ۽ هدايت کان آشنا ڪري، حضرت امام موسيٰ ڪاظم وٽ پهچايو جتي ابد تائين ڪيس رهڻو آهي. اهو فرمان جاري ڪري پوءِ شفقت پري نگاهه سان مون ڏانهن نهاري فرمايائين ته هي پلارو پين اسان جي محلات جي هڪ خاص حجري ۾ رهندو جتي اسان پاڻ هن پياري مهمان جي پرگهور پيا لهنداسين. حڪم موجب آئون خاص حجري ۾ رهڻ لڳس، جتي حضرت پيران پير رات

---

(1) ڏسو تعليقات

(2) ڏسو تعليقات

ڏينهن ۾ هڪ پيرو دروازي تي اچي، سڏ ڪري مون کان خير عافيت پڇي، مونکي افطار لاءِ ڏٿ ڀاڙي ڏئي وري حجري جو دروازو بند ڪري هليو تي ويو. جڏهن منهنجا تي چلا آئي پورا ٿيا ته حضرت پيران پير پنهنجي سر مون کي ڪوڙري ٺهورا مان غسل ڪرائي، پوشاڪ پهرائي مرحبا ۽ مبارڪ چوندي خاص ديوان خاني ۾ وٺي آيو، خلق کي منع ڪئي وئي ته تن ڏينهن تائين ڪوبه انهي ديوان خاني ۾ نه اچي. پوءِ اسان ٻئي اندر ويهي رهياسين. تي ڏينهن گذريا ته اسان نوراني مشعلن سان اتان نڪري ديوان عام ۾ آياسين. حضرت پيران پير حڪم ڪيو ته سيئي ڪامل، مڪمل، اڪمل، واصل ۽ عارف مطلق (جيڪي ذات الاهي ۾ محيط آهن) هڪ هنڌ اچي گڏ ٿين. جڏهن سڀ مڙي آيا: شيخ بهاءالدين کي امر ٿيو ته خدا جا جيڪي به خاص ولي آهن تن کي سمجهايو وڃي ته هي شيخ سلامت "ڀلارو پين" بادشاهي ترڪ ڪري گدائي قبولي چڪو آهي اسان به چڱ گداگر آهيون. اسان پنهي جو مزاج به ساڳيو سمجهڻ کپي. هي اسان لاءِ حقيقي پٽ بلڪ ان کان به مٿي آهي اسان کيس پنهنجي اولاد تصور ڪندي سڀڪجهه (جيڪي ڏيڻ بخشش لائق آهي) سندس حوالي ڪري ڇڏيوسين، اسان کي حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ وٽان جيڪي ڪجهه حصي ۾ آيو هو سو هاڻ هن جو ورثو هوندو. هن کي جيئن وڏي ٿيڻ اهي ڪتب آڻي، حق سان هڪ تي پنهنجا مقصد ۽ مطلب پورا ڪندو رهي. هي پنهي جهانن جو بادشاهه بڻجي چڪو آهي، اها بادشاهي هن کي قيامت تائين حاصل رهندي. هاڻ خدا ۽ رسول جي حڪم، چئن يارن ۽ پنجن تنن جي رضا سان، وزارت جي خلعت، ديواني جو منصب ۽ دين دنيا جا ڪاروبار جيڪي وزارت ۽ ديواني سان لاڳاپيل آهن خاص عام مهرن سان سندس تحويل ۾ ڏجن ٿا. هن کان پوءِ سڀڪجهه سندس اختيار ۾ رهندو ۽ هر ڪم

هن جي ئي رضا سان پيو ٿيندو جو هي اسان جو وزير الممالڪ بڻجي چڪو آهي خود حضور ڪريم ﷺ جو ٻه اهو ئي امر هو.

انهيءَ فرمان ڪان پوءِ مخدوم سهروردي (1) ڏانهن نهاري فرمايائون ته اي شهاب الدين اها وزارت ۽ ديواني واري خلعت ڪٺي هن پلاري پيرءَ کي ڏيکاءِ ۽ ٻئي مهرون جيڪي خاص عام آهن سندس حوالي ڪري ڇڏ!

انهيءَ اعزاز ملڻ ڪان پوءِ، اول پاڻ حضرت پيران پير دستگير رحه مبارڪباد ڏني تنهن ڪان پوءِ عارفن ڪاملن مون کي مبارڪون ڏنيون پوءِ مون کي وزارت ۽ ديواني واري مسند تي ويهاريو ويو ۽ دين دنيا جا سيئي ڪاروبار مون ڏانهن رجوع ڪيا ويا. سيئي عام خاص منهنجي حڪم جي پيروي ۾ اچي ويا. مون حضرت پيران پير جن جي حياتيءَ ۾ ڏهه سال اتي رهي وزارت ۽ ديواني جو ڪاروبار سندن روبرو هلايو، پڇاڙيءَ ۾ پنهنجي مرشد حقيقي ۽ ڪعبي تحقيقي سلطان العارفين حضرت پيران پير دستگير جيلاني وٽان موڪلائي پنهنجي ابائي وطن ڏانهن واپس وريس. (2)

---

(1) مخدوم سهروردي. ڏسو تعليقات.

(2) هن ڪان پوءِ:

شيخ سلامت شيخ مغل پيرءَ جي رفيق سفر جي ساٿي سلطان سرور جو نالو ڪونه ٿو اچي، جنهن مان سمجهبو وچي ٿو ته هو ڪانئس جدا ٿي هليو ويو.

# باب ٽيون

## شريعت جي بيان ۾

○

شريعت موجب ڪئين پرهيزگار ۽ نمازي ٻنجي روزي، نماز، حج، زڪواة ۽ امرنهيءَ جي ادائگي ڪئي وڃي، ان لاءِ نبي سڳوري ﷺ جو ارشاد آهي تہ: شريعت ڪير وانگي، طريقت ڏهيءَ جئان، حقيقت مکڻ مثال ۽ معرفت سچي گيهہ سمان سمجهڻ کپي. اهو بہ فرمان آهي تہ شريعت وڻ، طريقت ڏاري حقيقت پن ۽ معرفت ميوي وانگر ليکي وڃي. ان بابت هن رسالي ۾ جيڪي آهي سو علم اليقين تصور ڪري ان مان عين اليقين تائين رسائي ڪجي، پڇاڙي پنهنجي دل کي حق اليقين جي حوالي ڪيو وڃي. اهو ئي مقصود ماڻڻ جو رستو آهي.

حق جي طالبن کي چاڻڻ گهرجي تہ: ڪل چار مقام چار علم ۽ چار عمل آهن، انهن کان مٿي وري بہ مقام پيا ليکجڻ ۾ اچن ٿا جيڪي مرشد ڪامل وٽان حاصل ٿي سگهندا. اهي مقام ٻاهوت ۽ هاهوت جا آهن. پهريون مقام ناسوت ليکجي جنهن جو علم شريعت، عمل امر معروف ۽ نهي منڪر آهي. ٻيو مقام ملڪوت جنهن جو علم طريقت، عمل الله تعاليٰ جو

ذڪر ۽ فنا في الشيخ آهي. ٽيون مقام جبروت جنهن جو علم حقيقت، عمل توحيد بابت فڪر ڪرڻ ۽ فنا في الرسول ٿيڻ آهي. چوٿون مقام لاهوت جنهن جو علم معرفت، عمل فنا في الله تعاليٰ، يعني خدا جي وحدانيت ۾ استغراق اختيار ڪرڻ آهي. معلوم هجڻ گهرجي ته شريعت بغير طريقت، طريقت بغير حقيقت ۽ حقيقت بغير معرفت ڪجهه به ناهي.

نقل آهي ته جڏهن خدا وند ڪريم لوح قلم خلقيو ته لوح کي صحيفي واري صورت ملي، قلم ذريعي پنهنجي پڌرائي ذات پاڪ پاڻ فرمايو ته آئون ئي خدا آهيان مون کان سواءِ ٻيو ڪو به ڪونهي. سو سموري توحيد انهيءَ ۾ آهي. حديث قدسي ٻيا ڪتاب ۽ تصوف جو علم جيڪو بزرگن، ولين عام ڪيو آهي، اهو انهن ئي ڳالهين جي چند چاڻ لاءِ آهي. ان کان پوءِ حڪم ٿئي ٿو ته جيڪو منهنجي قضا تي راضي نٿو ٿئي، جيڪو منهنجي مصيبت تي صبر نٿو ڪري، جيڪو منهنجي نصرت تي شڪرانو بجا نٿو آڻي، سو آسمان هيٺ رهي نٿو سگهي. اهڙيءَ ريت رب کان سواءِ ٻيو ڪي طلبڻ فضول آهي.

خدا وند ڪريم ميثاق واري ڏينهن ارواح پيدا ڪري انهن ۾ پنهنجي ذات جا ٻه تاثير آپاريا، جن مان هڪ کي جمالي، ٻئي کي جلالي صفت وارو تاثير سڏيو وڃي ٿو. جن ارواحن اندر جمالي صفت جو تاثير وڌيڪ آهي تن کي مسلماني جو لقب ڏئي اسلام ۾ داخل ڪيو ويو، انهن جي اڳواڻي نبي ڪريم ﷺ کي سونپي وئي، انهيءَ جو علم حسنات، مقام جمالي ۽ اسم بهشت رکيو ويو. جن ارواحن اندر جلالي صفت وارو تاثير وڌيڪ آهي، تن کي ڪافريءَ جو خطاب مليو ۽ انهن جي اڳواڻي شيطان جي حوالي ٿي ۽ انهن جا سيئي اعمال سياهه ٿي ويا. مقام جلالي جو نالو دوزخ رکيو ويو جيڪو انهن لاءِ ئي مخصوص ٿي چڪو آهي. ساڳي ميثاق واري

ڏينهن خدا تعاليٰ حڪم ڪيو: ”ڇا آئون اوهان جو خدا آهيان؟“ سڀني جواب ۾ هاڪار ڪئي. پر جن تي جلالي صفت جو تاثير وڌيڪ هو، اهي هٻڪي بيهي رهيا. نتيجو اهو نڪتو جو ڪي جنتي ته ڪي جهنمي بڻجي ويا.

اهو پڻ ڇماڻڻ لازمي آهي ته: ڪو به شخص پنهنجي حال کان خبردار نه آهي يا سڀ ڪجهه سمجهندي به ڪجهه قبول نٿو ڪري ۽ نابري واريندو ٿو رهي. ان باري ۾ رب پاڪ پاڻ فرمائي ٿو ته: ”مون جنهن کي هدايت ڪئي تنهن کي ڪو به گمراهه ڪري نٿو سگهي ۽ جنهن کي مون گمراهيءَ جي اوڙاهه ۾ اڇلائي ڇڏيو تنهن جو ڇاڙهو ڪنهن وٽ ڪونه آهي.“ هو جنهن کي گهري تنهن کي نوازي ٿو ۽ جنهن کي نٿو چاهي تنهن کي ڌڪاري ٿو. هن کي فيصلي ڪرڻ ۾ ڪابه دير نٿي لڳي ۽ پاڻ ئي سڀ ڪا خبر چار ڏيندو رهي ٿو، هو جيئن گهري ۽ جهڙيءَ ريت حڪم ڪري تيئن ئي سڀڪجهه ٿيندو رهي ٿو.

اها به خبر هئڻ گهرجي ته خدا جا ڪم ئي انتهائي آهن باقي مڙئي ئي بهانا ثابت ٿين ٿا. ابوجهل ڪعبي مان نڪتو ۽ ابراهيم خليل الله بتخاني کان ٻاهر آيو. اهو ئي خدائي ڪم ۽ ڪارنامو ليکجي ٿو.

نقل آهي ته ڇهه بزرگ توحيد جي راهه هٿ ڪرڻ جو ارادو ڪري نڪتا، هڪڙو شرف ڀاڙي پٽ وارو جيڪو علم واري ٻازو جي قوت سان توحيد جي دروازي تي پهچي ويو پر مرشد نه هئڻ ڪري اندر وڃڻ بدران اتيئي ڪسجي پورو ٿيو. ٻيو شيخ منصور حلاج جيڪو پڻ توحيد جي ڳاليءَ ۾ قتل ٿيو. ٽيون عين القضات جيڪو پڻ اُتي ڪسجي مري ويو، چوٿون خواجه احمد غزالي جيڪو توحيد جي اڳڻ ۾ خواجه ابوعلي سينا (پنجين) سان گڏ پورو ٿيو. ڇهون شيخ فريدالدين عطار جنهن جو به توحيد جي دروازي تي خاتمو

ٿيو. (1) اهي سڀئي نوري هئا ۽ توحيد جي دروازي تي پهچي پنهنجا پساهہ پورا ڪيائون. ابليس ڏوڙي وڃي اصل سبب دريافت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويو. دل ۾ چيائين، خواجہ فريد سجدو ڪيو تہ خاڪ ٿي ويو. ابو علي سينا پنهنجي مشائخي ۾ بيٺو رهيو (سجدو نہ ڪيائين)، آخر ڇا لاءِ؟ اڳتي وڌي ابو علي سينا کان پڇيائين: تون رسول جي واسطيداري سان آيو هئين؟ ابو علي جواب ڏنو: رسول تہ ناقصن لاءِ آهي ڪاملن لاءِ ناهي، اُن تي محمدي چماٽ لڳس ۽ وڃي اسفل السافلين ۾ پيو.

اي طالب! اهي سالڪ ۽ ڪامل هئا جن ڏٺيءَ در پهچي پاڻ کي فنا ڪيو، پيو هن زماني ۾ پلا ڪير آهي جيڪو ايڏي محنت مشقت ڪري سگهي ٿو؟ اي طالب، جڏهن خدا کنهن جو هٿ جهلي ٿو تہ اهو ماڳ تي رسي ٿو، اهڙيءَ طرح هر عمل ڪنهن نہ ڪنهن راهہ تي انحصار ٿو رکي. اڄ جيڪي ڪجهہ (نيڪ بد) بندي جي آڏو اچي ٿو اهو ميثاق واري ڏينهن جو مقسوم آهي.

ماڻهن کي ٽن ڳالهين جي ڪري مونجهارو پيش اچي ٿو: هڪ هيءَ تہ هو هر ڪم وقت کان اڳ ڪرڻ چاهين پيو تہ هو پنهنجي قسمت کان وڌيڪ حصو طلبين ٿا ۽ ٽيون تہ هو پاڻ ڪجهہ ڪرڻ بدران ٻين ۾ لالچ رکن ٿا. اهيئي ٽي ڳالهيون انهن کي خوار خراب ڪن ٿيون. ٻئي پاسي جيڪڏهن هو صابر شاڪر ٿي گذاري تہ هر راحت سندس نصيب ۾ اچي. خطرن ختم ٿيڻ کان پوءِ ئي هر ڪا آس اميد پوري ٿي سگهي ٿي ۽ ماڻهو پريشانيءَ کان آجو ٿي ڪجهہ ڪرڻ لائق ٿئي ٿو. ان کان پوءِ جيڪو بہ ڪم ڪندو خدا جي حڪم سان کيس فتح حاصل ٿيندي. حضور جن جو فرمان آهي: شريعت، خلق سان منهنجي قول جي حيثيت رکي ٿي،

---

(1) ڏسو تعليقات.

طريقت نفس سان فعل جي، حقيقت خدا سان احوال جي ۽ معرفت پڻ خدا سان اسرار واري اهميت رکندڙ آهي.

اي طالب! هي سيئي مقام هڪ هڪ ڪري بيان ڪرڻ ۾ ايندا ته جيئن تون انهن تي پوريءَ طرح عمل ڪري ڪامل ٿي سگهين. هاڻ ٻڌ! ناسوت جي مقام جو علم شريعت، عمل امر معروف ۽ نهي منڪر آهي.

رسول ڪريم ﷺ چوي ٿو شريعت منهنجو قول آهي ۽ محققن جو قول ناسوت جو علم ۽ عمل آهي، اول علم پوءِ عمل آهي: جيڪو شريعت جي پيروي سان طريقت جي راهه ڏانهن رهنمائي ڪري ٿو. شريعت واري مرحلي کان اڳتي وڌي طريقت جي منزل ۾ پير پائڻ ڏکيو ڪم آهي. جيڪڏهن طريقت پنهنجي ليکي شريعت سان ڪا موافقت نٿي ڪري ته پوءِ محمدي نعمت کان آدميءَ کي محروم رهڻو پوندو. ان جو اصل سبب هي ٻڌايو وڃي ٿو ته بندي لاءِ اول ڪلمو پڙهڻ واجب ٿئي ٿو جيڪو عين فرض آهي. جيڪڏهن ڪلمو نه پڙهيائين ته مسلمان ڪين ليکيو ويندو. جو ته ڪلمي پڙهڻ کان پوءِ ئي هو مسلماني جي خاني ۾ داخل ٿئي ٿو. ٻي آهي نماز جيڪا دل جي حضور سان با جماعت پڙهڻ کپي ان جا سيئي احڪام، ارڪان، فرض ۽ واجب سنتن سميت ادا ڪرڻا پوندا. ٻي حالت ۾ آخرت جي عذاب کان جند ڪانه ڇٽندي. اهڙي نموني ذڪواة مالدارن تي، حج هلنديءَ وارن لاءِ فرض ڄاڻايو ويو آهي، تنهن کان سواءِ، وضو، غسل، حيض، نفاس ۽ حلال حرام جي مسئلن کان واقف ٿي آمر نهي بجاءِ آڻڻ گهرجي ۽ جيتري قدر پڄي سگهي فقيرن کي خيرات ڏجي جيئن رب پاڪ فرمائي ٿو: ”اسان اوهان کي رزق رسايو ته اوهان کي به کپي ته فقيرن کي ان مان ڪجهه ڏيو.“ اها خيرات ڪنهن به ڪافر يا مومن تائين محدود نه آهي. هن

باري ۾ هڪ آيت اچي ٿي (1) اها آيت حضرت ابوبڪر صديق رضہ لاء لٿي هئي. جڏهن ڪانئس ڪا شيء گهري وئي، پاڻ چيائين ته ان لاء خدا ڪان پڇيو وڃي. حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو: مسلمان تي لازم آهي ته صدقو ڏي. پوء آيت لٿي ته، ”تون ڪنهن جي لاء ڪا به راهه راس ڪري نٿو سگهين، چاڪاڻ ته راهه ڏيکاريندڙ پاڻ خدا آهي جيڪو جنهن لاء گهري تنهن کي راهه ڏيکاري“. جيڪي خيرات ڏين ٿا ان جو هر گهڙي ثواب ملڻ لڳي ٿو پوء آها خيرات مؤمن توڙي ڪافر لاء به هجي ته ڪا خطا ناهي. خيرات خدا جي راضي ۽ ثواب جو باعث بڻجي ٿي تنهن ڪري ان ڪان ڪنهن به حالت ۾ ڪيپائڻ نه گهرجي.

اي طالب! ڪلمي پڙهڻ سان انسان کي جان، مال، ظاهر ۽ باطن جو امن حاصل ٿئي ٿو. ڪافرن وٽ مسلماني نه آهي جيئن حضور پاڪ ﷺ جن فرمائن ٿا (2). زماني جا عالم

(1) ليس عليڪ هدٰاهم ولڪن الله يهدي من يشاء وما تنفقون فلا نفسڪم وما تنفقون الا ابتغاء وجه الله وما تنفقون من خير يوفو اليڪم و انتم لا تظلمون.

يعني: ناهي توتي ان جي هدايت جي ذميداري، الله جنهن کي گهري تنهن کي هدايت ڪري ٿو. اوهان جيڪي خرچ ڪريو ٿا سو اوهان جي لاء آهي ۽ جيڪي خرچ ڪريو ٿا اهو الله جي رضامندي لاء آهي. جيڪو به چڱو خرچ ڪريو ٿا تنهن جو اهڙو ئي بدلو اوهان کي ملندو ۽ اوهان سان ظلم (هرگز) نه ڪيو ويندو.

(2) لا يؤمن احدڪم حتي لا يحب للا خير ڪما يحب نفسه،

اوهان مان (تيستائين) ڪو به مؤمن ٿي نٿو سگهي، (جيستائين) پنهنجي (مسلمان ڀاءُ) کي پاڻ وانگي پيار نٿو ڪري.

توحيد جو ڪلمو پڙهڻ آسان ٿا سمجهن پر ان لاءِ چار فرض آهن: اول هڪ ڀيرو پڙهڻ فرض آهي، ٻيو ٺيڪ پڙهڻ ٽيون قلب جي صدق سان پڙهڻ فرض آهي، چوٿون موت تائين ڪلمو پڙهڻ (پوري صدق سان) فرض ليکيو وڃي ٿو. جيڪو شخص اهڙي صدق واري نيت سان ڪلمو پڙهندو سو مسلمان سڏبو ويندو ۽ قيامت ڏينهن ان کي مسلمانن مان شمار ڪرڻ ۾ ايندو. ليڪن حقيقي مسلماني ٻي آهي جيڪا نبين ۽ ولين کي خدا جي فضل سان حاصل ٿئي ٿي. (1)

شريعت ۾ پنهنجي پوشاڪ ۽ بدن کي پاڪ صاف رکڻ جي هدايت ڪيل آهي. ان ۾ ظاهر باطن سڀ شامل سمجهڻ گهرجي. تنهن سان گڏ خدا جي حڪم جي پيروي ڪرڻ ۽ نهيءَ کان پاسي رهڻ به ضروري آهي. حقيقت جي راهه کان طريقت ۽ عالم ملڪوت ۾ پهچڻ کان پوءِ چاڙهو ٿئي ٿو.

اي طالب! شريعت کي ترڪ ڏيڻ دنياداري چئجي ۽ دنياداري اها آهي جيڪا آخرت ۾ ڪم نٿي اچي. جيڪا شيءِ خدا جي راهه ۾ خرچ ڪئي ويندي اها دنياداريءَ کان مٿي ليکبي، ليڪن جا شيءِ ريا طور، ننگ ناموس لاءِ خرچ ٿيندي اها روزي، نماز، زڪواة ۽ خيرات تائين دنياداري شمار ڪرڻ ۾ ايندي. ان جو آخرت ۾ ڪم اچڻ ناممڪن آهي.

اي طالب! خدا ٿو فرمائي: "ولقد ڪرمنا بني آدم". ان موجب تو کي واقعي چڱن کان چڱو ڪري خلقيو ويو آهي. وري ٻي هنڌ ٿو ارشاد ڪري: 'لقد خلقنا الانسان في احسن تقويم'- يعني اسان انسان کي بهتر کان بهتر ڪري، خلقيو آهي.

اي طالب! زبان کي ان کان روڪ جيڪي نه چوڻ کپي ۽ اکين کي ان ان کان جهل جيڪي نه ڏسڻ گهرجي.

---

(1)

روزا ۽ نمازون اي پڻ چڱو ڪم
او ڪو ٻيو فهم، جنهن سان رسين رب کي - شاهه

ائين ئي تون هر معاملي ۾ سو پيارو ٿي سگهندين. آدمي لاءِ آدميت لازمي آهي. جيڪڏهن عود ۾ خوشبوءِ نه هوندي ته ان کي صرف ڪاٺي ليکيو ويندو.

خدا تعالى فرمائي: (وَالعصر) ان الانسان لفي خسر الاالذين آمنو او عملواالصلحت. (زمانو شاهدي ڏيندو) ته انسان (سراسر) خساري (نقصان ـ گهاٽي) ۾ آهي سواءِ انهن جي جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيائون. ٻي جاءِ تي چوي ٿو: و ما خلقت الجن والانس الا ليعبدون." اسان انسانن توڙي جنن کي عبادت لاءِ ئي خلقيو آهي. انسان ڪمال جي لاءِ ئي پيدا ڪيل آهي، نه کي خواب خيال لاءِ ان کي وجود ۾ آندو ويو.

اي طالب! اڄ فرصت اٿئي. جيڪي ڪرڻو هجئي ڪري وٺ! چو ته سڀاڻي توکي وار ڪنهن جي واند به ڪانه هوندي اي طالب! انسان آٿائي خصلت وارو آهي. طبيب جڏهن ڪنهن مريض کي چوي ٿو: فلاڻي شيءِ توکي نقصان رسائيندي، اها نه کائڻ کپي. تڏهن ان کي پرهيز جو خيال پيدا ٿئي ٿو.

خدا تعالى فرمائي: اوهان جي اولاد اوهان جو مال اوهان جون زالون سڀ (ٿي سگهي ٿو ته) اوهان لاءِ دشمن ثابت ٿين. رسول ڪريم ﷺ جو ارشاد آهي ته دنيا ڀوندي جي حيثيت رکي ٿي ۽ ان جا طلبيندڙ ڪتن وانگر آهن. پر تون خدا ۽ رسول جي چوڻ تي نٿو هلين. خبر ناهي تنهنجي عاقبت الاجي ڪهڙي ٿيندي. توکي ائين ٿو جڳائي ته سڀاڻي جو ڪم اڄ ئي پورو ڪري ڇڏ. جيئن پوءِ ڪا پريشاني نه ڏسين.

(نقل) هڪ ڏينهن شيخ سلامت کان ڪنهن سائل سوال ڪيو: مون کي ٽي ڏکيائيون آڏو آهن: هڪ جيڪي دل ۾ رهي ٿو سو نماز مهل ظاهر ٿئي ٿو. ٻيو ڪلام الاهي پڙهڻ وقت ننڊ ٿي اچي، ٽيون جڏهن الله وارن جي ڳالهه ٻڌان ٿو ته هڪدم روئڻ شروع ٿئي ۽ دانهون ڪرڻ لڳان. جواب ۾ شيخ سلامت فرمايو: نماز سراج القلوب آهي جيئن

ڏيئو گهر ۾ ٻري ٿو ته گهر جي هر شيءِ ظاهر ٿئي ٿي تيئن نماز ۾ دل جي معاملن جو ظاهر ٿيڻ سمجهيو وڃي. ٻيو: عاشقن جي دل مولا پاڪ جي ذڪر سان ڦٽيل رهي ٿي ۽ خدا جو ڪلام ان لاءِ مرهم جو ڪم ڏئي ٿو، جڏهن مرهم ڦٽن تي پوي ٿو ته ازخود آرام اچڻ لڳي ٿو. ان ڪري اوڏيءَ مهل ماڻهوءَ کي ننڊ اچڻ لڳي ٿي. ٽيون: الله وارن جون ڳالهيون نيش (ڏنگ) برابر هونديون آهن ۽ اهڙو ئي حڪم رکن ٿيون، جيئن ته درويش جي دل اڳواٽ ئي ڦٽيل ۽ زخمن کان چور هوندي آهي ان ڪري جڏهن سندس ڦٽن تي ڏنگ لڳي ٿو ته انسان هڪدم روح رازي ۾ پئجي ٿو وڃي.

# باب چوٿون

## طريقت جي بيان ۾

○

طريقت جو علم آهي: الاهي راهه تي هلڻ، ان جو عمل خدا پاڪ جو ذڪر ڪرڻ پڙايو وڃي ٿو، پنهنجي نفس کي سڃاڻڻ، فنافي الشيخ ٿيڻ ۽ پنهنجي اندر کي هر قسم جي ناپاڪين کان پاڪ ۽ پري رکڻ. جيئن نبي ڪريم ﷺ جو فرمان آهي: ته طريقت نفس سان منهنجو فعل آهي، جنهن به نفس کي سڃاتو تنهن ڄڻ پنهنجي رب جي پوري سڃاڻپ ڪئي. ٻي هنڌ فرمايل آهي: جنهن به فنا کي ڏيان ۾ رکي پنهنجي نفس جي سڃاڻپ ڪئي، تنهن ڏي بقا سان پنهنجي نفس کي سڃاتو! سالڪ جڏهن مقام ملڪوت ۾ داخل ٿيو ته ذاڪر ٿي پوندو ۽ پوءِ هو رات ڏينهن رب جي ذڪر فڪر ۾ مشغول رهندو. اڳين ڏاڪي به ڏاڪي (درجي به درجي) هو قدم وڌائيندو اڳيرو ٿيندو ويندو. طالب تي لازم آهي ته هو اول ڪلمي جي پوڄواري ڪري. نفي ۽ اثبات جو انت لهي. لا الاالا الله سندس دل جي ڦرهيءَ تي لکجي وڃي. خدا پاڻ چوي ٿو: مون کي آٿندي وهندي، سمهندي ۽ بيهندي ياد ڪندا رهو! حضور جن به

فرمائين ٿا: ته رات ڏينهن سانده خدا جي يادگيري ڪرڻ ان کان افضل آهي جو خدا جي راهه ۾ ترار وهائي وڃي (1) ڪلمي جو مطلب آهي ته خدا کان سواءِ ٻي ڪنهن کي به عبادت جي لائق نه سمجهيو وڃي. ذاڪر توڙي عالم به ائين ئي ٿا چون ته خدا کان سواءِ ڪابه شيءِ موجود ناهي، ته پوءِ اها عبادت لائق ڪيئن ٿي سگهي ٿي. ڪلمو ناسوت جو ذڪر آهي. لا الا تائين ـ الا الله ملڪوت جو ذڪر آهي- الله الله جبروت جو ذڪر، ته هو هو وري لاهوت جو ذڪر ليکجي ٿو. اهڙيءَ ريت لا الله زبان جو ذڪر ته الا الله قلب جو ذڪر، الله الله روحي ذڪر ۽ هو هو سري ذڪر چاڻايو ويو آهي.

خدا تعاليٰ فرمائي: توهان مون کي ياد ڪر ته آئون تنهنجي يادگيري ڪريان! ذڪر جي معنيٰ ياد ڪرڻ آهي. وري فرمايل آهي: اوهان مون کي زبان سان ياد ڪريو ته آئون اوهان کي ذڪر جي توفيق سان ياد ڪريان جيئن اوهان سدائين قلبي ذڪر ۾ مشغول رهندا اچو. جڏهن اوهان انهيءَ قلبي ذڪر سان مون کي سارينداته آئون موٽ ۾ اوهان کي روحي ذڪر ذريعي ياد ڪندو رهندس. ائين هوريان ڏاڍيان اوهان کي ذڪر سري ڏانهن راغب ڪيو ويندو.

چاڻو گهرجي ته ذڪر لساني چڻ مجاهدو آهي ۽ ذڪر قلبي "ملاخطو" اهڙي نموني ذڪر روحي مڪا شفو ۽ ذڪر

---

(1) جهاد نفس به است از جهاد اسلامي

ڪ در درون امان است دشمن دين را.

"شاه قطب بڪري"

پنهنجي نفس سان جهاد ڪرڻ، اسلامي جهاد کان افضل آهي ڇو ته دين جو دشمن (نفس) تنهنجي اندر ۾ پناهه ورتي ڇڪو آهي.

ـ مترجم

سري مشاهدو ڪونجي ٿو. ٻـي پاسي ذڪر لساني لاڳاپو، ذڪر قلبي وسوسو، ذڪر روحي راحت ۽ ذڪر سري مشاهدو ڇاڏايو اٿن.

حضور اڪرم ﷺ جن جو فرمان آهي خدا وٽ نيڪ ٻندا اُهي ليکيا ويندا جيڪي وڌ کان وڌ ان کي ياد ڪندا يعني خدا جي ذڪر ۾ مشغول رهندا. واجب اٿين آهي تہ غفلت کان پاسي رهجي اٿين ٿي طالب جي دل ذاڪر بڻجي ٿي.

ٻندي وٽ جيڪي ڪجهہ آهي سو خدا جي راهہ ۾ خرچ ٿيڻ گهرجي. خدا ٿو فرمائي: جنهن پوري پاڪائي سان مون کي ياد ڪيو اها پاڪائي جنهن جي تعريف هيءَ آهي تہ خدا کان سواءِ ٻي ڪنهن جي محبت يا رغبت دل ۾ نہ رهي. تہ پوءِ اهڙو شخص اٿين سمجهي تہ هو بيشڪ آڏجي ويو. وري ٿو فرمائي: پاڻ وساري بہ پنهنجي رب کي ياد ڪريو! ٻي هنڌ فرمايل آهي: جيڪو دنياداري جي مزو فڪريءَ ۾ رهيو اهو ڇڻ مثل آهي. جيئرو ان کي چئجي جنهن پاڻ کي خدا جي ذڪر ۾ مشغول رکيو. خدا جي ذڪر کان سواءِ جيڪو بہ پساهہ اندر مان ڪڍي ٿو اهو ڇڻ مماتي ۾ شمار پيو ٿئي، يعني اهو بلڪل نہ هئڻ برابر تصور پيو ٿيندو. حضور اڪرم ﷺ جن فرمائين ٿا تہ: خدا سان حب، خدا جي ذڪر سان حب آهي ۽ ان جي برعڪس (اُبتڙ) خدا جي ذڪر سان بغض ڇڻ خود خدا سان بغض رکڻ برابر آهي.

ٻي هنڌ فرمايو اٿن تہ ٽي عمل تمام سخت آهن: هڪ هر حال ۾ خدا جو ذڪر ڪرڻ، ٻيو پنهنجي ڀاءُ کي ڪنهن مصيبت مان ڇڏائڻ ۽ ٽيون خـود پنهنجي نفس سان انصاف روا رکڻ. ان کان علاوه اهو ٻڻ فرمائن ٿا: خدا جـو ذڪر ايمان جي علامت، نفاست کان نيزاري، شيطان لاءِ حصار (ڪوٽ) اڏڻ ۽ دوزخ کان پناهہ مـگڻ مثل آهي. اهڙي حالت ۾ ٻانهي کي کپي تہ رات ڏينهن رب جي ذڪر ۾ مشغول رهي.

حضور اڪرم ﷺ جن فرمائين ٿا: سڀني (ڪٽيل، ڪسيل) مشين جي صفائي لاءِ ڇيقل (سُونهڻ يا رواتي) جي ضرورت ٿئي ٿي، سو دل جي صفائيءَ واسطي ذڪر کي سونهڻ يا رواتي (ڇيقل) سمجهڻ گهرجي.

اي طالب! دل جي صفائي ضروري آهي ان لاءِ ايتري ڪوشش ڪجي جو بدن تي ماس نه رهي، ان کان پوءِ ئي نور جي تجلي نصيب ٿيندي. بدن تان ماس گهٽجڻ ڪري رياضت آسان ٿي پوي ٿي. حديث ۾ آيل آهي ته، ”جڏهن تون بکيو ٿيندين تڏهن ئي مون تائين رسندين ۽ جڏهن هيڪلو رهجي ويندين تڏهن ئي منهنجو ميل توکي ميسر ٿيندو.“ هي پهريون مرتبو ليکجي ٿو جيڪو بيان ٿيو. ان بابت ٻيو مرتبو آهي: دل جي پاڪائي، جيستائين دل پاڪ نه ٿيندي تيستائين ارواح ڪشف نه ٿيندو. انهيءَ طريقي سان ئي پنهنجي دل ۾ روشني ۽ خبرداري پيدا ٿئي ٿي.

اي طالب! دل جا هيٺ مٿي مڙئي چوڏهن مقام آهن. پهريون مقام هي آهي ته دل کي ساڄي پاسي کان سجاڳ رکجي. ٻيو مقام هي ٻڌايو وڃي ٿو ته دل جو کاٻو پاسو سجاڳيءَ ۾ رهي. اهڙيءَ طرح ساڄي کاٻي ٻه مقام ٻيا آهن. جن مان ساڄي پاسي ظاهر باطن جو علم ته کاٻي پاسي حرڪت ۽ بُعد آهي. وري ساڄي پاسي ٻه مقام ٻيا آهن جن مان هڪڙي پاسي بزرگي ته ٻي پاسي فضل آهي ائين ئي کاٻي پاسي مقام آهيت جنهن ۾ غفلت واسو ڪري ٿي.

دل جي ساڄي پاسي صحت سلامتي ته کاٻي پاسي شهوت به آهي، وري ٻه مقام ٻيا آهن جن مان ساڄي پاسي سخاوت جاني ۽ مالي ته کاٻي پاسي بخيلي ۽ ڪاوڙ آهي. انهيءَ نموني دل جي ٻنهي پاسن ساڄي پاسي ڪي مقام ٻيا به آهن جيڪي دانائي، دانشمندي، حسد ۽ دشمني سان لاڳاپو رکن ٿا.

جڏهن طالب پنهنجي دل کي چڱي ريت پروڙي ٿو ته ڪيس چڱي مٺي مامري جي سچي سڌ پئجي ٿي وڃي. انهيءَ وقت جا به دعا گهرندو قبول پونديءَ. ڪيس ڪپي ته انهيءَ حالت ۾ ڪشف حاصل ڪري. انهيءَ مقام تائين پهچڻ لاءِ طالب کي ڪيئي منزلون مارڻيون پونديون، پهريون هي ڪم ڪندو جو گهٽ کائيندو، ٻيو گهٽ سمهندو، جيئن خدا جي يادگيري جو شغل جاري رکي سگهي. ٽيون هي ته ماڻهن سان اٿ ويهه گهٽ ڪندو. چوٿون گهٽ ڳالهائيندو. پنجون ماڻهن سان گهٽ حجت رکندو. ڇهون حرام کان پاسو ڪندو. ستون سدائين وضو ۽ پاڪائي سان هوندو. اٺون معدو خالي ۽ صاف رهندس. نائون ذڪر کان ڪا گهڙي واندو نه ٿيندو. ڏهون ذڪر ڪرڻ مهل ٿورو دم اندر ڪٽي وڃي جيئن بيقرار ٿيڻ لڳي ۽ دل ڳاراڻي ۾ اچي. رياضت ۾ به ايترو احتياط ڪري جيئن بدن تي ماس نه چڙهي ۽ رت بلڪل گهٽجي وڃي. ان کان پوءِ ئي طالب کي معرفت واري واٽ هٿ اچي سگهندي.

فرمايل آهي ته توهان جو هڪ هڪ پساهه اهو گوهر آهي جنهن جي ڪا به قيمت ڪانهي، تڪو بدل ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن اهو ضايع ٿيو ته واپس نه ورندو پوءِ واجب آهي ته پاڻ کي ضابطي ۾ رک ته جيئن ٻنهي جهانن جو نفعو توکي پلئي پئجي سگهي.

اي طالب! ذڪر ذريعي پاڻ ۾ ڪمي آڻي پاڪ صاف ٿي رهو، ان کان پوءِ توکي رياضت راس ايندي ۽ تون پنهنجي دل کي پرکي سگهندين.

اي طالب! هر ڪم جيڪو توهان ظاهر ڪئي ٿو تنهن جو اسرار تڏهن سجهندين جڏهن سالڪ جي حيثيت ۾ تون پاڻ کان خبردار ٿيندين. ان کان پوءِ تنهنجو ڪو به ڪم اجايو نه ٿيندو.

حديث ۾ آهي ته "جيڪو جنهن سان چاهه رکندو قيامت جي ڏينهن ان سان گڏجي پوءِ ڪٿي اها قوم هجي يا ڪا شيءِ ڇو نه هجي" ٻئي هنڌ آهي ته "جيڪو جهڙي ڪرت ڪندو محشر ڏينهن ان سان ئي اٿندو." اي طالب! توکي ڪوشش ڪرڻ جڳائي جيئن خدا جي ذڪر ۾ مشغول رهندو اچين ته جيئن قيامت جي ڏينهن تون به انهيءَ سان گڏ اٿين. خدا تو فرمائي، "جيڪو دنيا ۾ (عقل کان) انڌو رهيو قيامت ۾ به اهو ائين انڌو (عقل کان ڪورو) رهندو. خدا ڪنهن جي جي صورت کي نه پر سيرت کي ڏسي ٿو ۽ اوهان جي دلين جو پارکو آهي." پوءِ اي طالب، پنهنجي دل کي خدا کان سواءِ ڪنهن جي يادگيريءَ ۾ نه ڦاساءِ جيئن توکي به خدا وارن جو مقام حاصل ٿئي.

حضور پاڪ ﷺ جن فرمائين ٿا، جنهن شخص خدا جي وحدانيت تي ڏيان ڏنو تنهن ڄڻ ستر سالن جي عبادت ڪئي، ڇو ته خدا جي وحدانيت بابت هڪ ساعت سوچڻ ستر سالن جي عبادت کان افضل آهي. توکي کپي ته دل کي ڪدورت کان پاڪ صاف رک جيئن خدا سان واصل ٿئين، طريقت جي مقام ۾ ترڪ محبت لازم آهي. طريقت کان حقيقت ڏانهن رجوع ٿيڻ لاءِ اها خاص ۾ خاص ڳالهه ليکجي ٿي. طريقت جو عمل هي آهي ته خراب ڳالهين کان جيڪي ڏسي ڇڪيون هجن يا ٿيڻ واريون هجن هر طرح پاسو ۽ پرهيز ڪجي. ڇو جو اهي ظاهري باطني عبادت ۾ رنڊڪ وجهن ٿيون.

طريقت جي مقام بابت چاڻايل آهي ته اهو مقام ماڻهوءَ جي دل ۾ آهي، دل ئي سلامتيءَ جو گهر ۽ جنت آهي، اتان ئي لاهوت جي راهه ملي ٿي انسان کي الله ڏانهن روانو ٿي ڪري شريعت، طريقت ۽ حقيقت جي چاڻ کان پوءِ اربع عناصر جي ڪيفيت معلوم ٿي وڃي ٿي.

اي طالب! توکي جيئن ٻڌايو ويو تون تيئن کندين ته توکي هر ڪم ۾ فتح نصيب ٿيندي. حضور اکرم ﷺ جن جو ارشاد آهي ته ”جڏهن دل تان ”ڪٽ“ لهي ٿي تڏهن ان ۾ هر صورت صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿي ۽ پوءِ ڏي هرڪو مشاهدو ماڻي سگهجي ٿو. جڏهن ائين انهي مقام تائين رسائي ٿي وڃي تڏهن ڏي ڪل عالم جي مالڪي ملي ويندي. جيئن فرمان آهي: ”جيڪڏهن خدا مليو ته سڀ ڪجهه ملي ويو.“ انهي مقام تي پهچندي سالڪ کي ڪنهن شيءِ جي حاجت نٿي محسوس ٿئي. بيت: ”جيڪڏهن تون سچو طالب آهين ته خدا کانسواءِ ٻي ڪا شيءِ طلب نه ڪر.“ چيو ته حق جو طالب ڪنهن شيءِ جو ڳجهو (محتاج) نه هوندو آهي. خدا فرمائي ٿو: ”اي ٻندا جيڪڏهن تون منهنجو ٿيندين ته مان تنهنجو ٿيندس.“ طالب توحيد تائين روشناس ٿيو ته سندس زبان خدا جي ساراهه ڪندي ۽ سندس دل ۾ اهو اثر پيدا ٿيندو جو اها ازخود ذاڪر بڻجي پوندي ۽ پوءِ ان جو وار وار پيو ذڪر ڪندو انهي گهڙي هو ذڪر جو بادشاهه ٿي پوندو اتان تر تي ڪري جڏهن روح جي مقام تائين رسندو ته زبان بند ٿي ويندس ۽ انفراق ۾ اچي ويندو.

جنهن جو مرشد ڪو به نه آهي تنهن لاءِ چاڻايو وڃي ٿو ته ان جو مرشد شيطان آهي. ڪنهن کي پڇي آهي جو شيطان کي پنهنجو مرشد بڻائيندو؟ ڪير آهي جو هٿ وٺي پاڻ کي زهر ڏيندو.

نقل آهي ته مڪي ۾ خواجه نجم الدين ڪبرا ناني هڪ عارف هو قرآن ويٺي پڙهيائين جڏهن فرعون جي قصي تي آيو ۽ هي پڙهيائين ته فرعون پنهنجي قوم کي گڏ ڪري چيو: ”آئون اوهان جو وڏي کان وڏو خدا آهيان.“ ته خواجه نجم الدين دل ۾ چيو: فرعون پاڻ کي وڏو رب سڏيو ۽ منصور به پاڻ کي خدا ڪوٺيو ڳالهه ته ساڳي ٿي! پوءِ خواجه نجم الدين خدا ڏانهن متوجه ٿيو. اي ڏڻي! فرعون ۽ منصور ٻنهي ساڳي

خدائيءَ جي دعوا ڪئي، مونکي پڌاءِ ته ان جو نتيجو آخر ڪهڙو ٿي چڪو! خواجه نجم الدين کي ڪشف ذريعي معلوم ٿيو ته فرعون سخت عذاب ۾ آهي ۽ منصور راحتون پيو ماڻي. خواجه کي ڏاڍي حيرت لڳي ته اوچتو هاتف هڪل ڪئي: اي خواجه نجم الدين! هنن ٻنهي توحيد جي مقام ۾ پاڻ کي داخل ڪيو پر معلوم ٿيو ته فرعون کي مرشد ڪونه هو ۽ هن پنهنجي خودي سان پاڻ کي خدا سڏيو. ان ڪري عذاب لائق ليکيو ويو. منصور کي جيئن ته مرشد هو ان ڪري بچي ويو ۽ راحت نصيب ٿيس. ساڳي وقت سئون سڌو توحيد جي مقام ۾ داخل ٿيو. اهڙيءَ ريت اي طالب، هن راهه ۾ بنا مرشد جي قوم نه ڪٿي گهرجي نه ته صحيح رستو نه ملندو. جيڪڏهن مرشد ڪامل هوندو ته ظاهري باطني علم حاصل ڪرڻ سان هر قسم جي دلجاءِ ملي ويندي. بيت آهي ته:
”مرشد ڪپي جيڪو وڏي چاڻ وارو هجي جيئن اهو هر لباس ۾ يار کي چاڙي سچاڙي.“

حضور اڪرم ﷺ جن فرمائين ٿا: مسلمان مردن توڙي زالن تي علم جي طلب فرض آهي. اهو علم پيو نه بلڪ توحيد جو علم ئي لکيو وڃي ٿو. طالب کي کپي ته توحيد جي علم لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهي. جيڪڏهن چين تائين وڃڻ جو وارو اچي ته به علم جي طلب کان پري نه ٿجي. رات ڏينهن پاڻ کي علم جي طلب ۾ رجهائڻ کان پوءِ عالمن جي قطار ۾ اچي نبين جي وارث ٿيڻ جو شرف ملي ٿو. ڪي ماڻهو اهڙا به دنيا ۾ پيا آهن جيڪي ٻنهي جهانن کان پري ٿا رهن.

خدا جي راهه وار کان سنهي ۽ ترار کان تکي ٿئي ٿي. عشق جا ڪونگرا ڏاڍا اتاهان آهن، جيستائين ڪو پير نه ڦٻائيندو تيستائين هٿ مٿي ڪونه پهچندس. عشق جي گلي انهيءَ ئي پار ڪئي، جيڪو پنهنجو مٿو پير ڪري رمندو رهيو.

اي طالب! درويشيءَ جو ڪم ايترو آسان نه آهي ان

جو موت تائين الڪو رکيو ٿو پوي. درويشيءَ ۾ وات هلائڻ ڪان وڌيڪ هٿ هلائڻ جي حاجت پوي ٿي. ڳالهاءِ گهٽ، ڪم وڌيڪ ڪر. ڇو ته هن راهه ۾ ڪم ٿي ڪم گهرجي.

اي طالب! نفس ڪي نفساني خواهش ڪان پري رک ۽ دل کي اجائين پريشانين ۾ نه وجهه! خدا تو فرمائي: ”جنهن شخص پاڻ کي نفساني ڳالهين کان پاسي رکيو تنهن جو پنهنجي جاءِ جنت ۾ جوڙائي ڇڏي.“ ماڻهوءَ کي بيڪار ڪندڙ اهوئي نفس آهي. نفسانيت جيئن غالب ٿئي ٿي خودي منهن ڪڍي ٿي. عزازيل به خودي ڏيکاري جنهن ڪري گمراهي نصيب ٿيس، ۽ لعنتي جو خطاب لڌائين، فرعون ۽ هامان سان به ساڳي جٽ ٿي. فرمايل آهي ته هلڪڙو ماڻهو منزل تي پهچي ٿو، تون به هلڪڙو ٿي، عارفن جي صحبت ۾ اچي اتان ڪو اثر پراءِ، ان لاءِ توکي ڪنهن متقي مرد جي پٺيان لڳي فنافي الرسول جو درجو حاصل ڪرڻو پوندو جتان توکي فنافي الله واري وات سؤلائي سان هٿ اچي سگهندي.

# باب پنجون

## حقيقت جي بيان ۾

○

جبروت واري مقام جو علم حقيقت ۽ عمل فنا في الرسول آهي، هن ۾ پيو سڀ ڪجهه ڇڏي فقط توحيد تي ويچارڻو پوي ٿو. جيئن ارشاد آهي: عارف، هر شيءِ جي اصليت مان پنهنجي رب جي ذات سڃاڻي ٿو. حضور ﷺ جن فرمائين ٿا: جنهن به مون کي سڃاتو تنهن ڄڻ رب کي سڃاڻي ورتو. اهو به فرمايل آهي ته: احمد بنا ميم جي احد بڻجي ٿو، ان ۾ اهوئي فرق سمجهيو وڃي. اصل ۾ سڄو عالم انهيءَ ئي ميم اندر غرق ۽ گم رهي ٿو.

طالب کي چڱيءَ پر سمجهڻ گهرجي: ته جيستائين سالڪ توحيد تائين رسائي نٿو ڪري تيستائين ان کي ڪابه حقيقت معلوم ٿي نٿي سگهي، يعني ان کي ڪنهن به حقيقت جي ڪا پروڙ نٿي پوي. سالڪ جڏهن به توحيد جي معرفت حاصل ڪري ٿو ته ان کي تڏهن ئي حقيقت جو پتو پئجي ٿو وڃي. هن کي معرفت وارو مقام "ربي بربي، لايعرف الله غير الله"(1)

---

(1) منهنجو رب منهنجو رب آهي، نٿو سڃاتو وڃي الله کي سواءِ الله جي.

بہ تڏهن حاصل ٿيندو. ياد رکيو وڃي تہ جڏهن صفات تي توجهہ ڏنو ويندو تڏهن ئي رسول اڪرم ﷺ جي ذات تائين پهچڻ جو ڪئينٽ (امڪان) پيدا ٿيندو ۽ اتان ئي حق جي ذات سان هڪ ٿيڻ جي راهہ کُلي ٿي.

طالب کي خبر هئڻ کپي تہ سالڪ کي جڏهن عرفان جو درجو حاصل ٿئي ٿو تڏهن ان جي زبان ازخود (پاڻ واٽي) خدا جي ثنا ۽ ساراهہ ڪرڻ لڳي ٿي، ڇو تہ الاهي عشق جو جيئن ڪنهن دل ۾ اثر ٿئي ٿو، تيئن اها دل ذاڪر بڻجي ٿي پوي ۽ ان جي عشق ۾ پڻ روز بروز واڌ ايندي وڃي ٿي. انت اها دل مڪمل سلامتي حاصل ڪري وڃي اونهائيءَ پيڙي ٿئي ٿي. جيئن حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمائين ٿا: "هڪڙي گهڙيءَ جو ذڪر هزارن ورهين جي عمل کان مٿي آهي." اي طالب! خدا پاڻ فرمائي ٿو: "اُدْعُوْنِيْ اَسْتَجِبْ لَكُمْ." دعا گهر تہ قبول ڪريان‌ء. اهوئي اتاهون مقام آهي. ان ڪري طالب تي واجب ٿئي ٿو تہ رات ڏينهن الاهي ياد ۾ مصروف رهي.

پيو چاڻ گهرجي تہ: ماڻهو لاءِ خطرو ٽن قسمن جو ٿيندو آهي: هڪ ماضيءَ جو خطرو، ٻيو حال جو خطرو ۽ ٽيون مستقبل جو خطرو. طالب کي سوچڻ کپي تہ ماضيءَ لاءِ سوچڻ ڪم عقلي آهي ڇو تہ جا گذري چڪي سا واپس اچڻي ناهي. ساڳيءَ طرح مستقبل (آئندي) جي ڳڻتي پڻ اجائي آهي. ڇا لاءِ تہ اوستائين ڪوبہ شخص ڪنهن بہ ريت ڪا رسائي ڪري نٿو سگهي. باقي رهي حال جي ڳالهہ! ان لاءِ اهو ويچار ضروري آهي تہ حال کي ڪنهن بہ حالت ۾ هٿان وڃڻ نہ ڏجي. بندي کي هميشہ خدا جي ذڪر فڪر ۾ مشغول رهڻ کپي.

بيت: جڏهن بہ ڪا اٽائي گهڙي، سڻائي ٿئي ٿي.
تہ جهرڪي بہ باز وانگي، زوراور بڻجي ٿي.

هڪ لڳان پنهنجي مرشد سڳوري کان سوال ڪيم: سائين ٻڌايو تہ طالب ڀلا ڪڏهن ذڪر کان فارغ (واندو)

ٿيندو آهي. جواب ڏنائون: جڏهن هو ذڪر ڇڏي فڪر ڏانهن لاڙو رکي ٿو (مائل ٿئي ٿو). وري پڇيم: پلا فڪر کان ڪيس (طالب کي) ڪڏهن فراغت ملي ٿي؟ ارشاد ٿيو: جڏهن طالب فڪر کان شهود ڏانهن رجوع ٿئي ٿو. ڇو تہ فڪر دل جي منزل ۽ شهود روح جو رتبو آهي.

وري سوال ڪيم: طالب شهود کان ڪيئن پار پوي ٿو؟ وراڻيائون: جڏهن شهود مان مشاهدي معائني کان اڳتي وڌي خدا جي رويت (جيڪا الاهي تجلي جمال آهي) تائين وڃي رسي ٿو. پڇاڙيءَ ڪانئن پڇيم: طالب جي رويت کان ڪڏهن فراغت ٿئي ٿي؟ جواب ڏنائون: جڏهن طالب جي دل تان سڄي دوئي (ٻيائي) دور ٿي وڃي ٿي، ڇاڪاڻ تہ ٻيائيءَ جي هٽي وڃڻ ڪري سيئي سانگا لهي ٿا وڃن. اي طالب! ڌيان سان ٻڌ! تون اٺين ورهين جا ورهيہ اطاعت ۽ عبادت ڪندو رهندين تہ بہ وحدت واري وات هٿ ڪري نہ سگهندين ۽ توکي ڪڏهن بہ وصال حاصل نہ ٿيندو. پوءِ ڪٿي تون انهيءَ وچ تہ ڪيترا احوال ۽ جلون پريا واقعا پيو ڏسندين تہ بہ گڏالهہ ساڳي رهندي. اي طالب! ٻڌي ڇڏ تہ هي سيئي ويڇا ۽ وٿيون ان ڪري وچ ۾ آيل آهن جو ڪو بہ سڀ ڪنهن کي هڪ ڪري نٿو سمجهي، نہ وري هڪ ڪري ٿو ڏسي. جڏهن سڀ ڪنهن کي هڪ ڪري سمجهيو ۽ ڏٺو ويندو تڏهن ئي ڪو پنهنجي مقصود کي پهچي سگهندو.

اي طالب ياد رک! تہ طريقت خدا جي ذڪر وارو عمل ۽ حقيقت فڪر ڪرڻ وارو مرحلو آهي، جنهن جو سنئون سڌو واسطو خدا جي وحدانيت (هيڪڙائي) سان رهي ٿو، جڏهن سالڪ وحدت واري مقام تي پهچي ٿو، تہ ڪيس وليءَ جو لقب ٿو ملي، جيئن فرمايل آهي تہ "خدا جا ولي موت جا محتاج نٿا رهن، نہ وري هڪ هنڌان ٻي هنڌ ٿا هليا وڃن." خدا خود ٿو فرمائي تہ آئون مري ويلن کي ٻيهر جيئرو ڪري سگهان ٿو.

اي طالب! پڪ ڄاڻ ته جيڪي ڪجهه آهي سو تو ۾ ئي آهي عرش، ڪرسي، لوح قلم، بهشت دوزخ سڀ صفات ۾ شامل آهن جيڪي ارواح سميت تو سان لاڳاپيل (متعلق) آهن. جڏهن تون پاڻ ايڏي پهچ وارو ٿئين تڏهن ئي پنهنجو پاڻ توتي سڀ ڪجهه پڌرو ٿيندو. خدا قرآن ۾ پڌايو آهي: ته اوهان ڪي تيستائين ڪابه نيڪي پلئي ڪانه پوندي جيستائين اوهان خير خيرات جي ڪا ڳالهه (عملي طرح) نه ڪندا جيڪا شيء اوهان کي پياري هجي، حڪم آهي ته ان جي خيرات يا قرباني ڪريو. جنهن مان اها پروڙ پوي ٿي ته اوهان کي ان ڪان مٿي ڪا شيء پياري ناهي. جڏهن اهائي شيء وڃان نڪري (خيرات يا قرباني) جي صورت ۾ ويندي ته خود تون وچ ۾ نه هوندين ۽ سچو سارو همه اوست (اهو ئي آهي) مارد عالم هوندو. جنهن کي ڪوبه زوال ناهي، ۽ يقين ڪر ته اهڙي حالت ۾ تو لاءِ به ڪو زوال ڪونه هوندو.

اي طالب! خيال ڪر ته خطا اصل ته تنهنجي آهي پر تون نٿو ڄاڻين، حڪم آهي ته جڏهن جسم اندر روح پوي ٿو تڏهن وجود، حرڪت (چرپر) سڪون (ٺاپر) بينائي (ڏسڻ) گويائي (ڳالهائڻ) شنوائي (ٻڌڻ) حياتي ۽ توانائي (جياپو ۽ سگهه) سڀ ئي اچي هيڪاندا ٿين ٿا. ان حالت ۾ اي طالب! توکي سمجهڻ گهرجي ته اهي سڀ صفتون سنيون سڌيون الاهي ذات ۾ شمار ٿين ٿيون. جيڪي توکي ورثي ۾ ڏنيون ويون. توکي کپي ته انهن سڀني کي (شڪراني طور) خدا جي راهه ۾ صرف ڪندو رهه! تون سڀ ڪجهه پنهنجي رب کي سونپي ڇڏ ۽ ڪڏهن به پاڻ کي وچ ۾ نه آڻ! اهڙيءَ ريت جڏهن تون سڀ ڪجهه ڇڏي خدا جي راهه ۾ محو ٿئين ته پوءِ به ڪجهه ڪُڇڻ جي نه ڪجانءِ، جا ڳالهه تنهنجي راضپي جي علامت هوندي.

آخر تون وڃي ان مقام تي رسندين جتي تنهنجي لاءِ

سپ ڪجهہ هوندو ۽ تون سراسر نور ئي نور ٿي پوندين. شرط اهوئي تہ تون اڳواٽ پنهنجو پاڻ قربان ڪري خدا جي ذات ۾ گم ٿي ويندين. ڇو تہ نفي سان ئي هيڪڙائي نصيب ٿئي ٿي. ياد رکجانءِ تہ دل ۾ ٻي ڪنهن جي جاءِ نہ رهندي تہ تنهنجو محبوب از خود اچي اها جاءِ والاريندو. تون لاالہ سان سپ ڪجهہ اندر مان ڪوري ڊار ڪر تہ خود بخود خدا جي ذات جو تو ۾ ظهور ٿيندو. ان ڪان پوءِ الاالله واري منزل ايندي، جيئن فرمايل آهي تہ هر ڪنهن کي هر حال ۾ نهايت (پڇاڙي) ئي بدايت (اڳياڙي) ڏانهن رجوع ڪندي آهي.

# باب ڇهون

## معرفت جي بيان ۾

o

لاهوت واري مقام جو علم معرفت، عمل فنافي الله ۽ بقا بہ الله چاڙهيو وڃي ٿو، يعني رب پاڪ جي وحدانيت ۾ محو ٿيڻ ئي اصل معرفت آهي. حضور اڪرم ﷺ جن فرمائين ٿا: معرفت منهنجو راز آهي جنهن جي ذريعي خدا پاڪ سان سندم واسطيداري رهي ٿي. معرفت جي اصول موجب پيدائي ترڪ ڪري، خدا جي ذات سان واصل ٿي، دل کي انهن سڀني ڳالهين کان پراهون ڪرڻ گهرجي جيڪي غير حق ليکيون وڃن ٿيون. طالب کي چاڻ هئڻ کپي ته معرفت ۾ پنج عمل پيش اچن ٿا: هڪ هي ته قسم نه کڻجي جيڪڏهن قسم کڻجي ته سچو کڻجي. ٻيو هي ته کوڙ بلڪل نه ڳالهائجي. ٽيون اهو ته سدائين ماٺ رهجي. جيئن ارشاد آهي ته جيڪو ماٺ رهيو، اهو ئي سلامتيءَ کي رسيو. جنهن کي سلامتي ملي انهيءَ ئي ڇوٽڪارو حاصل ڪري ورتو. چوٿون اهو ته جيڪو به وعدو ڪجي اهو نڀائڻ کپي ۽ پنجون عمل هي آهي ته جاني توڙي مالي سخا ڪئي وڃي. طالب کي هدايت ٿي ڪجي ته وس وينديءَ ثورو ڳالهائجي

سو ٻه ته ڏهن جڏهن کو موقعو ملي نه ته ماٺ ڪري رهجي. فرصت ملڻ تي جهنگ ڏوڙي بيابان ۾ وحدت جو مراقبو ۽ ملاحظو ڪرڻ کپي. ڳالهائڻ کان پوءِ جيڪي ڳالهايو وڃي سو دل سان هنڊائڻ گهرجي جيڪڏهن ڪا پل چُڪ ٿي هجي ته ان جو ازالو ضروري ڄاتو وڃي، نه ته وحدت ۾ يگانگي واري ڪسب کان محروم ٿيڻو پوندو. پهو هي ته ضرورت کان سواءِ ڳالهائڻ اجايو آهي. جيڪڏهن نه رهي سگهجي ته اهڙي حالت ۾ ٿورو ڳالهايو وڃي، مرو پرو حد نه اورانگهڻ کپي. وحدت کي هڪڙي گهڙي به پاڻ کان الڳ ٿيڻ نه ڏجي. ماڻهوءَ کي کپي ته جنهن به مجلس ۾ ويهي، پاڻ کي اُٺ وانگي ڪُرمش ۾ آڻڻ گهرجي، مٿان ڪا غفلت نه ٿئي. ڪوشش اها ڪرڻ کپي ته ڪثرت مان به وحدت جو ظهور ٿيندو وڃي. طالب کي ياد رکڻ گهرجي ته اڪيلو ويهڻ، اڪيلو رهڻ دل جمعي جو باعث آهي. وحدت جي پروڙ کان پوءِ ئي الاهي لطف جو اظهار ٿيڻ لڳي ٿو ان صورت ۾ سڀئي حق ادا ڪري سگهجن ٿا، جيڪي ڪنهن سبب جي ڪري رهجي ويل هوندا. پوءِ ڪنهن کي ڪنهن به شخص يا ڪهڙي به شيءِ جي ڪا حاجت نٿي رهي. ان حد ۾ اچڻ کان پوءِ خدا پاڻ بندي جو وڪيل ٿئي ٿو ۽ بندو سدائين پنهنجي حال ۾ حاضر هوندو.

جيڪي گذري چڪو هجي يا جيڪي ڪجهه آئيندي آڏو اچڻو آهي تنهن کي ياد نه ڪجي. پهو ته وحدت جو ملاحظو هر وقت ڌيان ۾ رکيو وڃي جيڪا به نيڪي بدي ڏسجي تنهن کي وحدت واري درياهه ۾ لوڙهي ڇڏجي جيئن معرفت وارو درجو حاصل ڪندي دير نه لڳي. وحدت بابت جيترو به گهٽو ڳالهايو ويندو، ٿورو ٿيندو، جيڪڏهن ان جو ڪو ٿورو بيان به ڪيو ويندو ته اهو گهٽو ليکجڻ ۾ ايندو.

طالب کي سوچڻ کپي ته هو جڏهن پاڻ کان پرتي

ويو تہ چڻ فنا ۾ داخل ٿيو، جڏهن هو فنا جي وچ ۾ آيو تہ چڻ بقا ۾ پهچي چڪو. سيئي سان نياز منديءَ وارو رستو اختيار ڪرڻ گهرجي ڇا لاءِ تہ اهو ئي عين مطلوب آهي. دشمن سان بہ وس پڄندي دوستي رکجي جو اهو خود مقصود آهي. اَن سان گڏ لازم آهي تہ پاڻ کي بہ پنهنجي نگاهن ۾ رکندو اچجي جو اها عين محبوبي آهي. (1)

طالب کي معلوم هئڻ گهرجي تہ جيڪي ڪجهہ هن جهان ۾ پڌرو ٿئي ٿو، سو پهريان ذات جي پردي ۾ هو، پوءِ وري ذات خود ان جي صورت ۾ پڌري ٿي، ائين ذات پنهنجي علم عين ۾ جلوي فرمائي ۾ آئي ۽ ان جو رنگ روپ اختيار ڪيائين. جيڪي ڪجهہ پردي ۾ هو سو بہ چڻ ذات جوئي وجود هو. ٻي ڪابہ شيءِ ان ۾ ڪانہ هئي پوءِ ذات خود بخود (پاڻ واٽي) سڀ ڪجهہ ٻئجي عاشقيءَ جي پوشاڪ ۾ آئي، پڇاڙيءَ بندگي ۽ خدائي وچ ۾ وارد ٿي جنهن ازلي ابدي ڪارخانو قائم ڪيو.

طالب کي ائين سمجهڻ گهرجي چڻ اڃا انيئي آهي جتان هليو هو. ائين ڪرڻ سان ئي هو آزاد ٿي سگهي ٿو پوءِ ڪيس ڪو بہ غم الم محسوس نہ ٿيندو. سلطان بايزيد بسطامي هن باري ۾ فرمائي ٿو: سبحاني ما اعظم شاني، عين القضات جو پڻ اهو ئي فرمان پڌجي ٿو تہ قم باذني، تون منهنجي اذن (اجازت) سان اٿي کڙو ٿيءُ ائين منصور حلاج بہ انا الحق جو نعرو هنيو تہ

---

(1) عرفي چوي ٿو: خواهي ڪ عيب هاءِ تو، روشن شود ترا
گاهي منافقانہ نشين در ڪمين خويش.

جيڪڏهن پنهنجا عيب پاڻ ئي معلوم ڪرڻ چاهين ٿو تہ ڪا گهڙي پنهنجي تاڙ ڪري ڏس تہ تو کي پتو پئجي ويندو.
— مترجم

خواجه جُنيد بغداديءَ کي به آخر هيئن چوڻو پيو: آئون ٽيهن ورهين کان پنهنجي خدا سان پيو ڳالهايان، پر خلق ٿي چوي ته هي اسان سان ٿي پيو ڳالهائي. انهي ائين به چيو آهي: ما رايت شيئا الا رايت الله فيه (جيڪا شيءِ ڏسندو تنهن ۾ الله کان سواءِ ڪجهه نه ڏسندو). اصل ۾ بزرگ (ولي) چئجي ٿي ان کي جيڪو ظاهر ۾ ته خلق سان مخاطب هجي پر باطن ۾ به ان جو سڌو سنئون خطاب الله پاڪ سان هجي.

بيت:

آئون ٿي خـدا آهيـان، مون وٽ ڪبر ۽ ڪينو ڪونهي!
آئون خدا سان مليل هڪ ٿي چڪس، مون کي الاهي دفتر جي چاڻ ملي وئي.

طالب کي خبر هجي ته خدا وارن جي نظر ۾ سواءِ خدا جي پيو ڪي سمائجي نٿو سگهي، خدا پاڻ ٿو فرمائي: ”اوهان جتي به هجو آئي آئون اوهان سان هوندس.“ وري فرمائي ٿو: ”آئون اوهان ۾ ئي آهيان، پر اوهان مونکي ڏسي پسي نٿا سگهو!“ هي به سندس ئي فرمان آهي ته: ”آئون اوهان کي ڪنڌ جي رڳن کان به ويجهڙو آهيان،“ وري پيو فرمائي: ”اي محمد! جڏهن توکان ڪو منهنجي باري ۾ پڇي، چوينس ته آئون (خدا) تنهنجي نزديڪ ئـي آهيان.“ پڇاڙي ۾ ائين به پيو فرمائي: جيڏانهن به نهاريندين تيڏانهن توکي آئون ئي نظر پيو ايندس. (1)

اي طالب، توکي ڄاڻ ٿي ڏجي ته: ڪائنات جي پيدائش چئن شين باهه، پاڻي، هوا ۽ مٽيءَ مان ظهور ورتو آهي جن

---

(1) ايـڪ قصر در لڪ، ڪـوڙين، ڪٽس ڳڙڪيون
جيڏانهن ڪريان پـرک، تيڏانهن سـڄـڻ سامهون
”شاهه“ ـــ مترجم

۽ نفس، آواز حرڪات (چرپر) سڪنات (ٺاپر) سڀ ڪجھ آهي. جڏهن ڪنهن کي ڪو مرشد ڪامل ملي ٿو ته اهو پنهنجي طالب کي انهن چئني عنصرن جي سمجهاڻي ۽ سجهاڻي ڏئي ٿو. جڏهن به ڪو اسم وچ منجهان نروار ٿئي ٿو ته سچو عالم ملي هڪ ٿي ٿو وڃي. جهان پنهنجي روپ ۽ اصليت (حقيقت) سان واسطو رکي ٿو. جڏهن اصليت کي ڏسبو ته هڪ دم همه اوست (اهو ئي سڀ ڪجھ آهي) وارو حال نظر ايندو. طالب جڏهن اها سچي حقيقت پروڙي ٿو ته وحدانيت ۾ محو ٿي ٿو وڃي، ان مهل جيڪڏهن ان کان ڪو سالڪ سوال ڪري ٿو: ڪٿي آهين؟ ڪيڏانهن پيو وڃين! ۽ ڇا آهي؟ ته جواب ۾ هو فقط الله جو نالو دهرائي ٿو. جڏهن سالڪ جو ظاهر باطن (اندر ٻاهر) هڪ ٿي وڃي ٿو ته هو ذات باري ۾ محو ٿي ٿو وڃي. پوءِ هن جي زبان منجهان رڳو الله ئي نڪرندو پيو ڪي به نه هوندو.

اي طالب! هي اهو مقام آهي جتي داخل ٿيڻ تي حيرت ۾ پئجي ڪڏهن ظاهر ته ڪڏهن باطن ۾ وڃڻو پوي ٿو. سالڪ اتي پهچي جڏهن به ڪنهن کي سڏ ڪندو يا طلبيندو ته رڳو پاڻ کي ئي لهي سگهندو.

جيستائين ڪو مرڻ کان اڳ نٿو مري تيستائين ان کي مٿيون مقام نٿو ملي. جنهن شخص فقر کي انتها تائين پهچايو، سو ئي چاڻ ته پنهنجي رب تائين رسي چڪو. پوءِ اهو بندو سچي عالم جو حاڪم بڻجي ويندو، سندس زبان مان جيڪي نڪرندو، سو ئي ٿيندو. ان لاءِ هڪ ارشاد آهي: ”خدا جي ذات ۾ هڪڙي گهڙي محو ٿيڻ دنيا توڙي آخرت جي سڀني عبادتن کان افضل آهي.“

اي طالب! چاڻ ته خدا وارا اهڙي مقام تي تا پهچي وڃن جو انهن جي هڪڙي گهڙيءَ جي عبادت به وڏي رتبي

واري ليڪجڻ ۾ آچي ٿي. انهن جو رات ڏينهن اهو ئي حال هوندو آهي جو رب جي ذات ۾ محو رهي پاڻ کي دنيا و مافيها کان الڳ ڪري ڇڏيندا آهن. فرمان آهي ته جنهن پنهنجي رب کي ڄاتو سو گونگو ٿي ويو:

بيت:

پاڻ کي درگذر ڪري ڇڏ ته وصال ماڻئين!
ڇو ته هن راهه ۾ پاڻ وارڻ ئي ڪمال آهي.

اي طالب! چڱو ائين ڄاڻ ته: انهي بي رنگ ذات جو ڪسب ۽ تصور ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪسب کان منهن موڙيو ويندو ته پوءِ ان صورت ۾ اها کوٽ پوري ڪرڻ لاءِ سڀئي عبادتون ۽ سلوڪ واريون رياضتون ان بي رنگ ذات لاءِ ڪرڻيون پونديون. خدا به انهن ئي عارفن کي پيارو ٿو گهري جيڪي سڄي خلق سان پيار ڪندا رهن ٿا. توکي به ائين ڪرڻو پوندو. تون ڪنهن سان به دشمني نه رک! جيڪي ڪجهه ڏسين، ٻڌين پيو، سو سڀ پنهنجو ۽ پيار جي لائق ڪري ڄاڻ ان کي ڪڏهن به اوپرو نه سمجهه!

اي طالب! پنهنجي اندر توڙي ٻاهر مان دوئي (ٻيائي) دور (پراهين) ڪرڻ ئي اصل مقصود آهي. جڏهن دوئي ڪنهن مان دور ٿي وڃي ئي ته پوءِ اهو هيڪڙائي جي واسطي سان پنهنجي من ۾ صرف ”الله“ ئي رکي ٿو. سڀئي ولي توڙي نبي ان ڳالهه تي اتفاق رکن ٿا. اي طالب! شغل ڪيترن قسمن جا ٿين ٿا. جن جي انتها (پڄاڻي) روحي کان شروع ٿي خفي، اخفي تائين رسي ٿي. اهي حقيقتون صرف لفظن ۽ حرفن تائين محدود نه آهن بلڪ انهن جو لاڳاپو ۽ ڳانڍاپو باهوت کان هاهوت تائين رهي ٿو. اهو راز رڳو مرشد ڪامل وٽان معلوم ڪري سگهجي ٿو. هڪ هنڌ ارشاد آهي ته: ”آدم ۾ روح، روح ۾ راز ۽ راز ۾ وري خفي اخفي جا سلسلا

(ڪڙيون) موجود آهن جن ۾ هو پاڻ ئي وسي رسي ٿو ۽ ان جي ذات وڏين ُواڪاڻين واري آهي.

نبي ڪريم ﷺ ٿو فرمائي: ”دنيا آخرت وارن تي ۽ آخرت وري دنيا وارن لاءِ حرام آهي. تنهن ڪري دنيا کان هر حالت ۾ پاسيرو ٿي اصل حقيقت ڏانهن رجوع ٿيڻ گهرجي.“ اي طالب! خبردار ٿيءُ ته ڪائنات ۾ خلق گهڻي آهي پر خوش نصيب اهوئي شخص ليکيو ويندو جنهن ۾ ماڻهپي جي ڪا بوءِ ٻاس هوندي. خدا پاڪ ٿو فرمائي: ”انسان منهنجو راز آهي ۽ آئون سندس راز آهيان.“

هڪ پيري مون (شيخ مغل پيرءَ) پنهنجي مرشد کان سوال ڪيو: ته قبلا! بهشت بابت ٻڌڻ ۾ اچي پيو ته اتي ڪيتريون خوبيون ۽ عيش عشرتون آهن. اوهان ڀلائي ڪري ٻڌايو ته اهي وڏيڪ چاڱيون يا خدا پاڪ جو وصال وڏيڪ چاتو وڃي. جواب مليو: خدا پاڪ جو وصال چڻ هڪ درياهه آهي. بهشت ان جي قطري (ڦڙي) برابر سمجهيو وڃي. قطرو درياهه ۾ داخل ٿيندي ئي گم ٿيو وڃي ٿو، توڪي به ڪپي ته درياهه پيڙو ٿي پاڻ کي قطري جيمان ان ۾ سمائي ڇڏ ڇو ته جڏهن قطرو درياهه ۾ داخل ٿئي ٿو ته خود درياهه بڻجي پوي ٿو. چاڻ ته درياهه کان سواءِ قطرو ڪاٻ، حيثيت نٿو رکي. اسان سيئي درياهه مان ئي آهيون ۽ درياهه اسان مان آهي. اها ڳالهه اهوئي سمجهندو جيڪو الاهي اسرار کان واقف هوندو.

خدا ٿو چوي: مون آدم کي پنهنجي مُهانڊي (صورت) تي خلقيو آهي. بيت: هو هڪ هنڌ در بند ڪيو ويٺو هو، اوچتي اتان اٿي آدم جي گودڙي پهريائين. آخرڪار آدميءَ وانگي نروار ٿي ميدان تي آيو. جنهن مان ٻئي جهان پڌرا ٿيا. جيڪي ڏسڻ ۾ آيو، سو دوست جوئي روپ هو. خبر پئي ته دوست کان سواءِ پيو ڪجهه به ناهي بس اهو ئي آهي. هڪ

ڏينهن رسول ڪريم ﷺ جن هاهوت واري مقام تي سڪر (1) واري عالم ۾ ويٺا هئا تہ ايتري ۾ جبرئيل اچي سندن در کڙڪايو. پاڻ فرمايائون، ڪير آهي؟ جبرئيل جواب ڏنو: آئون آهيان جبرئيل. پڇڻ لڳا: جبرئيل؟ ڪير! جبرئيل وراڻيو: محمد ۽ خدا کان سواءِ. پاڻ چيائون: محمد؟ ڪهڙو! جبرئيل، اهو پڌي هڪدم ادب وچان اتي ويهي رهيو. جڏهن پاڻ سڪر منجهان سجاڳ ٿيا ۽ جبرئيل کي پيرين پر در تي ويٺل ڏٺائون تہ پڇا ڪيائون: اي جبرئيل! جبرئيل چيو: اي رسول! ها، اي رسول اوهان هن کان اڳ ڇا ٿي فرمايو؟ جواب ڏنائون تہ اي جبرئيل! اسان اُن وقت اهڙي حال ۾ هئاسون جو اسان کي خدا کان سواءِ ٻي ڪنهن جي ڪابہ ڪل ڪانہ هئي.

اي طالب! ياد رک تہ خدا جو رسول ڪڏهن ڪنهن عالم تہ ڪڏهن ڪنهن عالم ۾ رهندو ٿي آيو، جڏهن سالڪ بہ انهيءَ عالم تائين رسائي ڪري ٿو تہ اهو بہ ڪڏهن قضاني سجاڳيءَ ۾ اچي ٿو، ڇاڪاڻ تہ شريعت يا طريقت جي روءِ سان ائين ئي ٿيندو رهي ٿو. سالڪ کي انهن ئي مقامن تان ترقي ڪري اڳتي قدم وڌائڻو پوي ٿو. جيستائين ڪو اهڙي ترقي نٿو ڪري تيستائين انتهائي رتبي کي رسي نٿو سگهي. ان کان مٿي هلندي حقيقت ۽ معرفت وارو مقام ماڻي سگهجي ٿو. حقيقت آهي ذات اندر محو ٿيڻ ۽ معرفت وري آهي تہ خدا جي ذات ۾ محو المحو (صفا گم) ٿي وڃڻ!.

اي طالب! هوشيار ٿي ٻڌ! خدا جا عاشق، عارف ۽ اڪمل حقيقت ۽ معرفت جون ڪيئي رمزون آشڪار (پڌريون) ڪري ويا آهن جن مان هڪڙي رمز اها آهي تہ پهريان ڪنهن

---

(1) سڪر. اهڙي حالت جنهن ۾ عشق انتهائي پهچي عقل سان گڏ سڀني قوتن تي حاوي ٿي سالڪ کي بي سڌ ڪري ڇڏيندو آهي. ”جامي“
— مترجم.

پاڻ جهڙي عارف سان ملي صلاح ڪجي، اها صلاح انهن ٽينهي جيئن پکين پاڻ جهڙن پکين سان گڏ جي گهٽي ويچار کان پوءِ عنقا جي ڳولا جي تياري ڪئي هئي، انهن ڏي ويچاري پوءِ ڪجهه ڪرڻ ڪپي. پکين هڪ دفعي چيا ڪمو جو شروعات ۾ انهن پکين کي ڳولي هٿ ڪيائون جيڪي اڳواٽ عنقا پکيءَ سان ملي آيا هئا. جڏهن انهن کان عنقا جي باري ۾ هنن پڇيا ڪئي، جواب ڏنائون ته جبلن جي مٿان هڪ جبل آهي جنهن جي چوٽيءَ تي هڪ وڻ ڏسڻ ۾ ايندو، انهيءَ وڻ جي مٿان هڪ وڏو آکيرو آهي جتي عنقا پکي رهي ٿو. اهي پکي جيڪي پانت پانت جا ڏسڻ ۾ پئي آيا تن ۾ ڪو پکي ساڻو ڪو ڳاڙهو ڪو ڪارو ته ڪو چتڪبرو ته ڪو وري صفا اڇو ڏسڻ ۾ ٿي آيو، هڪ پکي وري اهڙو به پئي ڏٺو جنهن کي ڪنهن به قسم جو ڪوبه رنگ ڪونه هو. سيئي پکي صلاح ڪري عنقا پکيءَ جي ڳولا ۾ آڏامي هليا آخر هٿندي مارينديءَ وڃي ڪوهه قاف جبل جي وڙاهه ۾ پهتا، جنهن پکيءَ جو جهڙو رنگ هو اهو ان رنگ واري وڻ تي وڃي ويٺو پر جنهن کي ڪوبه رنگ ڪونه هو اهو ٻي ڪا واهه نه ڏسي هڪ وڏي وڻ جي چوٽيءَ تي وڃي ويٺو ۽ واکو ڪري چوڻ لڳو: آئون ئي عنقا پکي آهيان.

اي طالب! توکي سڌ ٿي ڏجي: مرد کي گهرجي ته پنهنجي محنت وسيلي وڃي ان مقام تائين پهچي جنهن کي شاهي مقام سڏيو وڃي ٿو. جڏهن اوستائين رسائي ٿئي تڏهن شاهي حڪم هلائي پاڻ کي بادشاهه ثابت ڪري رهجي.

اي طالب! چڱيءَ طرح ٻڌ! ته ڪلما ڪل چار آهن. انهن مان هڪ ڪلمو طيب آهي: لاالٰہ الاالله محمد رسول الله، ٻيو آهي ڪلمو طريقت: لاالٰہ الاالله عظمت محمد رسول الله، ٽيون ڪلمو حقيقت آهي: لاالٰہ الاالله بيد قدرت محمد رسول الله برسالت،

چوٿون آهي ڪلمو معرفت جو: لاالٰه الاالله حقاً حقا محمد رسول الله صدقا صدقا.

اي طالب! اها ڳالهه ڌيان ۾ رک! ته ڪي ڏينهن رياضت ۽ مجاهدي ۾ رهي پاڻ کي خدا جي هيڪڙائي (وحدانيت) واري راز ۾ رڌل رکجي، جيئن ٻيائي (دوئي) وارو باطل خيال دل تان دور ٿي وڃي ۽ ان جي جاءِ تي سراسر حق جو خيال بحال ٿئي.

# باب ستون

## حضرت شيخ مغل پيين جي وطن ڏانهن واپسي ۽ سندن شهادت جي باري ۾

○

شيخ سلامت مغل پيين خير سان سير سلوڪ مان فارغ ٿي جڏهن پنهنجي وطن واپس آيا ته باقي چمار حويليءَ جي هڪ حجري ۾ ويهي ذڪر فڪر جي شغل جاري رکڻ جو خيال ڪيائون. ان لاءِ اول حجري جو در وجهرايو ويو، پوءِ در بند ڪري پنهنجي رب ڪي ياد ڪرڻ لڳا ۽ رات ڏينهن سندن اها ڪرت هلندي رهي. انهن ڏينهن حجري جو در ڪولي ٻاهر اچي پنهنجي مٽن مائٽن ۽ مريدن خادمن سان ڪچهري ڪري وري حجري اندر وڃي در بند ڪري ويهي ٿي رهيا.

انهيءَ شغل هلندي هڪ ڏينهن پاڻ پنهنجي پٽ شيخ مغل کي ساڻ ڪري صحرا (ٻاهر) جي خيال سان شهر کان پرتي نڪري وڃي اهڙي هنڌ پهتا، جتي ٻپهريءَ جي نماز جو وقت ٿي ويو. شيخ سلامت مغل پيين پنهنجي پٽ شيخ مغل کي حڪم ڪيو: بابا! ڪٿان وڃي ساوو گاهه ڳٽي ڪٽي اچ

تہ پٹ تي وڃائي ان جي مٿان نماز پڙهجي. شيخ مغل پنهنجي والد بزرگوار جي حڪم تي گاهہ پٽڻ لاءِ ويو، چوڌاري نظر ڪيائين. ڇا ٿو ڏسي تہ جتي ڪٿي سائو گاهہ خدا جي ذڪر ۾ مشغول آهي، سو لاچار سائو گاهہ ڇڏي سُڪي گاهہ جي ڀري ڪٺي اچي شيخ سلامت اڳيان حاضر ڪيائين.

شيخ سلامت ڪانئس پڇيو: پٽ سائي گاهہ بدران هي سڪو گاهہ ڇا لاءِ ڪٺي آيو آهين؟ مون تہ توکي ائين ڪونہ چيو هو! شيخ مغل ادب وچان ورائيو: بابا سائين! آئون اوهان جي حڪم موجب جتي بہ سائي گاهہ لاءِ ٿي ويس تہ اهو خدا جي ذڪر ۾ مشغول نظر ٿي آيو، ان ڪري ٻيو چارو نہ ڏسي هي سڪو گاهہ ڪٺي اچي حاضر ڪرڻو پيم.

شيخ سلامت اهو ٻڌي ڏاڍي راضپي مان پياري پٽ کي چوڻ لڳو: ٻچڙا، خداوند ڪريم توکي اهڙي قديم وحدانيت واري علم سان سرفراز ڪري ڇڏيو. جو هاڻ تنهنجو رتبو سڀني ولين ڪان مٿاهون ليکجڻ ۾ ايندو ۽ تنهنجو نالو (مغل) منهنجي نالي پٺيان جي مهڙ ۾ هوندو. اڄ کان مون پنهنجي هر ڪا امانت توکي سونپي ڇڏي.

مخدوم عاري ڳالهہ ٿو ڪري تہ هڪ لڳان آئون حضرت شيخ سلامت مغل پيءُ ۽ شيخ مغل جن جي خدمت ۾ ۾ حاضر ٿيس ۽ ڏٺم تہ هي ٻئي هڪڙي هنڌ اعتڪاف ۾ ويٺل هئا. ڏهن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ جڏهن اعتڪاف مان نڪتا، تہ روزي کولڻ لاءِ کير جي طلب ڪيائون جنهن لاءِ مون کي حڪم ڪيو ويو تہ ڪتان نہ ڪتان وڃي کير هٿ ڪري اچان. مون هيڏانهن هوڏانهن ووڙ ڪئي پر کير هٿ نہ آيم. سبب هي هو تہ اوسي پاسي جهنگ ۽ بر پٽ هئڻ ڪري ڊور ڍڳا ڪين هئا. نيٺ مون واپس شيخ سلامت جن وٽ اچي سڄي ماجرا بيان ڪئي تہ اجهو هن ڪري ڪتان بہ کير هٿ نہ اچي سگهيو. پاڻ فرمايائون: بابا مڙئي خير آهي.

توري جهٽ رکي پاڻ زبان مبارڪ مان اسم اعظم: الله الصمد، فلا شيء ڪمثله الله الصمد ۽ الله ڪافي جو ورد جاري ڪيائون ته هڪدم چئني پاسن کان سوا هرڻيون ٽولا ڪري اچي آئي سيهڙيون. شيخ سلامت جن مون کي اشارو ڪيو ته هنن کي ڏهي وٺ! مون آئي سيئي هرڻيون ڏهي کير جو ٿانءُ پري سندن خدمت ۾ حاضر ڪيو. حڪم ٿيو ته اهو کير سنڀالي رکيو وڃي. مون جيئن جو تيئن کير سنڀالي رکي ڇڏيو. جيستائين شيخ سلامت جن پاڻ اهو کير نه پيتو تيستائين هرڻين جا ڌڻ ايندا رهيا. مون به کير ڏهي سمورا ڀانڊا پري ڇڏيا. آخر پاڻ اٿي انهن هرڻين کي اجازت ڏنائون جيڪي واپس هليون ويون.

آئون اڃان کير سانڍڻ جي خيال ۾ هيس ته ايتري ۾ غيب مان هڪ مرد نروار ٿيو، جيڪو سڄ وانگي سراسر نوراني پئي لڳو ۽ اڇڻ سان ڇوڏاري چانڊاڻيون ڪري ڇڏيائين. اسان جيئن سندس نوراني چهري ڏانهن نهاريو، اکين مان ڳوڙها جاري ٿي ويا. هن جي هٿ ۾ هڪ زمردي جام کير سان ڀريل ڇلڪي رهيو هو جيڪو اچي شيخ سلامت جن کي ڏنائين. شيخ سلامت ۽ شيخ مغل ٻنهي اُن پيالي مان کير پيتو ۽ روزو کوليائون. باقي جيڪو کير پيالي ۾ بچيو سو مون (مخدوم عاري) کي ڏنائون. مون جيئن اهو کير پيتو، چوڏهن طبق روشن ٿي ويا، دل کلي پئي ۽ الاهي تجلي سان ملي هڪ ٿي ويس. ائين ڀانيم ڄڻ دنيا جهان جون جيڪي راحتون ۽ نعمتون هيون سڀ مون کي ملي ويون. ايتري قدر جو انهن جو ڳاڻاٽو نٿي سگهيو. جيڪڏهن اهي جيئريون جاڳنديون حقيقتون نه پئي سگهيو. جيڪڏهن اهي جيئريون جاڳنديون حقيقتون بيان به ڪرڻ ۾ اينديون ته انهن جو ڇيهه نظر نه ايندو. ان کير پيئڻ کان پوءِ مون کي سڄي ڄمار آڃ ڪانه لڳي ۽ مون ڪڏهن به سعيو ڪري پاڻي ڪونه پيتو، منهنجي بدن ۾ جيڪي تڪليفون ۽ بيماريون هيون اک ڇنڀ ۾ دفع ٿي ويون ۽ پاڻ کي نوبنو سمجهڻ لڳس. پنهنجي مرشد سڳوري جي

ڪرامتن مان ڪي هتي ڄاڻايون اٿم جيڪڏهن تفصيل ۾ وڃڻو پيو ته ڪنهن هڪ جي به تڪميل ڪانه ٿي سگهندي. تنهنڪري في الحال ايستائين اِڪتفا مناسب آهي.

هن کان پوءِ (مضمون جي مناسبت سان) ٿهيم قوم جو پيرائتو احوال پيش ڪجي ٿو جو هن ريت آهي ته: ٿهيم اصل چنن (1) جي قوم مان آهن جيڪي پاٽيءَ جي چشمن وارين پراڻين وسندين(2) جي آسپاس يا اُنهن کان اڪ ٽيٽ تي رهن ٿا. اهي چشما هنن نالن سان مشهور آهن. ڀهارا، پنڊو، ڪاڇري، ساوندي، جهم ۽ ڪانهري جن جا هي سردار ليکيا وڃن ٿا: ويرو ولد چنو، پنيو ولد ٻير، تماچي ولد موٺن، گل ولد راڄيو، ساجو ولد آمر. هنن جي برادري تمام وڏي آهي پر راڄ ڀاڳ توڙي لشڪر ۾ به هي گهٽائي وارا آهن. سندن پڳدار ويرو ولد چنو هو، جنهن جو مُهڙ ۾ نانءُ ڄاڻايو ويو. هن وٽ مال ملڪيت جي ڪمي ڪانه هئي.

جيئن چوڻي آهي ته ڏاڍي جي لٺ ڪي به مٿا هوندا آهن، سو هي به پنهنجي اَرهه زوراٽي جي ڪري لشڪر چاڙهي ٻين جا مال هڪلدو ۽ مڏيون ڪٽندو ٿي آيو. انهيءَ مارا ماريءَ ۾ شيخ سلامت جي ڀاءُ سلطان عمر کي به وڏي آزار ۾ وجهي ڇڏيو هئائين. سلطان عمر ڪيترا ڀيرا چڙهائي ڪري هن جي آهنج آزار کي پُنجي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي پر پڄي نٿي سگهيو. سندس هيڻائي جي ڪري ويرو جو ويتر مَن وڌي ويو ۽ سڀ ڪنهن سان هيڪاري وڌيڪ هٿ چراند لائي ڏنائين.

---

(1) هن کان اڳ سير ملوڪ واري باب ۾ محمود غزنوي جو ذڪر ڪندي مصنف يا مرتب ڄاڻايو هو ته محمود غزنوي بني تميم يا ٿهيم يعني عرب قوم مان هو ۽ هتي لکيل آهي ته ٿهيم، چنن جي قوم مان آهن، جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته ٿهيم جو تميم سان ڪو تعلق ناهي.

(2) پراڻيون وسنديون. ڏسو تعليقات.

هڪ ڀيري هن جو لشڪر شيخ سلامت جن جي ڪنهن دنگئي شهر مان ماڻهن جا ڍور ڍڳا، آڻ مينهون، ڪاهي ويو، جيڪي ناٿي نالي هڪ مڱڻهارجي ڌيءَ مائي (1) جي ملڪيت هئا. انهيءَ مائي صبح مردان سان اچي شيخ سلامت وٽ واويلا ڪئي. شيخ سلامت حجري ۾ موجود هو، مائيءَ جي دانهن ڪوڪ تي رحم کائي هڪدم حجري کان ٻاهر آيو. مائي ٻڌايس ته: شيخ سلامت! اسان غريبن جا ڍور ڍڳا چنن جو لشڪر زوريءَ اسان وٽان ڪاهي اسان سان هاڃا ڪري ويو آهي. تون خدا رسول جي واسطي اسان مسڪينن جي واهر ڪر!

شيخ سلامت پنهنجي پاڻ سلطان عمر کي گهرائي سڏ هڻ پرڀو ته سپاڙي سج اڀرڻ کان سج لهڻ تائين تون پنهنجي سر چڙهي جيڪي ڪجهه ڪندين تنهن ۾ سوڀارو ٿيندين. جي اوپر کان اولهه تائين به ڪاهيندين ته به سوڀ تنهنجي ٿيندي، ڇو ته حضور نبي ڪريم ﷺ جن اسان کي! اهڙي اختياري ڏئي ڇڏي آهي. تون ڪنهن به قسم جي ڪا ڳڻتي نه ڪر ۽ صبح سوير لشڪر ڪاهي روانو ٿيءُ ۽ وڃي چنن جي قوم کي (جنهن مسڪينن ۽ بيواهن کي حد کان وڌيڪ بي رحمي سان ايذايو آهي) ماري ميڄائي سڀ ڪنهن جا اهنج آزار دفع ڪري ڇڏ!

شيخ سلامت جو حڪم ٻڌي سلطان عمر نئين سر همت ٻڌي ۽ ٻي ڏينهن لشڪر سنبرائي وڃي چنن جي قوم تي ڪڙڪيو، هوڏانهن چنن کي به جيئن ڏاهه پئي، تيئن ڏهي سنبري جهه واري تڙ تي پهچي ويا. ٻنهي ڌرين ۾ جبري جنگ شروع ٿي وئي جيڪا دير تائين هلندي رهي، آخر سلطان عمر ولين

---

(1) اصل عبارت ۾ ان مائيءَ جو نالو مسمات کهڪا لکيل آهي. والله اعلم.

جي ڪلام جي برڪت سان چنن جي قوم کي شڪست ڏئي سنڌ ن مال مڏيون تاراج ڪري زالن، مردن کي قيدي بڻائي هميشہ لاءِ کين مات ڪري ڇڏيو.

اها جنگ ڪندي سلطان عمر کي ياد آيو تہ چنن وانگي سومرن جي قوم پڻ موجود آهي جيڪا سدائين ارڏايون ڪندي رهي ٿي. ڇو نہ ان کي بہ اڄ اهڙي سيکت ڏني وڃي جيئن چنن وانگي انهن جي ميس بہ مري ۽ پاڙو آوڙو بہ ڪا سکي گهڙي گذاري سگهي. اهو سوچي سومرن تي چڙهائي ڪرڻ جو سعيو ڪيائين. پنهنجو لشڪر چاڙهي منزلون هڻندو وڃي ماهم طور (1) تائين پهتو. سومرن تي جو هيءَ اوچتي آفت اچي ڪڙڪي تہ سنڌ ن وايون ٿي بتال ٿي ويون، گهڻيئي حيلا هلاڏاڏون پر مُنهن وري بہ سلطان عمر کي نصيب ٿيو.

سچ لهڻ جي وير ٿي تہ پاڻ سانت ۾ اچي، ويجهڙائي مان عبدالوهاب اصحابي عرف پيلم پهلوان جي قبر تان هڪ وڏي چپ ڪٽي اچي حد بندي (دنگ) طور رکرائي واپس ٿيو. پيلم پهلوان جي اها قبر (هن وقت) مخدوم عاري ڪلال جي مزار جي نزديڪ اولهائين پاسي آهي جتان پٿر جي چپ ڪٽي حد بندي طور ڪتب آندي وئي. چنن ۽ سومرن کي مت ۽ سيکت ڏئي سلطان عمر خير سلامتي سان پنهنجي ماڳ موٽي آيو ۽ شيخ سلامت جي قدمبوسي اچي ڪيائين، جنگ مان جيڪي مال ملڪيتون، ڍور ڍڳا، زالون، مرد ۽ ٻار قبضي ۾ آندا هئائين سڀ حضرت شيخ سلامت جي حوالي ڪري ڇڏيائين.

شيخ سلامت کيس چيو: هن مان مائي جي مڏي موڙي ڪيڏي ان کي موٽائي ڏني وڃي. باقي جيڪي قيدي آهن اهي اسان جي ملڪيت رهندا جن کي اسان خدا رسول جي راهہ ۾ آزاد ڪريون ٿا. اهي اڄ کان پوءِ اسان جي خادمي

(1) ماهم طور، ڏسو تعليقات.

۽ تابعداريءَ ۾ هوندا.

مائي کي جيئن پنهنجي ملڪيت ملي تہ خوش ٿي دعائون ڪرڻ لڳي. پڇاڙيءَ شيخ سلامت پنهنجي پاءُ سلطان عمر هٿان فتح ٽيل قوم تي ٺهيل قوم نالو رکيو جيڪا اڄ تائين انهيءَ نالي سان شيخ سلامت شيخ مغل پين جي خدمت ۽ تابعداري ڪندي اچي ٿي.

ڪجهہ وقت کان پوءِ اتفاق سان هڪ جمعي سڏي ڏينهن کي سادات سڳورا هر هڪ نالي: سيد مرتضيٰ علي، سيد ڪبير محمد، سندس چار پٽ: محمد عارف، حسن علي، غلام حسين ۽ قمرالدين پنهنجي اهل عيال سميت هالار (1) واري علائقي کان (جتي پاڻ رهندا هئا) پڇي هن پاسي آيا ۽ احوال ڏنائون تہ ويجهڙائيءَ ۾ سيد حسن علي ۽ راءِ قنوچ جي پٽ فتح سنگهہ جو ڪنهن ڳالهہ تان پاڻ ۾ تڪرار ٿيو جنهن ۾ فتح سنگهہ گهڻي پاڳين ڦٽجڻ ڪري فوت ٿي ويو.

راءِ ڪنوچ سرويہ (2) جيڪو هالار جو حاڪم هو. پنهنجي پٽ جي خون ٽيڻ ڪري اچي سيدن تي ڏمريو ۽ وير وٺڻ لاءِ مٿن لشڪر سان چڙهائي ڪرڻ جي تياري ۾ هو تہ سيدن کي ڪڙڪ پهچي وئي. اڌ رات جو ٻار ٻچا ۽ ٽپڙ ٽاڙي اتان ڪڍي وٺي نڪيا، سچي واٽ لڪندا ڏ ڪندا انت سلطان عمر جي حد ۾ هليا آيا. انهيءَ خيال سان تہ جيئن پوپان ڪاهيندڙ ظالم حاڪم جي قهر ۽ ڪلور کان امن امان ۾ رهن. هنن کان جڏهن پڇيا ٿي تہ اوهان هيڏو سارو ملڪ لتاڙي هن پاسي ڪيئن اچي نڪتا؟ وراڻي ڏنائون تہ اسان هالار مان حيران پريشان ٿي سڌو سنڌ ڏانهن رخ رکيو. پنهنجي بچاءُ لاءِ جتان ڪٿان پڇائون ڪندا پٺي آيا سين، هر هنڌان اهو ٿي

(1) هالار، بابت ڏسو تعليقات.

(2) سرويہ ڏسو تعليقات.

جواب تي مليو ته اسان کي سلطان عمر جي راڄ ۾ ڪٿي امن سڪون نصيب ٿي سگهندو ان ڪري جو هتي خدا جا ڀلا ۽ پيارا پانهان شيخ سلامت ۽ شيخ مغل رهن ٿا.

شيخ سلامت انهن کي پنهنجي حويلي ۾ پناهه ڏني جيئن دشمن جي لشڪر کان محفوظ رهي سگهن حقيقت ۾ هن لاءِ امن پناهه واري جاءِ به اها ئي هئي. سادات پنهنجا ٻار ٻچا وٺي وڃي حويلي اندر ويهي رهيا، ٻي ڏينهن جيئن شيخ سلامت! خير عافيت پڇڻ لاءِ وٽن ويو ته هنن ڪيس منٿ ڪئي: شيخ سلامت! اسان هالار جي حاڪم راءِ ڪنوڄ سروپ جي پٽ کي خون ڪرڻ جي ڏوهه ۾ اتان ڀڄي اچي اوهان وٽ پناهي ٿيا آهيون، راءِ ڪنوڄ ضرور پنهنجي پٽ جي وير وٺڻ لاءِ اسان جا پيرا ڪڍي هيڏانهن ايندو، جنهن کان بچڻ لاءِ اسان توکي خدا رسول جو پاند ڏئي توکي پنهنجي حفاظت لاءِ منٿ ڪريون ٿا، تون ڀلائي ڪري اسان کي هتي پنهنجي حويلي ۾ رهائج جيئن دشمن اسان تائين پهچي نه سگهي.

شيخ سلامت، اهو ٻڌي پاڻ شيخ مغل ۽ شيخ جيئي سميت اٿي سيدن کي ڳل لائي سندن هٿ چمي مرحبا چئي، عزت آبرو سان حويلي ۾ رهڻ جو آسرو ڏنو. کين دلاسو ڏنائين ته اوهان بلڪل دلجاءِ ڪريو خدا جي فضل سان اوهان کي ڪو به ڏک اهنج ڏسڻو نه پوندو. جيڪڏهن راءِ ڪنوڄ سروپ، اوهان جي باري ۾ اسان سان ڳالهيون ڪري صلح جي صورت اختيار ڪئي ته واهه نه ته به جنگ لاءِ تيار ٿيو ته اسان پنهنجا سر ڏئي به اوهان جو بچاءُ ڪنداسين. اوهان کي پريشان ٿيڻ نه کپي ته وري ان لاءِ ڪا به اوراڪورا دل ۾ رکڻ گهرجي.

راءِ ڪنوڄ سروپ جيڪو پنهنجي پٽ فتح سنگهه جي وير وٺڻ لاءِ ڪٽڪ سميت هيڏانهن وڌندو ٿي آيو، هٿندي مارين‌دي اچي شيخ سلامت جن جي شهر تائين پهتو. ماڻهن هڪدم شيخ سلامت کي خبر ڏني ته اچهو راءِ ڪنوڄ پنهنجي

لشڪر سان اچي ڪڙڪيو آهي ۽ سڄي شهر کي گهري ۾ آندو اٿائين. هو وڏي واڪي چوي پيو ته اسان کي سيدن جا بازو ورائي ڏيو ته واهه نه ته هڪدم جنگ لاءِ تيار ٿيو.

شيخ سلامت: مخدوم عاري ۽ ٻين سرڪردن کي صلح صفائي لاءِ راءِ ڪنوچ ڏانهن روانو ڪيو. انهيءَ نياپي سان ته اوهان سادات جي دشمني کان پاسو ڪريو جيڪي اچي اسان جي پناري پيا آهن. اسان هنن تي رحم کائي ڪين پاڻ وٽ پناهه ڏني آهي. توهان کي کپي ته اسان تي احسان ڪري سادات جي دشمنيءَ تان ٽارو ڪيو. اوهان جي پٽ جي قسمت ۾ ائين خون ٿيڻ لکيل هو. هاڻ ڀلا آن جي وير وٺڻ مان ڇا ورندو؟ ائين ڪرڻ سان هو واپس ته اچي نٿو سگهي. وري به اوهان کي منٿ ڪجي ٿي ته ائين نه ڪريو. جيڪڏهن نه ته اوهان جي مرضي آهي!

شيخ سلامت جي نياپي کان پوءِ به راءِ ڪنوچ صلح جي لاءِ تيار نه ٿيو ۽ جنگ لاءِ ضد ڪيائين. شيخ سلامت پنهنجي پٽن شيخ مغل ۽ شيخ جيئي کي ڪن چڱن مڙسن سان گڏ ٻيهر راءِ ڪنوچ سرو ڏانهن آماڻيو ته من صلح جي لاءِ آٿو ٿئي پر هو جيئن اڳ ۾ اند جي گهوڙي تي سوار هو تيئن ڪٺو جواب ڏياري موڪليائين.

آخرڪار ٻنهي پاسين جنگ جي تياري ٿي وئي، جڏهن صفون سڌيون ٿيون، شيخ سلامت سامهون اچي راءِ ڪنوچ جي لشڪر ڏانهن نهاري پنهنجي آڱر (انگشت شهادت) ان جي لشڪر ڏانهن سڌي ڪري اشارو ڏنو: هنن کي الاهي ترار سان قتل ڪريو! ائين چوڻ سان هڪدم راءِ ڪنوچ جي لشڪر مان هزارن جا سر ڌڙ کان ڌار ٿي وڃي ڌوڙ ۾ پيا. پوءِ پاڻ هٿ جي اشاري سان منع ڪندي فرمايائون: بابا اسان کي خبر آهي ته هنن کي خداوند ڪريم پنهنجي اسرار سان اسان ڏانهن موڪليو آهي، ٻي حالت ۾ هنن کي هيڏانهن اچڻ جي همت ڪي نه ٿئي ها. جنهن جو مالڪ پاڻ مولا پاڪ آهي تنهن جو

ٿي سڀ ڪجهه ليکيو وڃي ٿو. اسان به ان جي رضا تي راضي رهڻ ٿا چاهيون. اسان جي مولا اسان کي اڳواٽ ئي چتائي ڇڏيو هو ته اسان کي انت شهادت وارو رتبو حاصل ٿيڻو آهي، سو اڄ اسان کي پنجن تنن جي راهه ۾ شهادت جو پيالو پيئڻو پوندو.

نيٺ جنگ شروع ٿي وئي، ٻنهي پاسن کان ڪي ڪي ماڻهو قتل ٿيندا پٽ تي پوندا ويا. اوچتو راءِ ڪنوچ شيخ سلامت جي سامهون آيو ۽ هڪدم مٿس وار ڪري ڏنائين. شيخ سلامت زخمي ٿي پيو. ڪنڌ وراءِ ڪنوچ کي ڏٺائين ته ڪلمو پڙهي سانت ٿي ويو. اُهين ئي هڪ مؤمن، مسلمان ٿي حجاب جا پردا هٽين تان هٽائي پنهنجي ولايت تي پهچي ويو. يعني حضرت شيخ مغل ٻين کي شهادت نصيب ٿي.

هن جنگ ۾ حضرت شيخ مغل ٻين ؒ سان گڏ شيخ مغل، شيخ جيئو، مخدوم عاري، ڏيپو، واهڻو، عمر، حيدر، عباس، محمد لطيف، مبارڪ، عبدالله، خيرو، خفيف، قاسم، طيب، حامد، سليمان، احمد، الهداد، رڪن الدين، پوٽگر، خيرالدين ۽ محمود شهيد ٿيا. ساداتن مان سيد ڪبير محمد، مرتضيٰ علي، حسن علي، قمرالدين، غلام حسين شاهه ۽ ٻيا چڱا مڙس چورانوي ڄڻن سميت شهادت کي رسيا. تنهن کان سواءِ شيخ سلامت جي دَر جا هڪ سؤ چوڏهن ماڻهو زخمي ٿيا. راءِ ڪنوچ جي ماڻهن مان به ستراسي ڄڻا مئا ۽ ڪيئي ڦٽجي پيا باقي جيڪي بچيا تن ڀاڄ ۾ منهن ڪٽي وڌو. راءِ ڪنوچ جيڪو پاڻ به سخت زخمي ٿي چڪو هو تنهن کي پنهنجن ماڻهن جنگ جي ميدان مان کڻي پاڻ سان ڪنيو جيڪي هلندا وڃي ڪاري سمنڊ تائين پهتا جتي دم نڪرڻ کان پوءِ راءِ ڪنوچ کي دفن ڪري ڇڏيائون..

هي واقعو آچر ڏينهن جي پهرين پهر ۾ تاريخ ارڙهين ذوالحج جي سال 601 (ڇهه سو هڪ) هجري ڌاري ٿي چڪو

شيخ سلامت ۽ سندس پوين شيخ مغل ۽ شيخ جيئي بہ ان ٿي جنگ ۾ شهادت جو جام چکيو باقي شيخ تاجيو ولد شيخ جيئو حضرت شيخ سلامت جو پوٽو ان کان پوء حيات رهيو جنهن مان ڪيتري اولاد پيدا ٿي.

شيخ سلامت جي چمار ستاسي ورهيہ چار مهينا هئي. شيخ مغل ستاويهن سالن ۽ ڏهن ڏينهن جي عمر جو هو. شيخ جيئي جي چمار چاليها ورھ ۽ مخدوم عاريءَ جي عمر (71) ايڪهتر سال هئي. وڌيڪ رب کي ڄاڻ آهي.

# پچاڙي

هي رسالو ”مقصود العارفين“ تاريخ پهرين شوال 1224 هه ڏاري جمعي جـي ڏينهن ٻـن پهرن ٽاڻي فقير ڏيسر، ولد ميان ڏني ذات قريشي فاروقي ويٺل ڳوٺ شيخ سلامت درياء رحمت شيخ مغل پيءُ عليه الرحمت، هٿان لکجي پورو ٿيو.

○

جيڪو به هي رسالو پڙهندو تنهن کان دعا طلبيان ٿو ڇاڪاڻ ته آئون (راقم) هڪ گنهگار بندو آهيان.

○

هـرڪا لکت هتي يـادگار رهندي
لکندڙ جي حياتي ٻي پروسي آهي.

○

شيخ مغل ڀين يا مگر ڀين: ص 13

اندازو آهي تہ اهو نالو مسلم ۽ غير مسلم جذبي جي اثر کان انهن ٻن صورتن ۾ اُچاريو وڃي ٿو. مُگر يا مُنگر، اهي ٻئي نالا سنڌ ۾ ملن ٿا: جهڙوڪ مگرمان مشهور ساز ۽ مُنگر هڪ ذات، وغيره.

ٻي پاسي ”مُغل“ مغلن جي اچڻ کان پوءِ واري دور سان تعلق رکي ٿو جيڪو مگر جي صورت بدلائي مغل بڻايو ويو آهي. لفظ ڀين، سنڌ ۾ آڳاٽي زماني کان هلندو اچي ٿو اهڙي قسم جا ڪيئي نالا هيٺين ۽ ريت هٿ ڪيا ويا آهن:

ڦهرڙين ڳالهہ: سومرن جو بادشاهہ همير ٿهيمن مان پرڻيو، جيڪي پاڻ ۾ ست ڀائر هئا، انهن مان وڏو ڏيپو (نيباهو) هو سندن ڀيڻ هميران هئي جيڪا همير سومرو پرڻيو. همير جي گهر هميران مان پٽ ڄائو تہ سندس نالو ڀين رکيو ويو. هو وڏي ڀاڳ وارو هو جيئن ڄميو تہ مينهن جام وسيا ۽ ملڪ ۾ سڪار ٿي ويا، ڀڄاڙي اهو ڀين سڪاريو سڏجڻ لڳو.

ڀين ۽ ڀيئان، ڀنيئان. سومرن جو هڪ پڙو آهي. ڀئياڻي سومرا، جهرڪن کان اتر طرف ٺٽي ضلعي ۾ رهن ٿا. ڀارسل ڀين ۽ ڀيئي ڀين ۽.

مرڪندو جنهن جو پٽ ڀونگر جنهن جو پٽ همير جنهن جو پٽ ڀين ۽ جنهن جو پٽ ڀونگر هو.

ڀين ۽، چنيسر ديبل واري جو پٽ جيڪو گادي ۽ ڏٺي ٿيو. (1)

شيخ مغل ڀين ۽ جي ولادت 527 هہ-وفات 601 هہ ۾ ٿي

(1) سومرن جو دور، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ. ص -322 کان 375 سنڌي ادبي بورڊ.

هئي. مقصود العارفين جي لکت موجب پاڻ راءِ ڪنوچ سرويہ سان لڙندي شهيد ٿيو هو. سندس ڄمار ستاسي ورهيہ چار مهينا ڇاڏايل آهي. انهيءَ لکت موجب شيخ مغل پيرءَ جي وفات جي تاريخ 610 هہ مطابق 1215ع ٿئي ٿي.

## مخدوم عاري ص 13

مخدوم عاري ڀهريون. پنهنجي مرشد شيخ مغل پيرءَ جو هم عصر ۽ حاضر باش هو. سائس گڏ هالار جي حاڪم راءِ ڪنوچ سرويہ سان لڙندي شهيد ٿيو.

شيخ مغل پيرءَ جو رسالو ترتيب ڏيندڙ بہ اهو ئي مخدوم عاري هو جنهن سندس سير سلوڪ کان واپس اچڻ تي ان جي ئي زباني سچو مواد پڙي، قلمبند ڪيو.

لفظ عاري اصل ۾ آري هئڻ کپي جيڪو ايامن کان سنڌ ۾ رائج آهي، فارسيءَ ۾ عاري جي معنيٰ هئي لکڻ بي ادبي ٿيندي. آر- سنڌيءَ جو نج لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ، هيٺ ۽ ڇاهہ ليکجي ٿي. آري بہ انهي آر مان نڪتل آهي. انهيءَ نالي سان شاهہ آريءَ پير آر جي نالي سان پڇجهي ٿو. آري پير لس ٻيلي ۾ ۽ آري سراءِ بوبڪن جي پرسان آهي. خود شاهہ سائين پنهونءَ کي آري ڄام جي نالي سان دهرائي ٿو:

آر ڀاڻي آنئور، ڏئم جت اکين سان.(1)

پاڻئجي ٿو تہ اهو نالو عربي اثر جي ڪري اختيار ڪيل آهي. ليڪن معنيٰ جي لحاظ کان غير معياري آهي، وڌيڪ لاءِ عربي فارسي لغتن جا ڪتاب ڏٺا وڃن.

مخدوم عاري 601 هہ ڌاري راءِ ڪنوچ سرويہ جي لشڪر

---

(1) لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ص 336 سنڌ الاجي، ڄام شورو.

سان مقابلو ڪندي شيخ مغل پڻ سان گڏ شهيد ٿيو. هن جي عمر ايڪهتر سال لکي وئي آهي.

مخدوم عاري 1224 هه ٻيو شخص هو جنهن جو نالو رسالي جي ٽائيٽل تي لکيو ويو آهي. انهيءَ يا ته ڪنهن پراڻي مسودي تان نقل ڪيو هوندو يا وري ماڳهين سڄي محنت پاڻ ڪئي هوندائين.

## سرور سلطان ص 31

سخي سرور سلطان عرف لکـ داتا، خواجه مودود چشتي 527 هه ۽ بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني 665 هه جو مريد هو. پاڻ غزنوي خاندان جي آخري حڪمران خسرو ملڪ جي قتل کان ٿي سال پوءِ 577 هه ڌاري شهيد ٿيو. (1)

سلطان سخي سرور وفات 1181ع هن جو اصل نالو سيد احمد لقب سخي سرور يا لکـ داتا هو. هي ملتان جي پسگردائي ۾ ڪرسي ڪوٽ نالي هڪ ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. لاهور مان مولوي محمد اسحاق لاهوري وٽان ظاهري علمن جي تحصيل ڪيائين. تصوف ۾ غوث اعظم دستگير ۽ شيخ شهاب الدين سهروردي کان فيض ياب ٿيو. اڳتي هلي مختلف هنڌن تان ٿيندو آخر ديري غازي خان جي هڪ ڳوٺ شاهه ڪوٽ ۾ اچي ويٺو ٿوري عرصي ۾ هن جي هتي ڏاڍي هاڪ ٿي ۽ ملتان جي حاڪم کيس پنهنجي ڌيءَ جو سڱ ڏنو. جا ڳالهه حاسدن کان برداشت نه ٿي ۽ هنن کيس وجهه وٺي اهل عيال سميت قتل ڪري ڇڏيو. سندس مزار شاهه ڪوٽ لڳـ آهي. (2)

ڪي چون ٿا ته هي چور هو. هڪ رات پنهنجي مرشد جي خانقاهه ۾ وڃي ڪاٽ هنيائين نيٺ گهٽي مٿا ڪٽ ڪان پوءِ ڪامياب ٿيو ايتري ۾ سڄ به اڀري آيو. هوڏانهن سندس

---

(1) تحقيقات، چشتي، ص 199

(2) آب ڪوثر، شيخ محمد اڪرام، ص 82-83.

مرشد کي کنهن پڌايو، رات فلاڻو قطب گذاري ويو آهي. سو هن انهيءَ جي جاءِ تي هن کي ڪٿي مقرر ڪيو، جيئن چوندا آهن ته خدا چور جو پورهيو به نٿو وڃائي. ائين سلطان سرور اڌ جي ويو ۽ وڏو ناالو ڪڏهن وفات ڪيائين(1).

## لاهري بندر. ص 31

آڳاٽو بندر آهي. البيروني 1048ع جي لکڻي مطابق هي مهراڻ جي الهندي واري چوڙتي ديبل بندر کان ٻارهن فرسخ (36 ميل) پرتي واقع هو. عام قياس موجب لاهري بندر هاڻوڪي ميرپور ساڪري جي ويجهڙائيءَ ۾ ڪٿي هو. (2)

ابن بطوطه 778هه پاويهن ورهين جي ڄمار ۾ مسلم ملڪن جي سير تي نڪتو، 734هه ڌاري بکر ۾ آيو، جتان سيوهڻ ۽ لاهري بندر تائين وڃي اتان ڦري ملتان جو پاسو ڏئي دهليءَ پهتو. (3)

مرزا شاهه حسن ارغون جي زماني ۾ لاهري بندر هڪ آباد بندر هو، تنهن کان پوءِ اڪبر جڏهن مرزا جاني بيگ ترخان کي شڪست ڏياري سنڌ غصب ڪئي ته سيوهڻ ۽ لاهري بندر ذاتي ملڪيت ڪري پاڻ وٽ رکيائين. (4)

اهڙيءَ طرح جهانگير، شاهجهان ۽ اورنگزيب هڪ ٻئي پٺيان لاهري بندر پنهنجي ڊاڪ هيٺ رکندا آيا. (5)

آڳاٽي زماني ۾ لاهري بندر سنڌ جي عجيب شهرن مان هڪ هو ۽ وقت جي هاڪارن جو ماڳ رهندو ٿي آيو، هاڻ،

---

(1) دربار ملي. شيخ محمد اڪرام، ڊاڪٽر وحيد قريشي، ص 358.
(2) تعليقات. تاريخ معصومي ص 208-209
(3) جنت سنڌ. مولائي شيدائي، ص 377-378
(4) تاريخ مظهر شاهجهاني، سنڌي ترجمو. نياز همايوني ،ص 182
(5) تحفته الڪرام. سنڌي ترجمو، ص 549

ڪن ورهين کان 1181هه کان اڳ هي شهر توڙي بندر بڻي گم آهن. (1)

**بدر ۽ خيبر** ص 32

بدر، مڪي، مديني جي وچ تي حجاز جو مشهور ماڳ آهي. جتي مڪي، شام ۽ مديني جا رستا اچي ملن ٿا. هي مديني کان اسي ميل پري آهي. (2)

خيبر، مديني کان سوا سؤ ميلن جي مفاصلي تي اتراهين پاسي، پهاڙي علائقو آهي. جنهن تائين پهچڻ لاءِ لڪن مان لنگهڻو پوي ٿو. (3)

**سراقه** ص 35

هتي يهودين جي بت جو نالو ڇاڻايو ويو آهي. ليڪن ساڳي نالي سان (سراقه بن عمرو) حضرت عمر فاروق جي خلافت ۾ اسلامي فوج جو سپهه سالار هو. جيڪو ايران ۾ جنگين دوران فوت ٿي ويو. (4)

**قصر شيرين** ص 42

شيرين هڪ عيسائي عورت هئي، جنهن خسرو پرويز ولادت 560 وفات 628ع سان شادي ڪئي. شيرين لاءِ هن ايراني ڪردستان ۾ الوند درياهه جي ڪناري قصر شيرين نالي محل تيار ڪرايو. محل جي عمارت 278هه مطابق 891ع عربن جي حملي ۾ تباهه ٿي وئي. نظامي گنجوي مثنوي خسرو شيرين 576هه 1180ع ۾ تصنيف ڪئي. (5)

---

(1) تعليقات. تاريخ معصومي، ص 310.

(2) سيرت النبي. شبلي، ص 315.

(4) اردو دائره معارف اسلاميه. پنجاب يونيورسٽي لاهور، ص 69

(3) عمر فاروق اعظم. محمد حسين هيڪل، ص 305.

(5) اردو دائره معارف اسلاميه. پنجاب يونيورسٽي لاهور. جلد 2/16، ص 189 - 215.

**ابو اسحاق گاذروني** ص 46

هن جو اصل نالو شهريار ڪنيت، ابو اسحاق آهي، پاڻ ڪوريءَ جو پٽ هو. ٻالجتيءَ ۾ سُنّت ويئي ڪتّيائين ته شيخ عبدالله خفيف ڏسي ورتس. هن سندس پيشانيءَ ۾ الاجي ڇا ڏٺو. ابو اسحاق کي چيائين: هلي آءُ ته توکي پنهنجو مريد ڪريان. ابو اسحاق اهو ٻڌي حيران ٿيو ۽ ڪيس چيائين ته پيري مريدي منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي، نيٺ ان جو مريد ٿيو ۽ ٿوري وقت کان پوءِ شيخ ڪامل ٿي ويو (1). هن جي وفات 427هه ڌاري ٿي هئي (2).

**مدائن** ص 49

هن جو پراڻو نالو طيسفون هو، هي شهر قديم زماني کان تهذيب تمدن جو مرڪز رهندو ٿي آيو، خاص ڪري خسرو اول جي دور ۾ هن کي وڏي اهميت ملي، هي بغداد کان ٿوري پنڌ تي دجلي جي ڪناري تي آباد هو. هتان جي عمارتن مان ايوان ڪسري اڃا تائين مشهور آهي (3).

**نوشيروان ۽ حضرت عمر فاروق** ص 50

نوشيروان (خسرو اول) ولادت 521ع وفات 579ع حضرت عمر فاروق رضه ولادت 582ع شهادت 645ع انهي حساب موجب نوشيروان فوت ٿيو ته حضرت عمر جي ولادت ٽن سالن کان پوءِ ٿي، ان حالت ۾ اهو قصو لايقيني آهي. حضرت عمر جي دور ۾ ايران تي يزدگرد جي حڪومت هئي. جنهن کي مسلمانن شڪست ڏني (4).

---

(1) سير الاولياء. تصنيف، اميرخورد، اردو بورڊ، لاهور، ص 630.
(2) حاشيه ميراث ايران. جي آربري، مترجم: سيد عابد علي، ص 126.
(3) سير الاولياء. مرڪزي اردو بورڊ، لاهور. ص 630.
(4) مترجم: مختلف ڪتابن جي مطالعي موجب.

## نورستان ص 50

نورستان، بدخشان افغانستان ۾ آهي. هن جو اوائلي نالو درواز هو. هي فخرالدين مسعود باميانى 540هه-1146ع فتح ڪيو هو (1).

## ابو المعالى ص 50

ابو المعالي عبدالله بن بڪر ميان جي لقب عين القضات همداني ولادت 492هه (2) هن عين القضات کي پنجويهن ورهين جي ڄمار ۾ اختلاف عقيدي جي بنياد تي جيئري باهه ۾ ساڙيو ويو. چون ٿا ته عشق الاهي ۾ جڏهن مٿس خاص تجلي واقع ٿي ته عين انهي عالم ۾، اها تمنا ڪيائين ته مون کي باهه ۾ ساڙيو وڃي جيئن محبوب پاڻ مشاهدو ڪري. هن جي انهي خيال کي بد عقيدگي ڪري ليکيو ويو، خواجه احمد غزالي چيس ته پنهنجي عقيدي جي وضاحت ۾ ڪجهه لکي ڏي ته تنهنجي جان بچائڻ جو ڪو حيلو ڪجي! عين القضات وراڻيو: مون ته انهيءَ ڏينهن لاءِ سدائين دعائون پئي گهريون. نيٺ کيس جيئري باهه ۾ جلايو ويو.

جڏهن سندس جسم کي باهه وڪوڙي وئي ته هاءِ هاءِ ڪوڪ لڳو، ماڻهن پڇيس: هاڻ ڇو پيو ڇيچلائين؟ آئون سڙڻ تي نٿو ڇيچلايان پر ڏک اهو اٿم ته جلدي سڙي رهيو آهيان تنهن تي پيو هاءِ هاءِ ڪريان (3).

## همدان ص 50

هي الوند جبل جي دامن ۾ آباد آهي، هتان ڪيئي رستا

---

(1) طبقات ناصري جلد اول، ص 686.

(2) اقباليات. شماره، پاڪستان (فارسي) اقبال اڪيڊمي لاهور، ص 101.

(3) سيرالاولياء. امير خورد، ص 727.

قزوين، طهران، تبريز ۽ ٻين شهرن ڏانهن وڃن ٿا. انهي جغرافيائي اهميت جي ڪري هيءُ شهر هميشه رونقدار رهندو اچي ٿو. عام طرح چوڻ ۾ اچي ٿو ته هي شهر جمشيد اڏايو هو، پر حقيقت ۾ اهو ڪوروش جو اڏايل آهي جنهن 550 ق-م ان جو بنياد رکيو. هتي بوعلي سينا ۽ بابا طاهر عرياني جا مقبرا آهن (1).

ص 51

### قبرن تان فيض جي ڏي وٺ.

افلاطون (مشهور فلسفي) بابت به ائين مشهور آهي ته هن جا شاگرد سندس موت کان پوءِ ڪنهن مسئلي ۾ منجهندا هئا ته افلاطون جي قبر ڏانهن رجوع پئي ٿيا. ائين انهن جو مسئلو حل ٿي ويندو هو (2).

ص 52

### شاهه شجاع ڪرماني.

هي بزرگ ٻي طبقي وارن صوفين مان ليکيو وڃي ٿو. ابوتراب نخشبي ابوعبدالله ذراع بصري ۽ ابوعبيد بصري جي صحبت ۾ رهيو. ابوعثمان خيري جو استاد هو. ڪي چون ٿا 270 هه 783ع ته ڪن جي چوڻ مطابق 300هه، 812ع ۾ فوت ٿيو(3).

ص 53

### مهر سليماني.

حضرت سليمان نبي جي مُهر، جنهن تي اسم اعظم اُڪريل هو. ان جي اثر کان جن ڀوت، پريون ۽ ٻي مخلوق سندس تابع هئي. — مترجم

ص 53

### ابراهيم ادهم.

ابراهيم بن ادهم بن سليمان بن منصور بلخي، ڪنيت

(1) حاشيه ميراث ايران، ص 292.
(2) ڪيهان فرهنگي فارسي، نمبر 9، ص 6.
(3) سير الاولياء، امير خورد، اردو ترجمو، اعجاز الحق قدوسي، مرڪزي اردو بورڊ لاهور، 1980ع، ص 112.

ابو اسحاق 261ھ، 777ع ڌاري شام ۾ فوت ٿيو. هتي ابراهيم ادهم جي قصي کي هوبهو گوتم ٻڌ جي سوانح واري رنگ ۾ پيش ڪيو ويو آهي. جيئن هن بادشاهي ڇڏي فقيري اختيار ڪئي تيئن گوتم ٻڌ به شاهي تخت ڇڏي ويراڳ ورتو. ابراهيم ادهم جي اصل بزرگي اها هئي ته پاڻ پوکن ۾ پورهيو ڪري پنهنجي ڪئي ڪمائي ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو (1).
— مترجم

پير پٺو ص 65

پير پٺي بابت پهرين ڳالهه ته:

هي آيلن جي ڪڙم (قبيلي) مان نج سنڌي هو. اهو غلط آهي ته هي ديول (ديبل) يا ڪنهن ٻي هنڌان هتي آيو. سنڌس نالو راڇپار پٽ ڳاهو پٽ لاکو پٽ سکيرو ٻڌايو وڃي ٿو. جيڪو هن آدي بنيادي سنڌي هئڻ جو ثبوت آهي، پاڻ 665ھ 1248ع فوت ٿيو هو.

انهيءَ پڪ ثيڻ کان پوءِ به، ته پير پٺو برابر سنڌ جو رهاڪو ۽ آدي بنيادي سنڌي هو (جيئن مٿي پيرائتي نموني پيڙهين سان پڌرو ڪيو ويو). تاريخي لحاظ کان ابراهيم ادهم سان سندس پيٽ ڪئي ويندي ته اها پوري ڪانه بيهندي. براهيم ادهم 261ھ ۾ فوت ٿيو ۽ پير پٺي 666ھ يا ٿورو اڳ پوءِ وفات ڪئي. هاڻ اها ڳالهه صدين جي تفاوت جي صورت ۾ ڪيئن صحيح قبول ڪري سگهجي ٿي ته اهي ٻئي پاڻ ۾ پيءُ پٽ هئا؟

اها حقيت وري هيڪاري وڏيڪ حيرت ۾ وجهندڙ آهي ته پير پٺو 666ھ يا ٻي اندازي موجب 680ھ ڌاري فوت ٿيو

---

(1) سير الاولياء، امير خورد، اردو ترجمو، اعجاز الحق قدوسي، مرڪزي اردو بورڊ، لاهور، 1980ع، ص 112

۽ شيخ مغل پين ان کان گهڻو عرصو اڳ 601هه-1204ع ۾ وفات ڪري چڪو هو.

ايڏي حد تائين اها ڏني واٽئي تاريخي غلطي پڌائي ٿي ته رسالي جي اصل مرتب پنهنجي اندازي تي اهو ڪارنامو ڪري ڏيکاريو آهي. ساڳي وقت سندس ٻيو ڪارنامو، اجهو هي آهي جو لکي ٿو ته پير پٺو ماڻهن کان پاسيرو ٿي وڃي غار ۾ لڪي ويٺو جتان کيس شاهه جميل گرناري وفات 642هه اچي ٻاهر ڪڍيو.

هن باري ۾ حديقة الاولياء جو بيان آهي ته: پير پٺو قلندر شهباز جو خاص معتقد ۽ سندس همعصرن مان هو، پير پٺي جڏهن وحدت وارو جام نوش ڪيو ته دنيا کي ترڪ ڪري هڪڙي غار اندر وڃي لڪي ويهي رهيو. ڪنهن ڏينهن قلندر شهباز ۽ شيخ بهاءالدين ملتاني، سير ڪندي اچي اتان لنگهيا ته هن (پير پٺي) کي ڏسي ورتائون ۽ کيس ٻاهر آڻي دنيا کي فيض رسائڻ جي تلقين ڪيائون.

هن جي وفات قلندر شهباز جي وصال کان ست سال اڳ 666هه ڌاري ٿي هئي (1).

## شيخ فريد الدين عطار ص 67

هاڻ وري هي تاريخي تفاوت وڏيڪ ڏيان ڏيڻ جوڳو آهي. شيخ فريد الدين جي ذڪر ۾ لکيل آهي ته اسان وري رندن واري ولايت ۾ رهياسين جتي شيخ فريدالدين عطار جو روضو آهي.

شيخ فريد الدين عطار جي ولادت 513هه، 1140ع ۾ ۽ وفات 627هه 1230ع ڌاري ٿي هئي. هي نيشاپور ۾ پيدا ٿيو ۽ سندس مزار به اتيئي آهي.

---

(1) ڏسو حديقة الاولياء فارسي:
حاشيه (1) ص 48. حاشيه (2) ص 48.

شيخ فريدالدين ته 627هه ۾ هي جهان ڇڏي چڪو هو ۽ شيخ مغل پڻ جنهن پاڻ 601 هه ۾ وفات ڪئي سو ڪهڙي حساب سان ان جو روضو پيئي آيو؟

انهن ايڏين تاريخي غلطين جي ڪابه چند چاڻ ڪانه ڏيل آهي. جنهن تي جيترو ارمان ڪجي ٿورو ٿيندو. اهو سچو نتيجو انهيءَ حد کان وڌيل عقيدي جو آهي جنهن موجب ڪنهن بزرگ جي قلمي امانت جي ڪا سنڀال نٿي ڪئي وڃي. ان ۾ پوين کي به درگذر ڪري نٿو سگهجي جن جي تاريخ جي علم کان عدم واقفيت انهن ڪوتاهين جو ڪارڻ بنجي ٿي. رهيو سوال ڪاتبن جي ڪتابت جو: انهن تي ڪنهن هڪ لفظ يا نقطي جي غلطي کان وڌيڪ ڪو ڏوهه ڏئي نٿو سگهجي. هي ته سئون سڌو ڏکين عبارتن جي غلط بياني جو مسئلو آهي ان کي درگذر ڪينءَ ڪيو ويندو. — مترجم

## ٻلي جو ڪشف

ص 67-68

شيخ فريد الدين جي بيان ۾ وري هڪ ٻلي جي ڪشف جو احوال آيل آهي جيڪو ولين وانگي پڇ مٿي ڪري ميڪاڻن سان خانقاهه تي ايندڙ مسافرن جو تعداد اڳواٽ ٻڌائيندو هو.

ٻلي جي ڪشف وارو اهو قصو مولانا جامي هڪ ٻي بزرگ آخي فرج زنجانيءَ جي نالي دهرائيندي لکيو آهي ته: آخي فرج زنجاني جيڪو شيخ ابو العاس نهاوندي جو مريد هو تنهن جو ٻلو وڏي ڪشف وارو بيان ڪيل آهي. شيخ زنجاني جي درگاهه تي جڏهن به ڪو مهمان ٿي آيو ته اهو ٻلو آن جي مٿان بيهي ميڪاٽ ڪندو هو جنهن کي ٻڌي درگاهه جا خادم اوترو آنُ پاڻي ديڳ ۾ وجهندا هئا ته جيئن سڀني جي پورائي ٿي سگهي.

هڪ ڏينهن درگاهه جي ديڳ ۾ هڪڙي ماڻهوءَ جو کاڌو بچي پيو، جنهن تي خادمن کي حيرت لڳي ته اڄ ٻلو ڪينءَ ڀلجي ويو؟ اوڏيءَ مهل ٻلو آئيو ۽ درگاهه تي آيل هڪ هڪ

مهمان کي سنگهندو اگهتي وڌندو ويو ڌان جو هڪ مهمان ڌائين پهچي ان جي مٿان پيشاب ڪرڻ لڳو. جڏهن جاچ ڪيائون خبر پين ته اهو ماڻهو دين کان ڦريل هو.

انهيءَ ٻلي بابت ٻيو نقل:

مولانا جامي ساڳي بزرگ اخي فرج زنجاني جي ذڪر ۾ لکي ٿو ته: هڪ دفعي ابو فرج زنجاني جو بورچي مهمانن لاءِ کير ۽ چانور ديڳ ۾ وجهي کيرڻي رڌي رهيو هو ته اوچتو هڪ نانگ اچي نڪتو جيڪو چلهي جي دونهين کان ڌيڪجي ٽپ ڏئي وڃي کيرڻيءَ واري ديڳ ۾ پيو. ابو فرج زنجانيءَ جي ٻلي نانگ کي جو ديڳ اندر ٽپندي ڏٺو سو ديڳ جي چوڌاري ڦرندو ميڪاٽ ڪندو رهيو پر بورچي جو ڌيان انهيءَ پاسي نه ويو. آخرڪار ٻلي خار مان ٺهڪندڙ ديڳ ۾ ٽپو ڏنو ۽ نانگ سان گڏ پساهه پورا ڪيائين. بورچيءَ ديڳ ۾ ڪفگير گهمائيندي ٻلي کي ڏسي ورتو ۽ وڃي ابو فرج زنجانيءَ کي ٻڌايائين، تنهن حڪم ڪيو: ديڳ اونڌي ڪري کيرڻي هاري ڇڏيو. کيرڻي هاريندي نانگ ظاهر ٿي پيو ۽ سڀني کي خبر پئي ته ٻلو نانگ جي ڪري ديڳ ۾ ٽپي پيو هو.

ابو فرج زنجاني فرمايو ته اهو ٻلو درويشن جي جان بچائڻ لاءِ شهيد ٿيو آهي، ان کي پوري مٿس مزار تيار ڪئي وڃي جيئن هرڪو اچي اُن جي زيارت ڪري. پڇاڙيءَ مولانا جامي لکي ٿو ته انهي ٻلي جي قبر اڃا سوڌي موجود آهي ۽ ماڻهون ان جي زيارت لاءِ ايندا رهن ٿا. اولياءِ ڪرام بابت اهڙا عجيب غريب قصا تحفة الڪرام ۾ پڻ آيل آهن. فاعتبرو ياأولي الابصار. (1)

---

(1) نفحات الانس. فارسي. مولانا عبدالرحمٰن جامي، به تصحيح و مقدمو مهدي توحيد پوري. از انتشارات ڪتاب فروشي محمودي، ص 148.

## سڪندر ۽ ذوالقرنين ص 68

سڪندر ۽ ذوالقرنين ٻہ جدا شخصيتون آهن جن جي باري ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد ترجمان القرآن ۾ وضاحت ڪندي ڄاڻايو آهي تہ قرآن ۾ جنهن ذوالقرنين جو ذڪر اچي ٿو، اهو الڳ هستي آهي ان جو سڪندر سان ڪوبہ واسطو ڪونهي. ذوالقرنين آڳاٽي ايران جو پيغمبر هو جنهن کي ڪوروش ۽ سائرس سڏيو وڃي ٿو. انهيءَ ذوالقرنين قفقاز ۾ منگول ۽ تاتاري قوم جي ڦرلٽ کان بچڻ لاءِ هڪ ڀڳهي پٿر اڏرائي هئي جنهن کي پڻ غلطي وچان سيد سڪندري (سڪندر جي بند) ڪوٺيو وڃي ٿو (1). ـــ مترجم

## حُرمتِ دعي ص 69

هن جي واڪاڻ ۾ چيو ويو آهي تہ هي وڏي ڪشف ڪرامت جو مالڪ ۽ حضرت امير حمزي جو گهاٽو يار هو، پر شراب سان ڏاڍي رغبت هيس ايتري قدر جو مرڻ کان پوءِ لاءِ بہ وصيت ڪري ويو تہ جيڪو شراب جي گگهي يا دُنگ کڻي اچي منهنجي قبر تي اوتيندو تنهن جي هر مراد پوري ٿيندي وغيره.

خبر ناهي تصوف ۾ شريعت کي طريقت تي ترجيح ڏيڻ واري هڪ پلاري صوفي شيخ مغل پيڻءَ اهو انڪشاف ڪهڙي اهميت سان ڪيو آهي. اها تہ سنئين سڌي شراب نوشي جي تائيد ٿيندي، جيڪا ڪنهن بہ شرع جي تابعدار لاءِ مباح ٿي نہ ٿي سگهي.

هن بابت اسان فارسي جي هيٺين مصرعي تي اڪتفا ڪندي اها ڳالهہ اهل علم جي وڌيڪ وضاحت لاءِ اتيئي ڇڏيون.

(1) وڌيڪ لاءِ ڏسو ترجمان القرآن، مولانا ابوالڪلام آزاد.

بسوخت عقل ز حيرت ڪ اين چه بوالعجبي است.
(عقل انهي رونشي تي اچرج ۾ آهي).

## احمد بن محمد بياباني ص 70

هي درويش سمنان جي حاڪمن مان هو، پندرهن ورهين جي ڄمار ۾ وقت جي باد شاهه وٽ ملازمت شروع ڪيائين. هڪڙي ڀيري جنگ هلندي جذبو اچي ويس جنهنڪري سڀ ڪجهه ڇڏي 687 هه ۾ بغداد وڃي شيخ نورالدين عبدالرحمان وٽ پهتو جتان وري حجاز هليو ويو ۽ اذن ارشاد وٺي واپس ٿيو. سندس وفات ستهتر ورهين ۾ ٿي.

هن بزرگ، دين ۽ دنيا کي جنهن نظر سان ڏٺو، ورلي ڪنهن ولي ڏٺو هوندو، هڪ ڀيري فرمايائين ته خدا زمين ۽ زمين آباد ڪندڙ انسانن کي انهيءَ لاءِ پيدا ڪيو آهي ته جيئن آباد رهي ۽ خلق کي اُن مان فائدو رسي، زمين آخر فائدي لاءِ آهي ۽ اها زمين جيڪا هر سال آباد ٿيندي خرارن جا خرار اناج هر سال پيدا ڪندي رهي ٿي تنهن کي ائين غير آباد ڇڏي ڏيڻ ۽ ان ڪاهلي کي دنيا جي ترڪ ۽ زهد جو نالو ڏيڻ شيطان جي تابعداري ۾ شامل آهي، ڇو ته ڪوبه شخص واندي ماڻهوءَ کان وڌيڪ بيڪار نه آهي. اهڙو ماڻهو دنيا ڌوڙي عاقبت ۾ سرخرو ٿيڻ لائق نه رهندو.

وري ٿو فرمائي ته آهي درويش جيڪي ڪنهن نه ڪنهن ڪم ۾ رڌل رهن ٿا تن کي ڪپي ته ڪهڙي به بيڪار ۽ نڪمي ماڻهوءَ کي وچ ۾ نه آڻين، ڇو ته هڪ بيڪار ماڻهو هڪ سؤ ڪارائتن ماڻهن جي ڪم ڪار ۾ رڪاوٽ وجهي سگهي ٿو(1).

هن پلاري جا اهي ٻئي ارشاد اڄڪلهه جي انهن پيرن فقيرن ۽ سندن خادمن خليفن لاءِ هڪ تنبيهه جي حيثيت رکن ٿا

---

(1) نفحات الانس، مولانا عبدالرحمان جامي، انتشارات ڪتاب فروشي، محمودي، طهران ايران. ص 439-448

جيڪي ماڻهن کي پنهنجي پاسي ڇڪي ڪين ڪم ڪار کان فرهم ڪري مفت جون مانيون کارائي دين توڙي دنيا کان پاسيرو ڪري ٿا ڇڏين. خاص ڪري سنڌ ۾ سنڌي ماڻهن کي درگاهي لڏي ۾ آڻي فقيريءَ جي نالي ڪنهن پورهئي پاڙي کان پالهو ڪري ڪين جهڙو بڻائي هزارن خاندانن کي تباهي ۾ آندو ويو ٿو. اها ڪيڏي نه لاغرضي ۽ لاپرواهي آهي. جو خدا جي زمين تي ڇڏيل خدا جي خلق کي بيروزگار بڻائڻ تي مجبور ڪيو ٿو وڃي.

ص 71 اصحاب ڪهف

هنن بابت بيان ڪيل روايتن مان هڪ اهم روايت هيءَ به آهي ته ان قصي جي شروعات شهنشاهه دقيوس 201 - 251 ق. م ۾ ٿي هئي.

مذڪوره شهنشاهه پنهنجي حڪمراني جي دور ۾ ڪوشش ڪئي ته رومين ۾ رائج ٿيل بت پرستي (جيڪا ختم ٿيڻ تي هئي) کي نئين سر عروج تي آڻي عيسائيت کي نابود ڪيو وڃي. انهي خيال سان هن عيسائين تي ڏاڍا ڪيس ۽ ڪلور ڪيا جنهن وگهي ڪيئي ماڻهون مارجي ويا.

انهي دور ۾ افيسس واري هنڌ تي ڪي عيسائي نوجوان هڪ غار ۾ گهڙي وڃي سمهي پيا. ڪيتري وقت کان پوءِ جڏهن عيسائيت جو اوج شروع ٿيو ته ٿيوڊوسس ثاني 408-450ع جي زماني ۾ اهي ننڊ مان سجاڳ ٿي غار ڇڏي ٻاهر آيا (1).

ص 71 بلعم باعور

بني اسرائيل جو وڏو عالم ۽ ولي جنهن جي بد دعا

(1) اردو دائره معارف اسلاميه، لاهور. ص 830.

(پيٽ) سان موسيٰ نبي چاليهن ورهين تائين جهنگ جهر ۾ ڀٽڪندو رهيو. پوءِ هي يوشع نبي جي ٻاراتي سان پنهنجي ولايت کان نِرهه (محروم) ٿي ويو (1).

## شيخ اسماعيل مغربي ص 73

هن بزرگ جو پورو نالو محمد بن اسماعيل لقب ابو عبدالله مغربي هو. سندس وفات 299 هه ڌاري ٿي هئي. هڪ سو ٻاويهن ورهين جي ڄمار ۾ دنيا ڇڏ يائين. هي ابو حسين علي رضوي هروي جو شاگرد ۽ ابراهيم خواص، ابراهيم بن شعبان ڪرماني شاهي جو استاد هو. هن جي استاد ابو حسين جي عمر ويهه سال هئي. جيڪو عبدالواحد زيد بصري جو شاگرد ۽ اهو حسن بصري جو شاگرد هو.

ابو عبدالله جي مزار طورسينا جبل تي پنهنجي استاد ابو حسين جي پرسان آهي. چون ٿا ته هن ڪڏهن اونده نه ڏٺي، سدائين روشني ۾ رهندو هو. پاڻ چوندو هو ته خدا مون کان دنيا جون خواهشون کسي وڌي ته مان ان مان بهشت ملڻ کان وڌيڪ خوش ٿيندس (2).

جئن هن رسالي مقصود العارفين ۾ لکيل آهي ته شيخ اسماعيل مغربي جي درگاهه تي ان علائقي جون خوبصورت زالون ۽ ڇوڪريون خاص انهيءَ ڪم لاءِ مقرر ٿيل آهن ته هتي جيڪو به مسافر اچي ان جي بدن کي رات جو وچي اهي مالش به ڪنديون آهن ته ڪيس زور به ڏينديون آهن وغيره. ليڪن مسلم صوفين وٽ اهڙي ڪلم ڪلا عياشي ڪٿي به ڪانهي، هر هنڌ خلق زالين مردين برابر ايندي ويندي رهي ٿي، پر

---

(1) فيروز اللغات، فارسي، مولوي فيروزالدين. ص 156.
(2) نفحات الانس، مولانا جامي، ٻيو تصحيح و مقدمه، مهدي توحيد پوري، ص 90.

هينءَ رات جو وچي ڪنهن کي زور ڏيڻ يا سندس بدن جي مالش ڪرڻ جو رواج ڪٿي به نٿو ڏسجي. اما روايت ان قصي کي دلچسپ بڻائڻ لاءِ گهڙيل ٿي ڏسجي.

## حجر ولايت ص 73

هي حجاز، شام ۽ وادي قراءِ جي وچ ۾ ــ تي آهي هتي ڪنهن زماني ۾ ثمود جي اولاد رهندي هئي. (1)

## شيخ سهل صوفي ڪبير ص 75

حضرت شيخ ذوالنون مصري جو شاگرد ۽ مصاحب سهل بن عبدالله تستري وڏن عالمن ۽ صوفين مان ناميارو ٿي گذريو آهي. سندس رحلت 283هه ۾ ٿي هئي. هي وڏو عابد ۽ زاهد هو، سندس ڪيئي قول وڏي اهميت رکن ٿا: ڪانئس پڇائون، بدبختي جي نشاني ڪهڙي آهي، جواب ڏنائين ته بدبختيءَ جي نشاني اهائي سمجهڻ کپي ته دوست توکي نوازي پر توکي پاڻ وٽ نه گهرائي ۽ نيڪ بختيءَ جي نشاني هيءَ ته دوست توکي پاڻ وٽ گهرائي پوءِ ڀلي ڪٿي توکي نوازيندو نه هجي. اهو درويش جيڪو ماڻهن سان محبت وارو سلوڪ روا نٿو رکي تنهن وٽان ڪو به فيض پرائي نه سگهندو. يعني اهو فقير ڏي بي فيض آهي.

روايت آهي ته هن درويش کي هڪ موذي مرض هو پر پاڻ ڪڏهن خدا کان ان جي ڇٽڻ جي دعا نه گهريائين، حالانڪ هن وٽ گهڻو ڪري مريض ماڻهو ايندا هئا ۽ هن جي دعا سان کين شفا ملندي هئي.

هن جي استاد شيخ ذوالنون مصري هڪ دفعي بيان ڪيو ته: مون ٽي سفر ڪيا ۽ ٽي علم پاڻ سان آندم هڪ علم اهڙو هو جو خاص ماڻهن پسند ڪيو ۽ عام کي به وڻيو.

---

(1) طبقات ناصري، جلد اول، مرڪزي ادبي بورڊ لاهور، ص 51

ٻيو علم اهو جو خاص کي ڀانءِ ٻيو عام کي ڏکيو لڳو ۽ ٽيون علم اهو جو خاص عام ٻنهي کي ڀيٽ تي نہ پيو. ان جي وضاحت ڪندي شيخ الاسلام اسماعيل عبدالله انصاري چوي ٿو: پهريون علم توبہ هو جو خاص عام کي پسند پيو. ٻيو علم توڪل ۽ محبت هو جنهن کي ڪنهن نہ قبوليو ٽيون علم حقيقت هو جيڪو خلق جي علم عقل کان مٿي هو. (1)

هن باري ۾ سامي ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

سو پريمي پورڻ، سو ساڌو جن سورمون
جو آٿي سيتا سرت کي، ماري من راوڻ.

## شيخ نجم الدين ص 75

هن ڀلاري جي ڪنيت ابو الجناب نالو احمد بن عمر ۽ لقب ڪبريٰ هو، هن کي ڪبريٰ ان ڪري ٿي ڪوٺيو ويو جو مناظري ۽ مباحثي وقت هر ڪنهن کي قائل ڪري ٿي ڇڏيائين ان ۾ سندس ثاني ئي ڪونہ ٿي ڏٺو. کيس ولي تراش (ولي پيدا ڪندڙ) بہ سڏيو ٿي ويو، ان لاءِ جو هن جي نظر فيض اثر جنهن بہ بشر مٿان ٿي پئي سو ولايت جي رتبي کي رسي ٿي ويو. هڪڙي ڀيري سندس محفل ۾ اصحاب ڪهف بابت بحث هلي رهيو تہ اتي ويٺل هڪ مصاحب دل ۾ خيال ڪيو، هن امت ۾ اڄ بہ ڪو اهڙو ڀڄل شخص آهي جنهن جي صحبت اصحاب ڪيف جي ڪتي وانگي ڪنهن ڪتي کي پنهنجي اثر ۾ آڻي؟ شيخ نجم الدين نوراني راز سان اها ڳالهہ صحيح ڪري ورتي ۽ پنهنجي جاءِ تان اُٿي ٻاهر آيو تہ ايتري ۾ هڪ ڪتو اچي اتان لنگهيو. شيخ نجم الدين جو مٿس نظر ڪئي تہ حيران ۽ بيخود ٿي شهر جا چڪر ڏيندو قبرستان ڏانهن ڊوڙيو. اتي وڃي پنهنجو مٿو زمين سان هڻڻ لڳو. ائين ڪندي

(1) نفحات الانس. مولانا جامي، ص 32-66.

هتان هتان جا ڪيئي ڪتا اچي ان جي چوڌاري گڏ ٿيا، جيڪي ادب سان ان جي آڏو بيهي رهيا. آخرڪار ڪتو انهيءَ حالت ۾ مري ويو. شيخ نجم الدين حڪم ڏنو: انهيءَ ڪتي کي پوري مٿس قبر جوڙي وڃي.

چون ٿا ته جڏهن شيخ نجم الدين جي شهادت جو وقت ويجهو آيو ته هي پاڻ خوارزم ۾ هو. سندس مصاحبن ڪيس زور مس ڪري خراسان ۾ آندو، جتي هن جا مخالف به پهچي ويا، مصاحبن شيخ نجم الدين کي چيو هنن کي پٽ پارانو ڪريو ته دفع ٿين. شيخ جواب ڏنو ته امر الاهي ائين آهي ته مان هنن سان مقابلو ڪندي مران ان ڪري ائين ئي ڪرڻو پوندم.

آخرڪار ڪافري جو جهنڊو هٿ ۾ ڪٺي مخالفن سان مهاڏو اٽڪايائين ۽ انهن جي لاڳيتن حملن ۾ شهيد ٿي ويو. مولانا رومي سندس حسب حال هي شعر چيو آهي:

اسان اهي رند آهيون جيڪي هڪ هٿ ۾
شراب جو پيالو ته ٻي هٿ ۾ ڪافري جو جهنڊو
ڦڙڪائيندا ميدان ۾ ايندا آهيون. (1)

هن جي شهادت 618 هه مطابق 1222ع واقع ٿي هئي.

عاشق مرندا ڪينڪي، رهندا ڪين مڪان ۾.

## هماءَ پکي ص 87

ايراني تذڪرن ۾ آيل مشهور پکي جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن جو پاڇو جنهن تي پوندو سو بادشاهي ماڻيندو. انهيءَ نسبت سان اهو نالو عورتن تي به رکيو ويندو آهي.

ايران جي مشهور بادشاهه بهمن (جنهن جي نالي پٺيان سنڌ ۾ برهمڻ آباد مشهور آهي) تنهن جي ڌيءَ جو نالو پڻ

(1) نفحات الانس، فارسي مولانا جامي، ص 419-424.

هماء هو (جنهن هماء جي پيءُ بهمن) پنهنجي انهيءَ ڌيءَ (هماء) سان شادي ڪئي هئي.

قديم ايران ۽ مصر وانگي ٻين ملڪن جا باد شاهه به پنهنجين سڳين ڌيئرن ۽ ڀينرن سان شاديون ڪندا هئا ته جيئن سندن تخت ۽ تاج جو سلسلو سندن ئي خاندان تائين قائم رهندو اچي (1).

## ابرق الغراف (وڻ) ص 97

متن ۾ انهيءَ وڻ جو نالو ابرق الغراف لکيل آهي، ص 223 اڳتي وري 224 صفحي تي انهي وڻ لاءِ وضاحت ڪندي لکيو ويو آهي ته اهو وڻ "درخت خُرما" يعني کجيءَ جو هو. اصل ۾ اهو ٻير جو وڻ هو(2). جنهن جي هيٺان ويهي رسول ڪريم ﷺ جن اصحابين کان عهد ورتو هو جنهن کي بعيت رضوان جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

اهو وڻ حضرت عمر فاروق جي دور خلافت تائين ماڻهن جي پوڄا جو مرڪز بڻجي پيو جنهن جي ٽارين ۽ لامن ۾ ڪيئي اڳڙيون، پٽ ۽ دولت، وغيره جي مراد لاءِ ٻڌل هيون، جيئن سنڌ ۾ پيرن فقيرن جي درگاهن ۽ قبرن تي ساڳيو رواج آهي. پوءِ حضرت عمر انهيءَ وڻ کي پاڙئون پٽائي ڇڏيو جنهن جو ڪوبه نالو نشان ڪونه رهيو.

هن رسالي ۾ اهو ڪينءَ لکيو ويو ته انهي ئي وڻ جو وجود سنڌس دور تائين قائم هو.؟ وَماعلينا الا البلاغ.

## شيخ بهاء الدين زڪريا ملتاني ص 108

برصغير هندستان پاڪستان جي بزرگن مان مشهور بزرگ

---

(1) حاشيه ميراث ايران، ص 626.

(2) صلح حديبيه. محمد احمد باشميل، اردو ترجمه، ص 189

شيخ بهاءالدين زڪريا ملتاني. سندس ڏاڏو ڪمال الدين علي شاهه قريشي مڪي مان خوارزم هجرت ڪري ويو جتان ٿيندو ملتان ۾ آيو. هن جي فرزند شيخ وجيهه الدين جي گهر ۾ شيخ بهاءالدين زڪريا 27 رمضان 566 هه ۾ پيدا ٿيو. ظاهري علمن جي تحصيل ڪان پوءِ سير سلوڪ ڏانهن مائل ٿيو، انهيءَ سانگي عرب عجم جي ڪيترن ئي ولين وٽان فيض ورتائين.

شيخ بهاءالدين پوءِ بغداد ۾ اچي شيخ عبدالقادر جيلاني ۽ شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جي مزارن جي زيارت ڪان مشرف ٿيو جتان ڪيس ابدي سعادت ۽ سرمدي دولت عطا ٿي. سندس زندگي خلق خدا جي خدمت ۽ رهبري ۾ بسر ٿي، وقت جي ولين، سيد جلال لدين سرخ بخاري ۽ ٻين ڪيترن سان سندس صحبتون رهيون. وقت جي بادشاهن کي ٻڻ ڀرپور فيض بخشيندو رهيو سندس وفات 7 صفر 561 هه ڌاري ٿي. (1)

## قطب الدين دهلوي ص 108

خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي جو تعلق ترڪستان جي هڪ وستي اوش ماوراء النهر سان هو جتي پاڻ پيدا ٿيو. سندس والد سيد ڪمال الدين خواجه معين الدين چشتي جي سنگت ۾ خراسان مان هندستان آيو. تڏهن سلطان شمس الدين ايلتمش دهليءَ جو بادشاهه هو جنهن هن کي شهر ڪان ٻاهر ڪيلوکريءَ ۾ رهايو پر پوءِ دهليءَ ۾ اچي قيام ڪيائين. هي بزرگ رات ڏينهن استغراق جي عالم ۾ رهندو هو جڏهن ٻه ڪو زيارت لاءِ ايندو هو ته ان سان ٿورو گهڻو ڳالهائي وري الاهي ذڪر ۾ مستغرق ٿي ويندو هو. 14 ربيع الاول 633هه 1235ع ۾ فوت ٿيو، وفات وقت سندس مٿو خواجه حميد الدين

---

(1) سير العارفين، حامد بن فضل الله جمالي، ترجمو: محمد ايوب قادري، ص 143.

ناگوريءَ جي گوڏي تي رکيل هو. (1) نقل آهي ته شيخ خواجه حميد الدين ناگوري دنيا کي ترڪ ڏئي وڃي بغداد پهتو ته حضرت شيخ الشيوخ شهاب لدين سهرورديءَ سان ملاقات ٿيس، هي سندس مريد ٿيو ۽ ڪانئس (شهاب الدين سهروردي) وٽان خلافت جي گودڙي ڏڪيائين، پوءِ هي هڪ سال تائين شيخ شهاب الدين جي خدمت ۾ رهيو جتي شيخ المشائخ قطب الدين به موجود هو. (2) شيخ مغل پينءَ جي رسالي ۾ شيخ عبدالقادر جيلاني جي ملاقات جو شرف حاصل ڪرڻ وقت جنهن قطب الدين دهلوي جو نالو ورتو ويو آهي سو اهوئي قطب الدين ٿي بختيار ڪاڪي رحمته الله عليه هو.

## مخدوم سهروردي ص 110

شيخ طريقت مطلع الانوار شيخ شهاب الدين ابو الحفص عمر بن محمد البڪري سهروردي، حضرت ابوبڪر جي اولاد مان سهروردي طريقي جو باني هو. شيخ عبدالقادر جيلاني جو مصاحب رهيو جنهن سندس شان ۾ اظهار فرمايو ته: تون عراق جي آخري مشائخن مان مشهور معروف ٿي رهند ين.

پاڻ شيخ المشائخ شيخ عبدالقادر جيلاني کان علاوه ٻين به ڪيترن ولين سان رهاڻيون ڪيائين ۽ ڪيترو وقت ابدالن سان گڏ گذاريائين. هن جون ڪيئي تصنيفون: عوارف ورشف النصائح، اعلام الهديٰ (التقي) في عقيده ارباب اڪتفي وغيره مشهور آهن. عوار جي تڪميل مڪي مبارڪ ۾ ڪئي هيائين، جڏهن ڪيس ڪو مونجهارو پئي ٿيو ته خدا ڏانهن

---

(1) تذڪره صوفياء بينگال. اعجاز الحق قدوسي، اردو بورڊ، لاهور. حاشيه ص 120.

(2) سير العارفين، حامد بن فضل الله جمالي، مرڪزي اردو بورڊ، لاهور. ص 113.

رجوع (ڪعبي جو طواف) تي ڪيائين ۽ دعا گهرڻ ڪانپوءِ سندس هر مشڪل مسئلو حل ٿي پئي ويو. (1) وفات 632 هه.
ياد رهي ته سنڌ ۾ به پهريان سهروردي سلسلو رائج هو، لواري وارن بزرگن مان شيخ عبداللطيف متوفي (1149 هه) ۽ مخدوم آدم ٺٽوي ان سلسلي جو بنياد رکيو پر اڳتي هلي شيخ عبداللطيف مخدوم فيض الله جي صحبت ۽ رغبت ۾ سهروردي سلسلي کي ڇڏي نقشبندي سلسلي ڏانهن رجوع ٿيو هو. (2)

چهه بزرگ ص 113

انهن بزرگن جو احوال:

شيخ شرف پاڻي پٽ وارو جيڪو بوعلي قلندر جي نالي هند سنڌ ۾ هاڪارو آهي. شيخ شرف الدين بن سالار فخر الدين 605 هه-1208ع ڌاري پاڻي پٽ ۾ پيدا ٿيو. علوم ظاهري جي فراغت، ڪان پوءِ ويهارو سال دهلي ۾ درس ڏيندو رهيو، وقت جا وڏا عالم سندس علم دانش جا معترف هئا. ليڪن جڏهن تصوف ۾ آيو ته سرمستيءَ وچان سڀئي ڪتاب درياهه ۾ لوڙهي وجي جهنگ جهر وسايائين. عام ماڻهن کان علاوه ان دور جا بادشاهه جلال الدين خلجي ۽ علاء الدين خلجي ساڻس گهڻي عقيدت رکندا هئا. سندس وفات 724 هه 1324ع ۾ ٿي دفن به پاڻي پٽ ۾ ٿيل آهي. هن جون تصنيفون مڪتوبات، حڪم نامه، مثنوي ڪنزالاسرار ۽ رساله عشقيه

---

(1) نفحات الانس. جامي، ص 472.

(2) ملوڪ الڪلام. ابيات سنڌي به ترجمه فارسي، سلطان الاولياء خواجه محمد زمان ترجمه سنڌي ۽ ترتيب نيازهمايوني ص 80-81- اشاعت 1977ع.

مشهور آهن. (1) پاڻ قادر الڪلام شاعر بہ هو. سندس ولادت 602 هہ ۾ ٿي هئي.

## منصور حلاج
ص 113

ابو المغيث حسين بن منصور حلاج فارس جي شهر بيضا جو هو. ڪيس انا الحق جي نعري ۾ ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويو. دنيا جا عاشق صادق سندس عشق جي اسرار مان سرشار ٿي پاڻ کي يار جي قدمن ۾ فدا ڪندا پاڻ ملهائيندا رهن ٿا. اها ئي هن بزرگ هستيءَ جي ولايت ۽ واڪاڻ آهي. شهادت 309 هہ - 922ع.

## عين القضاة همداني
ص 113

ابو المعالي جي نالي سان هن جو ذڪر اڳواٽ ڪيو ويو آهي.

## خواجہ احمد غزالي
ص 113

امام غزالي جو ڀاءُ شيخ احمد غزالي، شيخ ابوبڪر نساج جو مصاحب ۽ ڪيترن ڪتابن جو مصنف هو، جن مان لمعات شيخ فخر الدين عراقي مشهور آهي. اهو ڪتاب هن شيخ فخر الدين عراقي جي زباني اظهار مطابق لکيو هو، ان ۾ هڪ هنڌ چاڻايو ويو آهي تہ معشوق هر حال ۾ معشوق آهي جنهن جي صفت شان تونگري (استغناء) ليکڻ کپي. پر پاسي عاشق پنهنجي ليکي عاشق آهي ان جي صفت فقر سمجهي وڃي. عاشق کي جيئن تہ معشوق جي ضرورت رهي ٿي ان ڪري فقر سندس صفت چاڻائي وئي ۽ معشوق جڏهن تہ هر حاجت کان بي نياز آهي تنهن ڪري ان سان تونگري

(1) تذڪره صوفياءِ سرحد. اعجاز الحق قدوسي، ص 59 - 60

جي شان اشتغنا واري صفت ڏهي اچي ٿي.

فخر الدين عراقي عشق ۾ مثالي زندگيءَ جو مالڪ هو جنهن جا ڪي قصا عام طرح مشهور آهن: نفحات الانس جي بيان موجب فخر الدين عراقي ارڙهن سالن جي عمر ۾ جڏهن همدان ۾ پڙهندو هو ته اُتي قلندرن جو هڪ ٽولو اچي لٿو جن سان هڪ حسين ڇوڪرو ساڻ هو. عراقي ان کي ڏسندي مٿس عاشق ٿي پيو پر، ڏينهن جيئن فقير شهر مان آسهيا ته هي به ڇوڪري جي ڪري انهن جي ڪڍ لڳو تان جو ملڪ لتاڙيندو اچي ملتان پهتو ۽ غوث بهاء الحق جو مريد ٿيو، جنهن کيس پنهنجي نياڻيءَ سان شادي ڪرائي، ان مان هن کي پٽ ڄائو جنهن جو نالو ڪبير الدين رکيو ويو.

ٿوري وقت کان پوءِ فخر الدين عراقي سفر تي نڪتو، حج تان ٿيندو روم ڏانهن ويو ۽ شيخ صدرالدين قونيوي وٽ رهي پيو. هتي هڪ سهڻي ڇوڪري حسن قوال سان عشق ٿي پيس. ڪي ڏينهن ان جي لالا نگهري اتي ترسيو جڏهن حسن قوال ڪانئس موڪلائي پنهنجي ڳوٺ هليو ويو ته هي ٻين ڇوڪرن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو. هڪ ڏينهن امير معين الدين جيڪو قونيه ۾ سندس مريد ٿيو هو تنهن ڏٺو ته شيخ عراقي ڇوڪرن سان ميدان ۾ چوگان راند کيڏي رهيو هو.

امير معين الدين جي وفات کان پوءِ هي اتان نڪري مصر آيو. مصر جو سلطان سندس مريد ٿيو ۽ شيخ الشيوخ جو لقب ڏنائينس. تڏهن به بنا ڪنهن حجاب جي بازارين گهمندو گوڙ شور ۾ گهاريندو رهيو. هڪ لڳان گهمندي سوچين جي بازار ۾ پهتو ته اتي هڪ مهانڊي ڇوڪري مٿان مفتون ٿي پيو. ڳالهه پڌري ٿي پئي ته مصر ڇڏي شام ڏانهن رخ رکيائين هتي به اميرن، عالمن ۽ مشائخن هن جي چڱي پذيرائي ڪئي.

شام جي هڪ وڏي امير کي هڪ سهڻو سيبتو پٽ هوء جنهن تي نظر پوندي شيخ عراقي دل ڦرائي ويٺو، هڪدم ڪنڌ ڪٽي ان جي قدمن تي رکيائين. ماڻهن جي دل ۾ اڇي شڪ شبها جاڳيا پر ڪجهه ڪين تي سگهيا. آخر اتان هلي دمشق ۾ آيو جتي پٽهنس ڪبيرالدين ملتان مان ڪهي اچي کيس واپس وٺي آيو، پر هن کي ڪو عارضو پيدا ٿي پيو جنهن کري ڪونه موٽي سگهيو ۽ ٿورن ڏينهن ۾ ئي 688ھ ڌاري فوت ٿي ويو. سندس هي شعر مشهور آهي:

چو خود کردند راز خويشتن فاش

عراقي را چرا بدنام کردند

جڏهن پنهنجو راز پاڻ فاش (ظاهر) ڪيائون ته پوءِ ويچاري عراقيءَ تي ڇو بدناميءَ جو ٽڪو (داغ) لاتائون (1).

شيخ احمد غزالي 517ھ ۾ هي جهان ڇڏيو. سندس قبر قزوين ۾ آهي (2).

## شيخ ابوعلي فارمدي ص 113

مقصود العارفين ۾ انهن ڇهن بزرگن مان هڪ جو نالو شيخ ابو علي سينا لکيو ويو آهي، حقيقت ۾ اهو شيخ ابوعلي سينا نه پر شيخ ابوعلي فارمدي سمجهڻ کپي. ابوعلي سينا متوفي 428ھ 1037ع هڪ فلاسافر ۽ طب جو اڪابر (فلسفي ۽ طبيب) هو. تصوف ۾ ايتري ڪمائي ڪانه ڪئي هئائين.

ابوعلي فارمدي جو نالو فضل بن محمد هو. هن کي خراسان جو شيخ الشيوخ سڏيو ويندو هو. علم ۾ سندس استاد ابوالقاسم قشيري هو، تصوف ۾ ابوالقاسم گرگاني طوسي ۽ ابوالحسن خرقاني متوفي 425ھ کان فيضياب ٿيو. وقت جي وڏي عالم

(1) شيخ احمد: نفحات الانس. جامي، ص 374.

(2) شيخ فخرالدين عراقي: نفحات الانس. جامي، ص 601.

۽ صوفي شيخ ابوسعيد ابوالخير سان سندس صحبتون رهيون. پاڻ 477 هه ۾ لاڏاڻو ڪيائين.

هن بزرگ پنهنجي زندگي ظاهري باطني علم جا وڏا مرحلا طئه ڪندي ڪيئي منزلون ماڻيون. جنهن ماڻهوءَ مشهور صوفي بزرگ ابوالحسن خرقاني جي خدمت ۾ رهي رياضتون ۽ مجاهدا ڪري تڪميل حاصل ڪئي تنهن جي تعريف ٿورن لفظن ۾ پوري ڪانه ٿي سگهندي (1).

## شيخ فريدالدين عطار ص 113

شيخ فريد الدين عطار بابت هڪ بحث مٿي اچي چڪو آهي هتي سندس سوانح تي ٿوري روشني وڌي وڃي ٿي ڇاڪاڻ ته هن صوفي بزرگ جو سنڌ جي صوفي شاعرن خاص ڪري سچل سرمست تي گهڻو اثر هو، ايتري قدر جو هن سندس لاءِ وڏي عقيدت ۽ ارادت جو اظهار ڪيو آهي. سچل سرمست هڪ فارسي غزل ۾ چوي ٿو:

اي صبا بسامسا حقيقت شهر نيشاپور ڪن

مي ڪنم قربان بران خاڪ زمين اين جان تن

عرض ڪن از حالت بيچاره عاشق در حضور

ڪز خم ميخانه مي درجام خالي در فگن

خواه از عطار ڪ آن محب در پير مغات است

از ولي الله دعا اي آشڪارا خويشتن.

اي صبا! اسان جي حقيقت وڃي نيشاپور بيان ڪجانءِ، جنهن سرزمين تي منهنجو تن من صدقي آهي. هن بيوس عاشق جو حال ان جي حضور ۾ عرض ڪجانءِ ته پنهنجي ميخاني

---

(1) شيخ ابوعلي فارمدي: نفحات الانس. جامي، ص 368.

جي مستت مان منهنجو خالي جام پُر ڪري. پير مغان جي در، جي محب عطار ڪان جيڪو خدا جو وارث ولي آهي، اي آشڪارا (سچل جو فارسي ۾ تخلص) پنهنجي دعا طلب ڪر!(1)

شيخ فريد الدين عطار، شيخ مجدد الدين بغدادي جو مريد هو، هن جي شان جي جلالت ۽ مرتبي جي بلنديءَ جو اندازو ان مان ٿئي ٿو مولانا روميءَ جهڙي عارف ۽ اهل الله سندس باري ۾ چيو هو: منصور جو نور هڪ سؤ پنجاهه ورهين جي وٿيءَ کان پوءِ فريد الدين عطار جي روح ۾ جهلڪڻ لڳو آهي. هڪ دفعي هي هڪڙي عطار جي دڪان تي ويٺو هو ته اتان هڪ درويش اچي لنگهيو، عطار کي ڏسندي چيائين: خبر اٿئي ته تون ڪيئن مرندين؟ عطار چيو: جيئن تون مرندين، درويش ڪاٺ جو پيالو مٿي هيٺان رکي ليٽي پيو ته دم نڪري ويس. ان واقعي کان متاثر ٿي عطار علم باطني ڏانهن رجوع ٿيو.

چون ٿا ته مولانا رومي بلخ ڏانهن ويندي ساڻس اچي مليو تڏهن عطار وڏي ڄمار جو ٿي چڪو هو. مولانا روميءَ کي هڪ رسالو "اسرار نامہ" ڏنائين جو هو سدائين پاڻ وٽ رکندو هو. مولانا رومي هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

عطار روح بود، سنائي دو چشم او،

ما از پئي سنائي و عطار آمديم.

عطار روح ته سنائي (مشهور شاعر ۽ صوفي) ان جون اکيون هو، اسان (مولانا رومي) انهن ٻنهي جي پوئواري ۾ آيا آهيون (2).

---

(1) سچل سرمست جو ديوان آشڪارا، ص 65. جلد پهريون، ڇپايل محڪمہ اوقاف، حيدرآباد سنڌ.

(2) عطار: تذڪره صوفياء بينگال. مولانا اعجاز الحق قدوسي، حاشيہ ص 118. اردو سائنس بورڊ، لاهور، 1965ع.

شيخ فريد الدين عطار جيڏو وڏو صوفي هو اوڏي عظمت واري ان جي شاعري هئي، جنهن کان هند سنڌ جا صوفي گهڻي قدر متاثر ٿيندا رهيا. اسان جو سدا حيات صوفي ۽ شاعر حضرت شاهه لطيف فرمائي ٿو:

صوفي صاف ڪيئو، ڌوئي ورق وجود جو،
تهان پوءِ ٿئو، جيئري پسڻ پرين جو.

شيخ عطار جو هڪ شعر آهي:

تا پاڪ نه گردي از وجودت،
هر پختگي ڪه هست، خام است.

جيستائين پنهنجي وجود کي پاڪ ۽ صاف نه ڪندين،
تيستائين تنهنجي هر پختگي (پڪائي) خام ڪچائي ليکبي.

هن جو ٻيو شعر پڙهو!

تا روي تو قبله اي نظر ڪردم،
از ڪوي تو ڪعبه دگر ڪردم.

جڏهن تنهنجو منهن اي محبوب! منهنجي نگاهن جو قبلو بڻيو، ته مون تنهنجي گهٽيءَ مان ڪعبو حاصل ڪري ورتو.

عطار روحاني مسئلن حل ڪرڻ سان گڏ، ماڻهن جي مادي مونجهارن کي دفع ڪرڻ جي به تلقين ڪئي آهي. چاڪاڻ ته دنيا، آخرت جي پوک آهي جيستائين اُها درست نه ٿيندي تيستائين آخرت ۾ به درستي نصيب ڪانه ٿيندي. هڪ هنڌ فرد کي جمع کان جدا ٿيڻ تي ۽ جائيتي انسان کي وطن ڇڏي بي وطن يا گهر ڇڏي بي گهر ٿيڻ تي ٿو چوي:

اي دُر از دريا چرا تنها شدي، از چنان دريا ڪسي تنها شود
اي موتي تون درياهه ذان الڳ چو ٿئين، ڀلا درياهه کان جدا ٿيڻ جڳائي ٿو؟

هر ڪه دور افته ز جاي از طلب، مي دود تا زود ڪه آن جا شود
جيڪو هڪ دفعو ڪٿان نڪتو، وري اتي وڃڻ لاءِ سڄي ڄمار پيو هاچا هڻندو. ٻي هنڌ ٿو چوي:

هر ڪ امروز معا ينہ رخ يار مديد
طفل را هست اگر منتظر فردا شد

جنهن دنيا ۾ يار ڪيس نہ ڏٺو، سو ٻارن وانگي پيو سڀان جو اوسيئڙو ڪندو، وري ٿو چوي:

ميان مسجد و ميخانہ را هي است
بجو ئيد اي عزيزان آن ڪدام است

مسجد ۽ ميخاني جي وچ تي بہ ڪا واٽ آهي
پر اي پيارو! ڳوليو تہ اها ڪٿي ٿي سگهي ٿي!

شيخ عطار عشق (خدا ۽ خلق سان محبت) کي سڀني ڳالهين کان مٿي ٿو سمجهي:

عشق بالا ي ڪفر و دين ديدم
بي نشان از شڪ و يقين ديدم

عشق ڪفر ۽ دين کان مٿي آهي، ان ۾ ڪوبہ شڪ شبهو ڪونهي.

عطار جو عشق عالم آشڪار آهي، هو ان ۾ ڪوبہ لڪ لڪاء پسند نٿو ڪري.

ترڪ قلندر من، دوش در آمد از درم
بوسہ ڪشاد بر لبم، تنگ ڪشيد دربدم
در لب لعل ترڪ من، آب حيات خضر بود
لب چو نهاد بر لبم گفتم (ڪ) خضر، ديگرم

منهنجو محبوب ڪالهہ منهنجي دران لنگهي آيو
مون ڪيس چمي ڏني تہ زور سان ڀاڪر پاتائين
منهنجي يار جي ڳاڙهن چپن ۾ آب حيات هو
منهنجي چپن تي چپ رکيائين تہ مون پاڻ کي خضر سمجهيو!

شيخ عطار جي رندي ۽ لا اُبالي واري حالت ظاهر پرستن جي اندر ۾ ڪنڊو ٿي چڀڻ لڳي، ان ڪري وڏو ممڻ مچي ويو: چئي هن ڪافر، بيدين مان دين ڌرم کي خطرو آهي

هن کي ختم ڪيو وڃي نہ تہ محراب، ممبر جو خير ڪونهي، عطار کي جڏهن اها ڪڙڪ پئي تہ وڏي واڪي للڪاريائين:

منم آن گبر ديرينہ، ڪہ بتخانہ بنا کردم
شدم بر بام بتخانہ، در اين عالم ندا کردم
صـــداي ڪفر دردادم، شمارا اي مسلمانان
ڪہ من آن ڪهنہ بت هارا دگر باره جلاکردم

آئون اهو پراڻو پاپي آهيان جنهن جو پهريون بتخانو اڏيو اٿم
ان جي ڇت تي چڙهي، سڄي ڪي پيو للڪارون ڪريان
مسلمانو! اوهان کي ڪفر جي صدا پيو ڏيان
تہ مون پراڻا بت خانا وري ٺاهي جوڙي تيار ڪيا آهن.

پڇاڙي سندس هي شعر پيش ڪجي ٿو:

چو از ڪونين آزادم، نگويم سر خود باڪ ست
مرا آن بس ڪہ در سينہ بيان سر فگن دارم

مان ٻنهي جهانن کان آزاد آهيان پنهنجو راز ڪنهن سان ڪونہ سليندس، مون لاءِ اهو ڪافي آهي تہ سر لڳائڻ جي بازي وارو اهو راز سيني ۾ ئي سانڍيان!(1)

نوٽ:

هنن ڇهن بزرگن جو احوال پيش ڪندي جڏهن سندن وفات جي تاريخن بابت تحقيق ڪئي وئي تہ انهن سان گڏ ٻين بزرگن جون تاريخون بہ معلوم ٿيون جن بابت ڪي ڳالهيون هتي پيش ڪجن ٿيون:

---

(١) ديوان فريدالدين عطار نيشاپوري، باتصحيح مقابلہ و مقدمہ سعيد نفيسي. چاپ سوئم از انتشارات ڪتاب خانہ سنائي تهران، ايران.

1- شيخ شرف بوعلي قلندر 602ھ ۾ پيدا ٿيو ۽ شيخ مغل پين 601ھ ۾ فوت ٿي ويو. انهيءَ حساب سان شيخ مغل پين کھڙي نموني شيخ شرف بابت بيان ڪيل پنهنجي زباني مخدوم عاري کي قلمبند ڪرايو؟ جڏهن شيخ مغل پين 601 ۾ فوت ٿيو ۽ شيخ شرف جي ولادت ان کان پوءِ 602ھ ۾ ٿي.

2- شيخ شهاب الدين سهروردي 539ھ ۾ پيدا ٿيو ۽ شيخ مغل پينءَ جي ولادت 523ھ ٿي، شيخ مغل پين چوڏهن ورهين جي ڄمار ۾ سفر تي نڪتو تہ پوءِ بغداد ۾ شيخ شهاب الدين سهرورديءَ کي ڪينءَ ڏٺائين جڏڪو ڪانئس اٽي وڃڻ کان ٻہ سال پوءِ ڄائو هو.

3- هن ڪان اڳ مٿي ٻڌايو ويو آهي تہ شيخ مغل پينءَ 601ھ ۾ فوت ٿيو ۽ پير پٺي جي وفات 666ھ يا ٻي اندازي موجب 680ھ ۾ ٿي هئي، تڏهن ٻہ شيخ مغل پينءَ جي زباني ان جو بيان تحرير ڪيل آهي، خبر ناهي ايڏي تاريخي ڪوتاهي ڇو ڪئي وئي.

4- شاهہ جميل گرناري لاءِ پڻ ياد ڏيارجي ٿو تہ سندس وفات 642ھ ۾ ٿي ۽ شيخ مغل پينءَ (جيئن ڪيئي دفعا ٻڌايو ويو) 601ھ ۾ وفات ڪري ويو، شيخ مغل پينءَ کي ڪينءَ اها خبر پئي تہ شاهہ جميل پير پٺي کي اچي غار مان ٻاهر ڪڍيو هو.

5- اهڙيءَ طرح انهن تاريخن جي پيٽ، هن ڪان اڳ شيخ فريد الدين عطار جي ذڪر ۾ ڪري ڏيکاريو ويو آهي تہ شيخ مغل پينءَ جي اتي پهچڻ تي شيخ عطار اڃا جيئرو هو پر هن کي رسالي ۾ فوت ٿيل ڄاڻايو ويو آهي.

ن - هہ

ص 147 **پراڻيون وسنديون**

مقصود العارفين ۾ ڪن پراڻين وسندين جو ذڪر ملي ٿو،

جيڪي ماهر ڦور (محمد طور) سومرن جي اوائلي گاديءَ جي هنڌ واري شهر جي آسپاس هيون، جتان ڪن قومن جا ماڻهو ٿهيم، چنا ۽ سومرا شيخ مغل ٻينءَ جن سان تڪراري رهندا ٿي آيا. انهن وسندين جا نالا، آملاڻي، ٻڀهارا، ٻڏو، ڪاڇري، ساوندي، جهم ۽ ڪانهري ٻڌايا ويا آهن.

انهن مان ٻهارا اڃا تائين ميرپور ساڪري جي ڀرپان ننڍي وستيءَ جي صورت ۾ موجود آهي، (جتي 1950ع ڌاري راقم جو وڃڻ ٿيو هو.) ٻهارا ڪان جهور ملوڪ ۽ رافوٽين ڳوٺ رستي، نيم خشڪي (اڌ درياهي) پنڌ هئي ڪيٽي بندر ۽ سوڪي بندر تائين وڃي سگهجي ٿو. هتي درياهه ڪيترين شاخن ۾ ورهايل آهي، جيڪي اڳتي وڃي هيڪانديون ٿي سمنڊ ۾ ڇوڙڪن ٿيون.

ٻي وسنديءَ جو نالو جهم آهي، اها وسندي ڪنهن زماني ساڪري درياهه جي ڪپ تي ٺٽي ضلعي جي الهيار تعلقي ۾ ڪرهل جي ڀرسان هئي ۽ اڄ به هڪ ننڍي ڳوٺ جي صورت ۾ اتي موجود آهي. (1) اهو پڻ چيو وڃي ٿو ته سنڌ جي قديم دور جي نقشن ۾ جيڪي 500 ق-م کان وٺي ٽالپرن جي دور تائين ملن ٿا، تن مان معلوم ٿئي ٿو ته قديم دور ۾ سيوهڻ، ٻانڀڻاهه، ٽورڪي، نصرپور ۽ جهم وٽان درياهه جو جيڪو وهڪرو ڏکڻ طرف ويندو هو، تنهن مان هڪ ننڍڙو وهڪرو اولهه طرف نڪري قديم ٻانڀڻاهه يعني ڪاٺ ٻانڀڻ وٽان وهندو جابلو علائقي ۽ ڪينجهر ڍنڍ جي ڏکڻ طرف کان هلندو ٺٽي جي ويجهو ٽورو اتر طرف مڙي ساموئي واري ايراضيءَ مان اولهه پاسي نڪري، سڌو وهندو ڀنڀور وٽ پهچندو هو. (2)

---

(1) تاريخ مظهر شاهجهاني: ميرڪ يوسف، سنڌي ترجمو: نياز همايوني، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ص 38

(2) ڀنڀور ۽ ديبل: (مضمون) ڀنڀور جا آثار. ڊاڪٽر غلام علي الانا. ڀنڀور نيشنل، سيمينار. ص 173.

ٺلهي ليکي اهي وسنديون (محمد طور جي آسپاس هيءَ جي حالت ۾) اڳوڻي درڪ پرڳڻي ۾ هيون جيئن تاريخي طرح ڄاڻايل آهي ته: سومرن جو جهونو تخت گاهه محمد طور شهر هو جيڪو درڪ پرڳڻي ۾ هوندو هو، درڪ پرڳڻو هاٺوڪي ڇاڇري ۽ بدين تعلقن واري هنڌ تي، يعني پارڪر ۽ ونگا بازار جي وچ ۾ ٿر جي وارياسي ميدان ۾ هوندو هو. اهو درڪ پرڳڻو ٿرجي وارياسي ميدان کان ونئي هاٺوڪي ٺٽي شهر تائين ليکيو تي ويو. (1)

ڪانهريءَ جا سنڌ جي ڀين علائقن ۾ به نالا ملن ٿا هڪ ڪانهري ڀيلو جيڪو ڀنڀور کان ڪيچ ڏانهن ويندڙ واٽ جي وچاڳ تي آهي. (2) ٻيو ڪانهري قلعو جيڪو سيوهڻ کان پرتي جبلن واري ايراضيءَ ۾ اڄا سوڌو ڦٽل حالت ۾ موجود آهي. (3) ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته اهو نالو ان زماني ۾ گهڻي قدر رائج هو جنهن جو نالو ڀيلي، قلعي ۽ وسنديءَ تي رکيل نظر ٿو اچي.

ذاتين مان راهمو ذات سمن جي نک مان آهي جيئن ٻيون ذاتيون، سهتا، اوٺا، لاکا، جکريا، نوتيار، لنجار، هنگورجا ۽ جوٺيجا انهن مان آهن. (4) ماڻهن جي نالن مان ڀنڀور جي راجا جو نالو هو جنهن اهو شهر ٻڌايو. (5) راهو نالو اڄ تائين رکيو

---

(1) تاريخ سنڌ: ڀاڱو ٽيون. عبدالغني عبدالله، ادارو سنڌ الاجي، ڄام شورو. ص 72.

(2) ڀنڀور ۽ ديبل: (مضمون) آرياڻي انور، معمور يوسفاڻي. ڀنڀور نيشنل سيمينار. ص 618.

(3) تاريخ مظهر شاهجهاني: حاشيه ۽ ص 159.

(4) تاريخ سنڌ: ڀاڱو ٽيون. ص 147.

(5) ڀنڀور ۽ ديبل: (مضمون) ڀنڀور. تاج صحرائي، ص 163.

وچي ٿو، خود راهو هڪ ذات به آهي. تنهن کان سواءِ ڪرراهو چام لاکي جي پيءُ ۽ چام جوڻي جي پٽ جو نالو هو. (1) اهڙيءَ ريت ٻيا، نالا به اهڙا آهن جن مان ڪي اڄ تائين ماڻهن تي رکيا وڃن ٿا جهڙوڪ: تماچي، ٻبر، ٻونگر، نيباهو وغيره.

هن باري ۾ محترم تاج صحرائي جي راءِ وزنائتي ليکيندي هتي ورجائي وڃي ٿي. جنهن صاحب ڀنڀور ۽ ديبل (ڪتاب) ۾ پنهنجي تاريخي مضمون ڀنڀور تاريخ جي آئيني ۾ لکيو آهي: اڄ کان ڇهه ست صديون اڳ (ڀنڀور واري پاسي) بندر بازاريون هيون، جن ۾ تنهن سمي وڏي رونق هوندي هئي. انهن مان ڪن جو واپار مغرب ۾ ايران، عراق، عربستان، يونان ۽ مصر سان. مشرق ۾ جاوا، سوماترا ۽ چين ولايت سان هلندو هو. ليڪن سمنڊ جي پري هٽي وڃڻ ڪري اهي بندر بازاريون پورجي تباهه ۽ برباد ٿي ويون، جن مان ڪن جا ڪي نشان ملن ٿا ته ڪي ڳوليندي به ڪين ٿا لڀن، جهڙوڪ: ديبل، لاهري بندر، داراج، رحمڪي بازار، ڪلان ڪوٽ، ڀنڀور ۽ مگر پين (مغل پين) حجامڙو واهه، واگهودر وغيره.

سڪي ڍور ڍلون ٿيو، ڪنڌيءَ ڏنــو ڪانُو
سو پــاڻــي پنيهل ۾، اڳيون نـــه آيـــو
مـاڙهـن ميڙائـــو، ڪنهين ڪنهين ڪنڌئين.

## ماهم طور ص 149

محمد طور نالي هي شهر درڪ پرڳڻي ۾ سومرن جي گاديءَ جو هنڌ هو، جيڪو علاءُ الدين جي جنگ کان پوءِ برباد (ٻينگ) ٿي ويو.

سومرن کان پوءِ جڏهن سمن جو دور آيو. هنن شهر محمد طور (ماهم طور) کي منحوس جاڻي ڇڏي ڏنو ۽ ان

(1) سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي: ڊاڪٽر غلام علي الانا، سنڌ الاجي، چام شورو. ص 49.

جي بدران ساموئي آباد ڪيائون. (1)

ص 150

هالار

ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جو الهنديون ساموندي ڪناري وارو ڀاڱو ويندي ڄام نگر ۽ جهوناڳڙهه تائين هالار سڏجي ٿو. چون ٿا ته اهو (خاص طرح ڪڇ جو ڏاکڻيون، الهنديون ۽ ڄام نگر وارو پاسو) هالن (قوم) جو ملڪ هو انهيءَ ڪري هالار سڏيو ٿي ويو.

دودي چنيسر جي ڳالهه جي ڪن روايتن ۾ (نامياري سورهيه ۽ سومرن جي سام جهليندڙ) ابڙي کي هالار جو بادشاهه ۽ ابڙي جو شهر هالار ڪري ڄاڻايو ويو آهي.

وڳهه ڪوٽ مان سومريون پڻ ڪڇ ڏانهن انهي هالار واري پاسي ڪان روانيون ٿيون هيون:

ڪر رکيائون ڪڇ تي هليون پٽ هالار (2)

ص 150

سرويه

سرويه راجپوتن جي ڇٽيهن ونسن مان آهن. مسلمانن جي اچڻ تائين هتان جا راجائون ڪتري سڏائيندا هئا، جيڪي پوءِ راجپوت ٿيا. نالي جي پٺيان سنگهه لفظ جو عام رواج سکن جي ڏهين پيشوا گرو گوبند سنگهه وٽان ٻارهين صدي عيسوي ڌاري شروع ٿيو. (3)

---

(1) سومرن جو دور: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ص 182.
(2) سومرن جو دور: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ص 83.
(3) تاريخ ريگستان: جلد پهريون. رائچند، سنڌي ادبي بورڊ. حيدرآباد، سنڌ. ص 29-30.

## ڀلنامو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 1 | 10 | افعانستان | افغانستان |
| 2 | 24 | جئن | جيئن |
| 2 | 24 | تئن | تيئن |
| 2 | 25 | لاٿو | لاٿو |
| 2 | 27 | تعليات | تعليقات |
| 3 | 12 | شيح | شيخ |
| 4 | 2 | نتجي | نتيجي |
| 4 | حاشيي | قران | القرآن |
| 6 | 5 | جئن | جيئن |
| 6 | 10 | سب | سڀ |
| 6 | 15 | فرماڻي | فرمائي |
| 6 | 19 | مقموليت | مقبوليت |
| 7 | 18 | سنڌ ياران | سند ياران |
| 7 | 18 | سنڌ مدح | سند مدح |
| 8 | 2 | حنهن | جهڙن |
| 8 | 10 | حن | جن |
| 9 | 19 | 1907ع | 1207ع |
| 11 | 20 | سجي | سچي |
| 13 | 1 | اللعالمين | العالمين |
| 13 | 1 | والعاقبتہ | والعاقبة |
| 13 | حاشيي | تعليمات | تعليقات |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 16 | 23 | الخضاب | الخطاب |
| 16 | 23 | حضرت المرتظيٰ | حضرت علي المرتظيٰ |
| 17 | 3 | گالهہ | ڳالهہ |
| 19 | 9 | جمن | جيمن |
| 20 | 6 | پچن | پچڻ |
| 21 | 23 | لاشريڪ لہٗ | لاشريڪ له |
| 22 | 23 | شيح | شيخ |
| 24 | 10 | ادراهيم | ابراهيم |
| 24 | 15 | مقر | مضر |
| 24 | 16 | هزيمہ | هزيمة |
| 24 | 17 | جو پٽ لوئي | جو پٽ لُوي" |
| 24 | 20 | عبدالماف | عبدالمناف |
| 25 | 27 | ابوڙو | ابوڙو |
| 29 | 1 | ذ ينهن | ڏ ينهن |
| 29 | 12 | تواضح | تواضع |
| 32 | 9 | (جنگين | (جنگين) |
| 34 | 28 | سعد معاض | سعد معاذ |
| 34 | 9 | سپ | سپ |
| 37 | 17 | عطبہ | عتبه |
| 38 | 12 | سعد معاض | سعد معاذ |
| 38 | 19 | ڌي | ڌي |
| 39 | 11 | قعلي | قلعي |

| صحيح | غلط | سٽ | صفحو |
|---|---|---|---|
| ڪيترا | ڪيٿرا | 17 | 39 |
| هن جي | هن حي | 12 | 40 |
| حضرت علي | حضرت عليءَ | 11 | 41 |
| هٽ | فوٽ | 19 | 41 |
| ٿي هٽ | ڏي هٽ | 20 | 45 |
| مون | م ن | 23 | 47 |
| رياضت | رياض | 24 | 51 |
| ابراهيم ادهم | ابراهم ادهم | 23 | 53 |
| ڇا جي | ڇا حي | 27 | 55 |
| ڪيائون | ڪيائين | 23 | 58 |
| جيئن | جئن | 1 | 59 |
| جاء | حاء | 4 | 61 |
| حورن | حورون | 24 | 64 |
| امرنهي | امرن هي | 17 | 66 |
| سندس | سندن | 15 | 68 |
| بيعت | بعيت | 1 | 69 |
| غيبي | غئبي | 23 | 70 |
| پيدايائين | پدايائين | 10 | 74 |
| بيعت | بعيت | 13 | 74 |
| اسماعيل مغربي (1) | اسماعيل مغربي | 5 | 76 |
| طور جبل | ياجوج ماجوج واري جبل (اصل متن) | 10 | 77 |
| غيب | غئب | 61 | 77 |
| هٽي | هتي | 23 | 79 |
| عاشوراء | عاشورت | 20 | 80 |
| مرثيه | مرشا | 23 | 80 |
| بدلجي ٿي ويا | بدلجي ڏي ويا | 6 | 81 |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 83 | 6 | و يهيءُ | و يهي |
| 89 | 12 | اسان جي | اسان انهن جي |
| 90 | 8 | ٻٽي | ٻي |
| 98 | 24 | مظهره | مطهرات |
| 99 | 21 | هٿن | هٿن |
| 100 | 21 | طٿي | طٿم |
| 103 | 26 | منهنجا حبيب، منهنجا حبيب | منهنجا حبيب، منهنجا محبوب |
| 104 | 2-1 | ڏاڪي ڏاڪي تان | ڏاڪي تان |
| 113 | 5 | چمائڻ | چاڙهڻ |
| 116 | 2حاشيي | يوفو | يُوفُ |
| 116 | 10حاشيي | لله خير | لا فيه |
| 117 | 22 | خلقنا لانسان | خلقنا الانسان |
| 118 | 5 | آمنو او عملوا الصحلت | آمنو و عَمِلُوالصلحت |
| 120 | 13 | لا الا الا الله | لا اله الا الله |
| 121 | 7 | لا الا | لا اله |
| 121 | 9 | لا الله | لا اله |
| 122 | 14 | مزو فڪري | مند فڪري |
| 123 | 2 | حيقل | صيقل |
| 123 | 4 | (حيقل) | (صيقل) |
| 125 | 9-8 | ڪنهن جي جي | ڪنهن جي |
| 126 | 16 | ترتي | ترقي |
| 126 | 17 | اتفراق | افتراق |
| 127 | 11 | قوم | قدم |
| 187 | 19 | لم | ثم |
| 187 | 24 | حدا | جدا |

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| 19 | 13 | ربي بربي (اصل متن) | ربي ربي |
| 130 | 1 | آدؔعؔونيِ | آد عونؔي |
| 131 | 8 | رويت | رؤيت |
| 131 | 9 | رويت | رؤيت |
| 131 | 16 | وچ ته | وچ ۾ |
| 123 | 12 | مارد عالم | مادر عالم |
| 134 | 2 | بقا به الله | بقا با الله |
| 137 | 1 | آحر | آخر |
| 137 | 3 | حن | جن |
| 139 | 4 | ميجاتو | سڃاتو |
| 141 | 16 | مقامو | مقامن |
| 145 | 3 | ڏمي | ڏسي |
| 145 | 20-19 | خدمت ۾ ۾ | خدمت ۾ |
| 146 | 23-22 | نٿي نه پئي | ٿي نه پئي |
| 150 | 7 | سنڌي | سدي |
| 150 | 1 | راء قنوچ | راء ڪنوچ |
| 152 | 1 | گهري | گهيري |
| 154 | 7 | چاليها وره | چاليهارو وره |
| 167 | 13 | هن آدي بنيادي | هن جي آدي بنيادي |
| 168 | 24 | نيتاپور | نيشاپور |
| 171 | 9 | سيد | سَدِ |
| 174 | 9 | عمر ويهه سال | عمر هڪ سؤ ويهه سال |
| 176 | 16 | اٿر | اثر |
| 178 | 13 | بعيت | بيعت |
| 191 | 13 | 605 هه | 602 هه |
| 183 | 06 | حمن قوال | حسن قوال |
| 183 | 07 | ڍينهن | ڏينهن |

## انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جا ڇپايل ڪجهه ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| سنڌيءَ ۾ ڇپيل، ديني ادب جو ڪيٽالاگ. | مرتب: ڊاڪٽر غلام علي الانا | 10.00 |
| قلمي نسخن جو تشريحي ڪيٽالاگ. | مرتب: ڊاڪٽر غلام علي الانا | 35.00 |
| دائري وارن جي سنڌي (مصلح المفتاح) | ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ. | (ختم ٿيل) |
| شاهه ولي الله جي تعليم. | پروفيسر غلام حسين جلباڻي | " |
| سيرت طيبه. | پروفيسر ڪريم بخش نظاماڻي | " |
| جهانيان خاندان. | وي - جي - مٽاڻي | " |
| مشاهير الاسلام. | مولوي عبدالرحيم منگسي | 20.00 |
| سيرت النبي. (ٻارن لاءِ) | ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ | 7.00 |
| غمرت الزيجات. (ڪرانا التلڪ) | عربي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ | 100.00 |
| Seerat-al-Nabi | Prof: Mohmad Brelwi. | 100.00 |

ڪتابن جي مڪمل فهرست ۽ وڌيڪ معلومات لاءِ لکو:

ڊائريڪٽر
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
يونيورسٽي آف سنڌ
ڄام شورو سنڌ
فون: 71125

بود وکرامت داشتی هرکه باعتقاد خالص نزد ا
لعین مرید می شد اورا بیک نظر و توجه وصال حق
تعالی واصل بسا همی رسانیدی و بوقت
موت نصیحت فرمود که مرا غسل با شراب
باید و بعد از آن هر که گناهکاری و مدعا بوده باشد
او یک سراحی پر از شراب کرده بر قبر
من ریخته می رود خدا تعالی گناهان او بفضل
خویش حاصل نخواهد گرد هنوز هرکه گناهکاری
و بدعا باشد او یک سراحی پر از شراب خوب
کرده بر قبر حضرت بروی می ریزد و مدعا خود رست

( مقصود العارفينُ جي فارسي متن جو عڪس)